سرڳواسي لالچند امرڏنيمل جڳتياڻيءَ جي ٻيءَ ورسيءَ جي موقعي تي، جڏهن مرحوم جي وصيت پٽاندڙ، سندس هاڏيون ٻمبئيءَ مان ڪڍي، سنڌو نديءَ کي سپرد ڪيون ويون- ان موقعي جي ياد ۾ هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇاپي، شايع ڪيو ويو.

"مياڻي جياس، جي وڃي مڙهه ملير ڏي!"

# سون ورنيون دليون

('Hearts of Gold' by I. Edhor)

ترجمان: لالچند امرڏنومل جڳتياڻي
بي-اي، ايس-ٽي-سي.



سنڌي ادبي بورڊ
حيدرآباد، سنڌ.

ڇاپو پهريون    سال ١٩٥٦ع    تعداد ٢٠٠٠
ڇاپو ٻيون    سال ١٩٧٢ع    تعداد ١٠٠٠



قيمت: ٤-٠٠ رپيا

ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
امين منزل، گاڏي کاتو، حيدرآباد، سنڌ.

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو، ۽ مسٽر غلام رباني آگري، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي بورڊ جي آفيس، امين منزل، گاڏي کاتي، حيدرآباد سنڌ مان شايع ڪيو.

## مُنڍ

هيءَ آکاڻي، ناٽڪ مان ٺهي پڙهندڙن سهي ڪندو، هڪ انگريزي ناول تان ورتل آهي. مون هن کي سنڌي ويس هن لاءِ ڍڪايو، جو جيئن پنهنجن ديس پاين کي ڏيکاريان، جو سون ورنيءَ دل وارا جيوَ، جتي ڪٿي ٿا ٿين!

لالچند امرڏنومل جڳتياڻي

## ناشر طرفان ٻه لفظ

ڪتابي ادب جي حفاظت ۽ بقا جو دارومدار ڪتابن جي عام موجودگيءَ تي آهي. ڪي ڪي مذهبي ڪتاب ٻرزبان ياد ڪرايا ويندا آهن - ۽ انهن جي ٻروقت حفاظت جو اهو ٻه هڪ طريقو آهي - ٻر ڪتاب، مذهبي هجن يا خالص علمي ۽ ادبي، هڪ دفعو جڏهن ڇپيا ۽ پوءِ اڻين گم ٿي ويا، جو عام پڙهندڙن کي وقت سر انهن جو ملڻ ناممڪن ٿي پوي؛ ته ڄڻ ته آهي ڪتاب ۽ منجهن جيڪو ادبي سرمايو موجود هو، سو هميشه لاءِ ڄڻ فنا ٿي ويو.

زنده ٻوليون پنهنجي ادبي سرمايي کي ڪڏهن ٻه اڻين بي درديءَ سان فنا ٿيڻ نه ڏينديون آهن - سندن ادبي شاهڪارن جا نوان نوان ڇاپا باقاعدگيءَ سان ۽ نهايت آب تاب سان هميشه نڪرندا ئي رهندا آهن. افسوس آهي، جو اسان جي سنڌي عالمن ۽ اديبن، ادبي جماعتن ۽ علمي ادارن ان طرف اڄ ڏينهن تائين ايترو ڌيان نه ڏنو آهي، جيترو ڪين ڏيڻ گهربو هو: نتيجو هي نڪتو آهي، جو اڄ سَون اهڙن بي مثل سنڌي ڪتابن جا نالا وڃي سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن به قيمت تي پڙهندڙن کي هٿ نٿا اچي سگهن. ۽ اڻين ٻهو ڀانئجي، ڄڻ اهي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڪڏهين لکيائي

ڪونہ ويا هئا. ظاهر آهي، تہ پنهنجي هن عظيم ادبي ورثي ڏانهن ايتري سرد مهري، ۽ ان کان ايتري غفلت ۽ لاپرواهي نہ ڪڏهين معافيءَ لائق ٿي سگهي ٿي، ۽ نہ وري ان جي ڪڏهين ڪا مناسب پوراڻي ئي اسان کان ٿي سگهندي. پنهنجن وڏن جي سيڙپيل چونڊيل املهہ ماڻڪن کي انهن هٿن جي وٿين مان واريءَ والگر جيڪڏهين هميشه وڃائيندا ئي رهنداسين، تہ آخر ۾ سواءِ خالي هٿن جي باقي اسان وٽ ڇا وڃي بچندو، سا ڳالهہ سيڪو سمجهي سگهي ٿو.

سنڌي ادبي بورڊ، انهن ڳالهين کي محسوس ڪندي، هڪ بنيادي مقصد پنهنجي سامهون هي بہ رکيو آهي تہ پنهنجي ٻوليءَ جا پراڻا ڇپيل ڪتاب جنهن عزت ۽ احترام جي لائق آهن، تنهن عزت ۽ احترام سان ٻيهر ڇپائي شايع ڪيا وڃن، تہ جيئن سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي هڪ دائمي حيثيت باقي رهي سگهي. انهيءَ مقصد جي پورائيءَ ۾، بورڊ طرفان ڪي ڪتاب جهڙوڪ گل شڪر، حيات النبي، سير ڪوهستان، بلو کوکر، گل ڦل ۽ جهان آرا وغيره اڳي ئي ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن ۽ هاڻي ساڳئي سلسلي جو هڪ وڏيڪ ڪتاب خدمت ۾ پيش ٿي رهيو آهي.

هي ڪتاب اول ١٩٢٥ع ۾ ۽ ٻيو ١٩٢٨ع ۾ ”اشين سنڌي لئبرري“ طرفان شايع ٿيو هو، ۽ ٻيو نا ياب ٿي ويو، جو ٻيو سنڌي ادبي بورڊ عين انهيءَ موقعي تي شايع ڪيو، جڏهين سرڳواسيءَ جون هڏيون سنڌو درياءَ ۾ پروار ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ آيل هيون.

ڪتاب جي آڪاڻي، گفتگو جو انداز، جذبات نگاري، وغيره سڀ نهايت ڪامياب ۽ موهيندڙ آهن. وري لائق سنڌ نگار سدس ترجمي ڪري اهڙيءَ ته سلوڻيءَ سنڌيءَ ۾ پيش ڪيو آهي، جو انهن چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو، ته اصل کي به اجاگر ڪيو ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙيءَ سليس، سلوڻيءَ ۽ موهيندڙ زبان ۾ تمام ٿورا ڪتاب پيش ٿيل آهن.

ٻيءَ مهاڀاريءَ لڙائيءَ جي نتيجن طور، يا دنيا جي موجوده اقتصادي حالتن سبب ڏسجي ٿو ته هر شخص نفسا نفسيءَ ۾ لڳو پيو آهي؛ هرڪا دل هٻڇ، حرص ۽ حسد سان ڇڻ ته پري پيئي آهي، عزت نفس يا مرجات ڏي تمام گهٽ توجهه ڏني ٿي وڃي؛ دلين کي دٻاءُ سان جهڪائڻ جو رجحان پوري عروج تي آهي، ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ صحيح خوشي ۽ اطمينان ڀري زندگي تمام قليل ڏسڻ ۾ ٿي اچي. پر هي ڪتاب اسان کي هڪ روشن راهه ڏيکاري ٿو ته "اها دل سدائين خوشيءَ سان ڀرپور ۽ اطمينان سان منور رهندي، جا 'سون ورلي' آهي هن کي پنهنجي مرجات سان هلندي جيڪي به حاصل ٿيندو آهي، ان تي خوش رهندي آهي، ڪا تڪليف ايندي اٿس ته به ان کي سمجهي مٺي ڪري پيئي پوکيندي آهي، ته ڏک سک سڀ دنيا جو دستور آهي ۽ ڪو به جيءُ انهن کان خالي ناهي. اس ۽ ڇانو، رات ۽ ڏينهن، لاها ۽ چاڙها، سدائين پيا ايندا ويندا آهن؛ مگر منجهائن ڪو به دائمي نه رهندو آهي.

الهيءَ ڪري، سون ورنيون ڏليون نه هونديون ته مغرور ٿينديون آهن ۽ اڻ هوند تي مايوس، هنن جي نظر ۾ 'اخلاق ۽ انسانيت' بين سڀني چيزن کان وڏيڪ قيمتي هوندي آهي."

بورڊ، هن ڪتاب کي پيش ڪندي، پنهنجي پڙهندڙن کان اهائي اميد ٿو رکي، ته هو ڪوشش ڪندا رهندا ته سندن ڏليون به "سون ورنيون" ٿين.

سيڪريٽري

سنڌي ادبي بورڊ

# سون ورنيون دليون

”پڪ اٿوَ تہ گاڏي اچي پيئي؟ هيڏي تڏهن اوير ڇو لاتي اٿس؟ وچ واٽ تي ڪٿ تہ ڪانہ ٿي وئي؟“

”جناب، اڪي پوءِ نڪرندي اوس اچي. پر هن گندهہ گاڏيءَ تي مدار ڪونهي. ٿڪي ٿڪي ٿو بيهڻو پويس. منجهس چڙهي ٿي گهٽو ڳوڙاٽو عالم ٿو. پر اوهان ٻيا، هِهڙيءَ ٿڌهن آس ۾، باهر ڇو ٿي بيٺا آهيو؟ هوڏانهن اندر ويهي ٿا آرامي ٿيو؟“

”ڪٿي؟ هن ڪمري ۾! ڏٺو اٿوَ تہ منجهس لڳو ڇا پيو آهي؟“

اسٽيشن ماسٽر ويٽنگ روم ۾ اندر نهاريو، تہ ڏٺائين جو ويهہ-پنجويهہ ڪمي ڪاسبي ويٺا هئا، جن پيٽَ تي پٺي وارا ڪيا. تڏهن چيائينس: معاف ڪجو! ڀلا، هيڏانهن منهنجي آفيس ۾ هلي ويهو.

پر هن وراڻي ڏنيس: نڪو، آءٌ اتي ئي بيٺو آهيان.

اسٽيشن ماسٽر ٻڌايس: بس گاڏي ٻہ اجها آئي. سگنل مليو اٿس.

نيٺ گاڏيءَ سيٽي هنئي، ۽ دونهان ڪڍندي، پاوَ پلڪ ۾ اچي پليٽفارم تي بيٺي.

گارڊ ٿرڊ ڪلاس جو دروازو بند ڪيو ته "گاڏي
فقط پنج منٽ بيهندي". تنهن تي آسالڪ، هڪڙي
ننڍي نينگري منجهائنس لهي هيٺ ٿي!

هن مڙساڙو ۽ فرسٽ ڪلاس ۽ سيڪنڊ ڪلاس ڏي
گهٽيءَ اکيون ڦرڙايون، پر اهڙو ڪو مهانڊو ڏٺائين
ڪونه، سو جان تان نراس ٿي ٻاهر هليو ٿي ويو، ته
سڌ نه آهي ڪهڙي چڪ نيس، جو ڪنڌ ورائي ڪٿي
پٺيان نهاريائين.

ڪوليءَ، ننڍيءَ نينگريءَ جي ٿرنڪ ۽ ٿيلهي ڪٿي
مٿي تي رکي هئي، ۽ هٿ سان اشارو ڪري، پريان
ٽپال ڪاتي وارن جي گاڏي ڏي ڏيکاريائينس.

هن اکين تي ڪوپا چاڙهي، پريان ٿي بيهي تپاسيس،
ته منهن هن جو ڏٺو پيو هو، جو مٿي تي ڪري
ٿو پلو وڌو هئائين، پر سندس قد ۽ بيهڪ چڱا وٺيس.
هي اڪيان، ننڍي نينگري پٺان-پيٺي گاڏيءَ وٽ اچي
پهتا، ته هن جون اکيون ننڍيءَ نينگريءَ ۾ ئي کتل!
هوءَ ٽپ ڏيئي چڙهي وڃي اندر ويٺي.

هن ڪلهن کي ولي ٿورڙو نچايو ۽ عينڪ لاهي
ڪٿي هٿ ۾ ڪيائين. منهن تي ڦلوليءَ جي مُرڪ،
پنهنجي منهن چپن ۾ ٿو چوي: ڏانهنس نهاريندو به
ڪير؟ ٿرڊ ڪلاس ۾ چڙهندڙ!

تنهن وچ ۾ مزور پنهي چٽن جو سامان گاڏيءَ
۾ چاڙهي ڇڏيو هو. هن سکر ماڻهوءَ جو پاڻ سان

هڪڙي ڇڪي آندي هئي، اها هن ننڍيءَ نيٽيءَ
جي پير ۾ ڪري رکي.

مزور کي پنهنجي مزوري ملي، ته هن مڙساڙوءَ
کي چيائين: سائين اڄ اوهان کي ٻه منجهه، ويهٽو
پوندو، جو شولز ڏسو ٿا ڇُڪو سرمس وٺي ويٺو آهي.
مڙساڙوءَ رکو منهن ۾ ڪٿي گهنڊ وڌو.

* * *

گاڏي هلندي هلي، پر هنن ٻنهي ڪا مهل پاڻ ۾
اکر ڪونه ڳالهايو. ننڍيءَ نيٽيءَ ته منهن ڪٿي ٻاهر
ڪڍيو، جو ساوڪ ۾ وڃي اکيون ڪتيس. هن يار
وري چروٽ دکائي پٺي سُوٽا پڙيا. پهرين دل ۾
آيو هوس ته ري سوڪلا ٻو، عورت ذات اکيان،
تماڪ پيئڻ سونهائي نٿو، پر سندس ترڊ ڪلاس ۾
چڙهڻ واري ڳالهه ياد ڪري، نٽائي ڇڏيائين.

ننڍي نيٽيءَ جو منهن اندر ورايو ٿي ٿي، سو هي
پيو دل ۾ چوي: آس لڳيس ٿي ڪانه ٿي چا؟- ڪيس
ٻلا اندرٿي تڪيءَ تانوڙيءَ ماندو پئي ڪبو! خير،
هن جي سوٽا پئي پڙيا ته دونهون مٺيرو چڙهندو،
آخر درين مان ٻاهر نڪرڻ لڳو. تڏهن ٿٽوليءَ
طور، وٺي ننڍيءَ نيٽيءَ کان پڇيائين: ڏکي ڪانه
ويٺي آهين؟ سچ جو ٻه، تنو ڪونه ٿو ستائينٿي؟

هن، منهن ٻاهر ٿي هوندي، ٿهڦه ورائي ڏنيس: سچ
ته نه، باقي اهو اوهان جو چروٽ، آهو سو اکيون
ٿو ڪڍي!

هن امالڪ چروٽ ڪري دريءَ کان ٻاهر اڇلايو.
چياڻينس: آءٌ پڪليس، معاف ڪجو.

ننڍي نينگريءَ هيءَ جا سڀهئي ڏنيس، تنهن تان جان تان چاهه نيس، ساڻس رهاڻ ڪريان، پر وري به هن جي ٿرڊ ڪلاس ۾ چڙهڻ پل ۾ وڌيس.

اتي ڪو گهوڙن ٽاپو ڪاڏو، سو چڪي اونڌي ٿي، اچي ننڍي نينگريءَ جي پلاند ۾ پيئي. پر هو مڙساڙو اچا آنيوئي ڪين، تنهن کان اڳ، هن وري آن کي ٽانئيڪو ڪري، ٺاهي رکيو.

هن ڏٺو جو هٽ به چڱا ڊولانٽا انس! هينئر هيڪاري دل گهريس ته ڪيئن ساڻس به-چار ڳالهيون ڪريان. پر انهيءَ ارادي سان، پاڻ جيتوڻيڪ سندس ٿورو به مڃيائين، ته به هن دوس ڪو نه ڏنس.

واٽ تي هڪڙي سائي ويءَ تي وڃي ننڍي نينگريءَ جي اک پيئي، سو پانئيائين ته ڪنڌ ورائي هن کان پڇان، ته ڪنهن جو آهي؟ پر اتي ٿي شڪجي، ڪٽي ماٺ ڪيائين. هن مڙساڙوءَ امالڪ سمجهي ورتس. تنهن جيتوڻيڪ پاٺمرادو پڌايس به، ته اهو ويءَ ڪالروٽ وارن جو آهي، ته به هن وري، حال، ساڻس گفتو ڪو نه ڪيو.

ڪن پلڪ ۾ رستي ور ڪاڏو، ۽ گاڏي به ڦري اتهين هلڻ لڳي، ته پريان وري هڪڙي سندر موري نظر آئي، جنهن جي وچ ڏاري هڪ نازنين اکيون ڀايو بيٺيي هئي.

هي مڙساڙو ڪو هن نازنين کي سچائندو هو، تنهن پريان ٿي هن کي ڪينڪار ڪئي. هن ننڍي نينگريءَ ڏٺو، جو هڪڙي کي ڏسي، ٻنهي جا چهرا ٻهار ٿي ٿيا! تڏهن مس، هن ننڍي نينگريءَ جي زبان ٻه ڪُلي- پڇيائينس: ڪير هئي؟

هن مڙساڙوءَ تہ اول وٺيي ڏانهنس نهاريو. دل ۾ چيائين: ڏاڏيءَ حوا جو لڄڻ، سنديس پوٽيون ڀلا ڪٿان ٿيون ڇڏين! پر وري بہ ڏٺيءَ جو شڪر بجاءِ آندائين، جو نيٺ هن جي زبان تہ آڪلي.

ننڍي نينگري سوال پڇيي، اندر ۾ ڏاڍو شرمائيي، سو وراڻيءَ لاءِ بہ ڪانہ ترسي، سنهن وري ڪٿي دريءَ کان ٻاهر ڪڍيائين. مڙساڙوءَ ٻڌايس تہ اها نازنين ڪالروت پاڻ هئي، تہ ٻہ هن رڳو ڪنڌ سان سندس شڪر ادائي ڪئي، ٻيو وات مان اکر ڪونہ ڪڍيائين.

پر هن پڇاڻا، مڙساڙو هڪڙي نہ ٻي ڳالهہ ساڻس ڪندو رهيو- چي، هي ڳس هن ڳوٺ ڏانهن ٿو وڃي، هو ڳس وڃي ٻيلي وٽ ڇيهہ ڪندو.

ننڍي نينگري هڪي ٻہ پئي، پر سياويڪ آهي، جو زبان تان هيڪر مهر لٿي، تہ پوءِ ماٺ مشڪل ٿي اچي. ننڍي نينگري تنهن هوندي بہ شڪبي پئي، پر هيل توٽي هن هيز سندس ڳهٽو پڇي ڇڏيو هو.

ڪنهن مهل مڙساڙوءَ کان پڇيائين: شهر تہ هي وڏو ڪونہ ٿو ڏسجي؟

هن ورندي ڏنيس: منجهس ...ءِ آدم رهي ٿو!
”سچ ا ڀلا اجا پنڌ ڪيترو ٿيندو؟“
”نه! اجهو هن ٽيلي مان ٻاهر نڪتاسين، ته... ڳوٺ ايندو. آتان پوءِ باقي اڌ ڪلاڪ مس لڳندوسين.“
”ڳوٺ به ڪي هتي هيڪاندا ٿا ڏسجن! ڪوهه-اڌ تي وسندڙ.“
”زمين هتي جي آهي ڀلي، تنهن ڪارڻ هي هنڌ سونَ جو ٽڪر ڪري ٿو ليکجي. آبادي نٿي ڏسين؟“
وري به ڪا ويرم ماٺ ٿي ويئي. نمڙي نيڻيءَ ته دريءَ کان ٻاهر منهن ڪڍي، ٻاهر جو ڇهڇٽو پئي ڏٺو، هن مڙساڙوءَ ڪي ماند ڪائي پئي ٿي. تڏهن رکي رکي، چيائينس: توکي اعتراض نه هجي، ته گاڏيءَ جون دريون کولي ڇڏيان؟ ائين جان تان هوا کي به اندر لنگهه ٿيندو.
هن ورندي ڏنيس: ڀل کولي ڇڏيو. آءٌ ٻاڻ پڳهر سڪائيندس.
بس، هين ڇڪي زور سان دريون کوليون، ته هن به پنهنجو ٽوپلو لاهي، ڪٽي پر ۾ رکيو.
مڙساڙو ڏري پيو! دل ۾ چيائين: نيٺ ڏرتتيءَ ڪک ڪيس. هيڪاري سندس ساٺو ري صورت ۾ موهڻي مورت ڏسي، مڙس جي دل ٽپا ڏيڻ لڳي. سينڌ صندل جيان طاق ٿي پئي هيس، ۾ پورين اکين مان هن جي پريم پئي ڇٽيو. وري ڏانهنس نهاري، وٺي جو هٿن مرڪيائين، ته باقي به جيڪا مڙساڙوءَ کي ڪنڌ ۾

ڪيلي هئي، سا هن جي نڪري وئي. هن ٻچاٽا
پاڻ ماٺهوني پيو ٿي پيو. ننڍي نيڻيءَ جي ڳلن ۾
ٻه ته اڻ لڪائتي لالاڻ ڏيکاري ڏني. هن ٻه سهي
ڪيو، جواني اڃا هينئر ٿي ڦٽيس، پر ڏک ٻه ڪي
ڏاڍا ڏٺا اٿس!

مڙساڙوءَ جي اک جيئن آتس پيئي، تيئن وري
آتان ٻاهري ڪاني ٿي، تنهن هن کي جان تان بي آرام
ڪري وڌو. مُنجهي پيئي ته ڇا ڪريان؟ تڏهن
هٻڪي هٻڪي، پڇيائينس: ”ٻڌو ٿم، ته هن شهر جي
چڪ ۾، پيلا ڏاڍا گهاٽا ٿا ٿين، سا ڳالهه برابر آهي؟

”هائو، شهرني چڪ ٻيلن جي ڏُن ۾ آهي.“

”تڏهن ته منجهس جهانگين جا گهر به ڳچ
جيترا هوندا؟“

”هتي رهڻ ني گهڻو ڪري جهانگي ٿا. آءٌ پاڻ
جهانگي آهيان. پر ڏسجي ٿو ته جهانگين لاءِ تنهنجي
دل گهڻو ٿي گهري. جهانگيءَ جي گهر ۾، تون
جيڪر پاڻ کي سکيو سمجهين؟“

آهو آءٌ ڪيئن چوان؟ مون ڪڏهن ڪنهن
جهانگيءَ جو گهر ڏٺوني ڪونهي. پر ٻانئيان ٿي،
ته ههڙي ايڪانت واري آستان ۾ جن جو گهر گهاٽ
هوندو، تن جو حياتيءَ جو دم ڏاڍو سکيو
نبرندو هوندو!“

ننڍي نينگيءَ جي چتر زبان ته هيڪاري هن مڙساڙوءَ کي مٺڙي وڌو. پاڻي پيو. ڳالهائي ٿي، چڻ عطر جي اوت ٿي اوتي.

پڇيائينس: تو ساري چمار جيڪس کنهن وڏي شهر ۾ ڪاٽي ٿي ڏسجي؟

ننڍي نينگيءَ ٻڌايس: آءٌ برلن جي ويٺل آهيان.

گاڏي تنهن وچ ۾ پيلي جو دنگ چڙي، اچي ڪا سڙڪ تي پيئي هئي، پر سڙڪ ۾ ڪڏون کوٻا کي آڻ ڳٽيا هئا، سو گاڏي پئي هيٺ مٿي ٿي. ننڍي نينگيءَ کي جي جهوٻا آيا، تنهن مڙساڙوءَ کان پڇيو: گهوڙا ٻتال ته ڪين ٿي ويا آهن؟ متان گاڏيءَ واري کي اک لڳي ويئي آهي؟

هن چيس: گهوڙا ٻتال ٿيڻ جا آهن ئي ڪين. ڏهاڙي ٻه پيرا ٿا سڙڪ تان اچن وڃن. گاڏيءَ وارو نه هجي، ته به واٽ پڌائي ڪين. سڙڪ جاچي ٿي اٿن.

اتي مڙساڙوءَ جي اک وڃي پريان کنهن گهوڙيسوار تي پيئي، جو گهوڙي کي ميدان ڪٽائيندو، سندن طرف پئي آيو. هن اکين ۾ کوٻا وجهي، ڏانهنس نهار ڪئي، ته آمالڪ سڃاتائينس، ۽ جڏهن هو ٻنهي گاڏيءَ جي پر وٽان اچي لنگهيو، تڏهن ڪينڪاري نياز ڪيائينس. هن به ڪينڪاري نياز ورايس.

پر گاڏي اڃا ڦيرو ڪانه ڪئي، ڪڇيءَ موريءَ تان لنگهي، پرار ٿي نڪتي، ته سندس پويون ڦيٿو ڦاٿو ۽ اٽڪي پيو. ۽ گهوڙا، گاڏي، گاڏيءَ وارو، گاڏيءَ سوار - سڀ ڏو هيٺ ڪڏي وڃي ڪِريا! ڪن پلڪ ته گاڏيءَ سوارن کي سڌ ئي ڪانه پئي ته ٿيو ڇا. گاڏيءَ واري جا سي نشانئي نِڪتي پيا. تنهن جڏهن گهوڙا گهوڙا ڪئي، تڏهن هنن به ڳالهه کي سمجهيو. گهوڙي ٽيٽري ۽ چيڙهيون پئي هڻيون.

هُن گهوڙيسوار کو سهورو رنگ پريان ڏسي ورتو، تنهن آتانئي موٽ ڪاڏي، ۽ موريءَ وٽ پهچي، گهوڙي تان لهي، گاڏيءَ واري کي آٿاري، ڇيائينس: مطلب ته تون اهڙا ڪَڏي چال ڇڏيندي ئي ڪانه! اڄ وري به شڪ نه آهي، جو ڪو پٽ - آڏو وڏيڪ چاڙهيو انئي؟

شولز ڏکيو پئي، ورندي ڏنائينس: سائين! آءٌ رُکو ننڍا ڪڙو هوس. پيو ساهمون سڄ ٿي اکيون ...

گهوڙيسوار سمجهيو، ته هي ننڍ جو رُکو مينهن ٿو ڪري، سو اشاري سان سندس روَ ڪئي، هن مڙساڙوءَ کان پڇيائين: هيلدار! اوهان ته سلامت آهيو؟

هيلدار ورندي ڏنس: آءٌ ته در ڪان آڇلجي، بنهه ڪڏ منجهه اچي پيو آهيان، ۽ ورن ديوتا جي جهول ۾ پيو لڏان - پر آلدينهوفر! هن نينگر کي ته ڏسجو، ڪا جهڙپ ته ڪانه آئي انس؟

ننڍي نيٽيءَ اندران ٺپي پڏا ٻن؛ سون کي ٻہ رکي ڪا ٽورڙي رهڙ آئي آهي- ڀهريائين تہ ڏهڪو ٻہ هوم، پر هينئر ڇاٽان پيئي جو بلڪل سلامت آهيان.

آلڊينهوفر، شولز کي هڪل ڪئي: وانڙو ٿيو بيٺو نهارين؟ سٽت وهٽن جو تنگ ۽ بالا تنگ چوڙي آجو ڪرين، نہ تہ هرو ڀرو ڳاڏي نہ ڇيتيون ڇيتيون ڪري ڇڏينئي!

ننڍي نيٽي ۽ هيلڊار تنهن وچ ۾ ڪڏ مان نڪري ٻاهر ٿيا هئا. ننڍي نيٽي ٻہ ٻاٽيءَ ۾ پڇي پٽ ٿي پيئي هئي. پر هيلڊار تہ سانگ ٻڌجي پيو هو، جو ڪوٽ ۽ پتلون پيئي ڇڪ ۾ چنڪرا ٿي پيا هئس.

هيلڊار ٻاهر ايندي ئي، اکيون ڪڍي، وٺي شولز ڏي نهاريو- ڇيائينس: بدمعاش، آءٌ توکي ڏسي وٺندس!

شولز ڪانئس بخشايو تہ ڪونہ، پاڻ شر ٿيو. چي: آءٌ ڏاڍو سرهو ٿيو آهيان. منهنجي آڏو ڦريا، تنهن جو هي بدلو مليو اٿو. منهنجي ستياناس اوهان ڪئي. سون جهڙي نوڪري نہ تہ منهنجي ڇو وڃي؟ منهنجيءَ مڳيديءَ کي ڏٺاري، سون کي پنهنجيءَ ٻانهن ڪان ٻہ اوهان ئي سڪائي ماريو!

هيلڊار هن جو چڙيو ڳالهائڻ ٻڌي، ٻاهر ٿي ويو. رڙ ڪري ڇيائينس: بدمعاش، زبان جهل، نہ تہ ٻچڙو ڪندوسانءِ! پوءِ ڏسان ڪير ٿو تنهنجو روادار پوي؟

تڏهن به هن ماٺ ڪانه ڪئي. پاڻ ڏند ڪڍي، ٻهي آنس کلڻ لڳو-چئي: سچ تان مرچ ڇو ٿا لڳنو؟ آءٌ ڪوڙ ٿو چوان ڇا؟

الدينهوڙ ڏٺو ته جهيڙو وڌي ٿو وڃي، تنهن گاڏيءَ واري کي سهم ڏني-چيائينس: هتان ڀرونڙي مان وڃي ٻن-چئن ماڻهن کي سڏي آءُ، گاڏي ته ڪڏ مان ٻاهر ڪڍاءِ.

ٻه هيلدار ڇهڪ کٽي، هن ڏي رخ رکيو-چئي: وڃي پوءِ اول آءٌ ته ٽيڻ ميڻ لاهيانس.

الدينهوڙ پاڻ جهڙي سڪر ماڻهوءَ کي پيو ڪيئن شرمائي؟ اشارو ڪيائين: عورت ذات جي پيٺي، هيءَ هلت سونهي ٿي؟

ننڍي نينٽيءَ ته سمجهيو ئي ڪونه ٿي، ته هيلدار ۽ شولز پاڻ ۾ آنٽيا ڇو؟ سو وانڙن وانگر ٻئي ٻنهي ڏانهن نهاريائين.

هيلدار کي الدينهوڙ جي ڳالهه دل سان لڳي آئي، تنهن شرم کي پرچائڻ لاءِ زور سان ونئي ڪليو، جيتوڻيڪ پيشانيءَ تي گهنڊ اجا ڇڏو ٻئي ڏنس.

شولز ته ڪوٺ ڏانهن رخ رکيو، پر هيلدار منجهي پيو-چيائين: آءٌ هن حال سان شهر ۾ ڪيئن وڃان؟

الدينهوڙ ورندي ڏنيس: منهنجي گهوڙي تي چڙهي، ٻاغن وارو رستو ڏيئي، هليا وڃو. ٻاغن ۾ هينئر ڀير به ڪانه هوندي.

”او هان پاڻ تڏهن سبز محل ڏي پنڌ ويندؤ ڪيئن؟“

”هائو ويس ته اوڏانهن ئي؛ پر هينئر، جيستائين شولز ڳولڙي مان ماڻهو وٺي اچي، تيستائين ته هتي گاڏيءَ جو راکو ئي ٿو بيهان.“

”تڏهن گهوڙو سوٽائي هيڏانهن ئي موڪلي ڏيانوَ؟“

”نڪو. ضرور ڪونهي. جاءِ تي ئي ڪري ڇڏجوس.“

آلدينهوفر، هيلدار ڪان چمار ۾ وڏيرڙو پئي ڏٺو. شڪل شبيهه ۾ هين جي، هُن ڪان وڌيڪ شاندار ۽ سلوٽي هئي؛ توڙي سندس مهاندن مان پڌرو هو، ته مڙس پڪي ارادي وارو، ۽ زيرڪ ۽ هڪڙو ئي آهي. چلولائيءَ ۽ هلڪائيءَ مان جائي ئي ڪين. اکين مان ڏَيا پڌري پئي بکيس. نراڙ ۽ نڪ، وات ۽ ڪاڏي ڊولائتي هيس. ننڍي نينگريءَ هڪ نهار سان پنهي جو اندازو وٺي ڇڏيو.

تنهن وچ ۾ هيلدار چيو: ڏسان ته سهي، ڇـڪي بچي ويئي آهي؟ تنهن ڪي ننڍي نينگريءَ تاڪيد ڪيو: اڳو- پوءِ منهنجو ڏوهلو به ڏسجو! پر هن گاڏيءَ ۾ اندر وڃي نهار ڪئي، ته پتو پيس، جو نينگر جي ڏراڪ ۽ هـرڙي سـا سلامت هئي، باقي ٽوهلو ۽ ڇڪي، ڪڏ جي مٿري پاڻيءَ ۾ پئي ٺڙ ٿيا.

پاهر اچي ڇڪيءَ تان ارمان ڪاڏائين: ڇي، ڪٿان ڪري ڪنئي هيم! ننڍي نينگريءَ ڪي به پنهنجي ڏوهلي جو ڏاڍو ويچار ٿيو، پر وات مان ڪجهه ڪڇيائين ڪين.

هيلدار پوءِ ننڍي نيٽيءَ ۽ آلڊينهوفر کان موڪلائي، گهوڙي تي چڙهيو ٿي، ته وري کا غيرت آيس، سو ننڍي نيٽيءَ وٽ آچي، پڇيائينس: هتي شهر ۾ تون ڪيترا ڏينهن رهندينءَ؟

هن ورندي ڏنيس: ڏهه - پندرهن هفتا ٽڪيس، ته وڏو چيهه!

هيلدار جي اکين ۾ جوت جهلڪو ڏنو.

هيلدار گهوڙي تي لانگ ورائي روانو ٿيو، ته شولز پهريائين کوٺاٽا وٺي اچي سهڙيو. گاڏيءَ کي ته چڪي ٻاهر ڪڍيائون، پر ساڄي پاسي وارو پٺيون ڦيٿو ٽٽي چٽ ٿي ويو هو. شولز مُنجهي پيو ته ڇا ڪريان؟ آلڊينهوفر چيس: ڪنهن کان ڪري ڦيٿو آڌارو وٺ.

تنهن کي ورائي ڏنائين: پر سائين! ٽپال ۾ جا دير پوندي. ٽپال ماستر ته الاجي ڇا سمجهندو؟

آلڊينهوفر چيس: ٽپال ماستر کي آءٌ ٿو وڃي سڌ ڏيان. تون سگهو وڃي ڦيٿي جو بيلو پيٽي ڪر.

ننڍي نيٽي هيءَ سڀ ويل مات ڪيو بيٺي هئي. آلڊينهوفر هينئر ڏانهنس مهڙ ڪري، کيس چيو: ڦيٿي پوڻ ۾ جان تان ويرم لڳندي. تنهن ۾ تون لاچار اتي ئي بيٺي رهه.

ننڍي نيٽيءَ ٺهه ٺهه ورائي ڏنيس: آءٌ ترسان ڪانه ٿي. آءٌ ٻه اوهان سان ئي گڏ ٿي هلان. اوهان کي اتڪ ته ڪانه ٿيندي؟

آلدينهوفر سرڪي ڏنو. دل ۾ سوچيائين، اڪيلو
پڙائين ڪونہ ڇا، تہ آءٌ سبز محل ڏي ٿو وڃان؟
وري چيائين: مٿان هيءَ سمجهندي هجي تہ سبز محل
بہ انهي ئي سڙڪ تي آهي. پر دل-من گهٽي ويڙم
ڪونہ هڻائين - چيائينس: تڏهن آءٌ تہ پلا پاڻ بہ
ڪُڙي ڪٿون.

ڏينهن هيٺر ٿڪاوَ تي هو. سورج بنهہ اکيون
ٿي ڪڍيون. ننڊيءَ نيٺيءَ ان ڪارڻ روسال ڪڍي
ڪري ٻٽي ڪي پڙو.

آلدينهوفر پڇيس: سچ توکي جيڪس ڪانهي ٿو؟
هن چيس: آئت برابر آهي. پر مون کي وٺي پيئي.
آلدينهوفر تہ پرس ۾ پئي ڏانهنس نهاريو، تہ پڙايائينس
چو؟ چي، ورهين ڪان پوءِ، اڄ مس وار ملي اٿم،
جو هيٺن آجي ٿي آهيان. ورهين لاڪون، پکي جيئن
پڃري ۾ بند پيئي هيس.

آلدينهوفر چيس: تنهنجو گهرگهاٽ تڏهين جيڪس
شهر ۾ ٿو ڏسجي؟
هن ورندي ڏنيس: آءٌ برلن جي ويٺل آهيان.

آلدينهوفر چيس: وڏن شهرن ۾ جايون پلا هڪيهٺي
ماڙ ڪٽيون پيون آهن، سو هوا ۽ روشني ڪا منجهن
خير ٿي ٿئي. پيو ماڙيءَ مٿان ماڙي، آسمان بہ نظر
گهٽو اچي ئي ڪونہ. منهنجا ماڻٽ بہ برلن ۾ ٿا
رهن - پاڻ پيئي تڏهن ڪولائي آهيون!

ننڍي نينگر تنهن تي ولي تپرس وچون ڏانهنس نهاريو. هن چيس: توکي جيڪس تپرس ٿو لڳي، تہ جو ماڻهو شهر ۾ پليو نپنو، تنهن جهنگ ۾ ڪيئن اچي وسايو؟ پر زماني جي ڪنهن دور ڪري، سون تي هيڪر ڪڪر ڪارونڀار ڇانئجي ويو. ان ويل ٻيلي سون سان ڏاڍي ٻيلهپ ڪئي. تڏهانڪر آءٌ به منجهس ٿاڻي پيتيي ٿي ويٺو آهيان.

ننڍي نينگر پڇايس: سون کي به بت سان اچي پيٺي لڳي، تڏهن آب هوا جي سانگي هيڏانهن لنگهي آئي آهيان.

الڊينهوفر تنهن کان وٺي چوڻي تائين کيس تپاسي ويو- پڇيائينس: تڏهن طبيعت تنهنجي ٺيڪ ٺاڪ نٿي ڏسجي.

هن ورندي ڏنيس: نہ. هتي جي پورهيي بت جيڪي سو جهوري وڌو اٿم. آبهوا جي سانگي، وچان تہ جيڪر ڪنهن ٠٠٠ پر ٠٠٠ ڳالهہ پوري ڪانہ ڪيائين. هيڪي پئي. جيڪس اندر واري پل وڌيس تہ ائين اوڏو ماڻهوءَ کي پنهنجو پيٽ نہ ڏي. اها گهرَ جي اوگهڙ ٿيندي.

الڊينهوفر آمالڪ سهي ڪيو، تہ هيءَ هيڪي چوڻي، سو پاڻمرادو ڳالهہ کي ڪٿي پيو وَرُ ڏياريائين. پڇيائينس: تڏهن هتي تنهنجي گهٽي جاڻ پڇاڻ ڪانہ هوندي؟

هن آئر ڏنس: نه. جيتوڻيڪ منهنجي اسا جيجل جائي نهئي هتي هئي. هينئر به منهنجي ماسي ۽ ماسات هتي رهن ٿيون. آءُ وڃي انهن وٽ ٽڪنديس.

اُئين ڳالهيون ڪندا، پيئي نيٺ اچي شهر کي قابو پيا.

اتي ننڍي نينيءَ پڇيس: ٽپال آفيس ڪهڙي پاسي آهي؟

هن چڱي مڙس پريان جاءِ ڏيکاري چيس: تڏهن سٽيلر جن تنهنجا مائٽ ٿين؟

هن ٻڌايس: هائو. پر اوهان کين سڃاڻو ٿا؟

چي: هن شهر ۾ سڃاڻپ وقت وٺي ٿي ڪانه. شهر وڏو ڪونهي، جشن جلسي تي سڀ اچيو ڪٺا ٿيون. پوءِ ٿوري- گهڻي ڏهاڙين، هڪٻئي سان جاڻ پڇاڻ ٿيو وڃئون.

نيٺ ٽپال آفيس به آئي. آتي هن لائقن پڇي مڙساڻڙوءَ ڪيڻڪاري ڪانئس موڪلايو، ۽ هيءَ ننڍي نيني به وک پري، اچي آفيس جي در وٽ پهتي.

---

ننڍي نينهنءَ، ڏڪي ڏڪي در کڙڪايو، ته هڪڙيءَ ٻڍڙيءَ در جو طاق پٽي، پڇيس: ڇوڪري، ڪهڙي ڇا؟ پر هيءَ اهڙو ڪجهه ڇهڙي پٽ. ويچاري دهلجي ويئي. ٻڍڙيءَ چيس: مگر پيا اٿيئي ڪيئن؟ ڇوڪري، آهين ڪن سندي؟ تڏهن، ڇپ پيا ڏڏنس، ٻڌايائينس، ماسي آءٌ رڻ آهيان.

ٻڍڙيءَ تنهن تان ولي منهن گهنجايو، ۽ هٿ چنڊي، ڪنڌ کي اچلڪو ڏيئي، چيائينس: سا تون اڇي ويئينءَ! پيٽين جي چٽي مون کي پهتي ته هئي، پر مون ورندي ڪانہ ڏنيمانس- جو منهنجي ورهين ڪان اوهان سان پاڇيءَ واٽ بہ ڪانهي. پيو بہ ڇم جاهہ سوڙ هي ۽ اسان جو هڏ پورو- اسان ڪان تنهنجي دڙد ڪٺان ڪنٽي ٿيندي؟ ماٺهين جيڪي پار هلي، تنهنڪري آءٌ ته جيڪر تنهنجو منهن بہ نہ ڏسان! پوءِ تون الاجي اسان وٽ لنگهي ڪيئن آئينءَ؟

ماسيس جا پريندي ئي هھڙي رُکي آءٌ پاءٌ ڪيس، تنهن تان رڻُ جو منهن ورن ورن ٿي ويو. هن جا ڇيهہ ئي ڇڄي پيا! زبان سان اکر اڪلس ڪونہ ٿي- پر جيئن تيئن ڪري، هٻڪي هڪي، ماسيءَ کي چيائين: داديءَ کي سڌ ئي ڪانہ هئي، تہ تون ڪا اسان کي مٽي پچالا بہ پيٺي پٽيندي هوندينءَ؟

هونئن جيڪر مون کي هيڏانهن ڪڍي ني ها ڪين.
پر ماسي، امان جيجل تنهنجي کهڙي ڀلي ماري، جو
تون آهو ساڙ اچا سانديندي اچين؟ ماڻهن جو چيو
موٽائي، بابي سرگيءَ سان جي پلاءُ پڏائين، ته آنهيءَ
جي گنهگاري جيئري به ڪاڻ ڪڍي ويئي؟

اتي پر واري صفي مان آواز آيو: رٿ پينري،
تون ڀلي آئينءَ، نچ آئينءَ! امان جو چيو متان دل ۾
ڪندين آهين! ڳالهائڻ اصل اهڙو انس، پر دل جي
بچڙي ڪاڻ اٿيئي!

تڏهن ڪا وڃي رٿ جي دل پڙي، ۽ امالڪ
پاڪر پائي، وڃي پنهنجيءَ ماسات الائيس کي گڏي.

ماساتيس پوءِ سندس وارن کي نهاري، اچرج
ڏيکاريو: چي، ههڙا سونهري وار! پر ماسيس وري
منجهانئس ٻي وِڏَ ڪڍي. ڏيءَ کي ٿي چئي: نه
ڏوپي نه چڪئي، آئي ڪيئن بيگانن وانگر آهي! ماٺهو
ڇا چوندا؟ اسان جي ڪين گهمتائي ٿيندي؟

الائيس ڏٺو، امان چوي سچ ٿي - سو پڇيائينس:
چوڪر، ٿيشن تان پيرين پنڌ آئينءَ ڇا؟

ماساتيس جي ڳالهائڻ ۾ ٻه هينئر ذراڪ رنجش
معلوم ٿيس. هيڪاري جو هن پنهنجو ڪلٽو منهن
وٽي گهنجايو، تنهن تان هيءَ وري به ٿي بتلي،
پر پاڻ سنياري، پڏايائينس: واٽ تي گاڏي وڃي ڪڏ
۾ ڪري، ۽...

ماسيس ۽ ماساتيس تنهن تي رڙ ڪري پڇيس: پوءِ!
"منهنجي ٽرنڪ ۽ ٻيو سامان گاڏيءَ ۾ ٺي آهي.
هيڏانهن آءُ آلڊينهوفر سان گڏجي آيس."

آلڊينهوفر جو نالو ٻڌي، ماءُ ۽ ڌيءُ ڪي تنهان ٺي
وڏيڪ اچرج لڳو-ڇي، هيڏانهن تون آلڊينهوفر
سان گڏ آئينءَ؟

هن تڪڙ ۾ سربستي ڳالهه ڪري ٻڌاين، پر وري
جو هيلڊار جو ٻه نالو ورتائين، تنهن تان ڌيءُ ڪي
ٽي ماءُ چوي: ٻڙي! ڏس ته سهي. پهريندي ٺـي
وڏ وڏيرن سان ههڙو ٻيچ! چگي ٻاگن ٻري چٺبي!
پر رت جي ٽرنڪ شولز آئي پهتي ڪئي، ته وري
انهيءَ تان هن ٻڍڙيءَ جي تن تن هلي: چي، ٻاڻ
سان وڳو ٻه هڪڙو آندو اٿيئي؟ اندر ٻاهر نڪرندينءَ،
سمهندينءَ ته ڍ ڪيندينءَ ڇا؟ ڌيءَ تنهن تي ماءُ کي
سمجهايو، امان، انهيءَ جي توکي گهٽي کهڙي لڳي
آهي؟ انهيءَ کي ڏـي وٺبو. تڏهن مس ٻڍڙيءَ جي
جهڙ جهڙ بند ٿي. رت کي چيائين: چگو، آئي آهين
ته موٽائي کهڙو ڪيانءِ، رهي پوءِ ـ نه ته هروڀرو
ماٺهو اسان جي گلا ڪندا.

ماساتيس پڇيس: ٻينري، هڏ ۾ ويچار کهڙو اٿيئي؟

ورندي ڏنائينس: ڪند اونڌي سان، سڀ جو
ڪم گهڻو ڪيو اٿم، تنهن ڇاتي جهوري ڇڏي اٿم.
سڀي مان چار ڏوڪڙ ڪمايان، تڏهن منهنجو قوت
گذران ٿئي. آءُ ٻاڻ ته جيڪر پوءِ ٻه ڪم ڇڏي،

هيڏانهن ڪين اچان ها، پر داديءَ کي داختر چيو، ته هيءَ مرض کي اتي ئي نه پَڪڙيندي، ته حياتيءَ تان به آهو کٽي ڇڏي! ڏَس ڏنائين ته هوا ۾ ڪانئر جو ڪيرئي وري بت بود ۾ آئيندمس — سو داديءَ منهنجا تن پڻ تپائي ڏنا، تڏهن لاچار......

اتي ماسيس وري گهٽيس — چي، پاڻ سان ڪو پئسو ڏوڪڙ آندو اٿيئي، ڪين آئي به هٿين خالي آهين؟

رت جو منهن ڳاڙهو لال ٿي ويو، پر هن کي کهڙو وراڻ ڏئي؟ پلا، هن ڏاريءَ ڏيهه آڌاريءَ سان اچي ڪم پيس — چيائينس: ماسي، داديءَ مون کي ڏوڪڙ ڏيئي ڇڏيا آهن. وري به ڪوڪپ پيو، ته چيو اٿس، تـه گهرائي وٺجانءِ.

هن جو هر هر دادي دادي پئي ڪئي، تنهن تان ماساتيس پڇيس: اها دادي تنهنجي ٿئي ڪير؟

رت ٻڌايس: اها دادي نـه هجيم، تـه آءٌ جيڪر جيان ئي ڪين. امان جيجل جون سڪون اها ئي لاهيم. منهنجو پارڪَنڊ ٿيو ويئي آهي.

الائيس: متان اها تنهنجي ماٽي جي ڀيڻ آهي؟ ٺهيو ٺهيو، مون سمجهيو.

رت: الم ماٽي جي، پر سڳين جي ساڻس ڄاڻ ڪانهي.

ماسيس جي وري زبان هلي — ڌيءَ کي ٻڌايائين: اها ڇوري به، ماٽيلي پٽس جي ماٽيلي ڌيءَ ٿئي. مـَرايا کي بابي ۽ امان ڏاڍي سـڪبي گهر ۾ ٿي ڪيو، پر هن جي وڃڻ کا ردولف والدن سان دل ڦاٽي. بابي - امان

گهٽيءَ واسطا وڌس، ٻڌايائونس: هين کي پاڻ اُتي
جي وسعت ڪانہ ٿِهي- هنَن گهر ۾ منگوچا وجهي
ماڻيندينءَ. تنهن ڌاران اها مائٽيپي ٿيندي، تہ اڳلي
جون جيڪي چار ڪوڏيون اسان تي قرض آهن،
تن لاءِ بہ چڪ ڪانہ وجهندوسين- پر نياڻيءَ هوڏ
ڪانہ ڇڏي، تہ ڪانہ ڇڏي. بابي امان بہ تتي هينئين ڪو
آبتو پاراتو ڏنس، سو رت پاڻيان ٿي اچا ڇائي مس
هٿي، تہ پٽس کي اوچتو جهانوءَ جهٽي نيو! مرايا کي
پوءِ ڪير پڇي، ڪير ڳاڇي؟ نيٺ گوبرٽ جي ڦند
۾ ڦاسي ويئي، ۽ سڪٽيءَ ويسيءَ ڪاتر، آنهيءَ سان
ڪٽي پلؤ ٻڌائين. پر آنهيءَ حياتي ورهيہ ڪري ڏنيس.
پاڻ پاڻيان ٿي تہ ان پڇاڻا ورهيہ-اڌ مس ڪڍيائين.
ماسيس ڳالهايو ٿي، جنهن سر واهي ڳالهہ ٿي ڪيائين.
رت ۽ لانيس کي الاجي ڇا پئي ٿيو!

ماءُ کان ڏيءَ پڇيو: تو وري ماسيءَ جو منهن
بہ ڪونہ ڏٺو؟

ماءُ ڏيءَ کي ورندي ڏني: ڇوڪري ڇوين
ڇا ٿي؟ هوءَ اسان سان ابدو ڪري ويئي،
پوءِ اسان وري ساڻس ڪاهي لاءِ ڳنڍيون؟

ڏيءَ: تڏهن ڀلا توکي سڏ پيئي ڪيئن؟

ماءُ: هن ڇوريءَ گوبرٽ جي بہ ماڻيلي ڏيءَ،
مون کي سارو سير پار ڏنو. مرايا جي مٺي پڇاڻا
لڪي مڪائينم، تہ رت کي پاڻ وٽ تون رهاءِ. ڇي،
هن جو اچا نيپاج گهرجي.

ڏيءُ: پوءِ، تو سنديس ڳالهه ٻڌي ئي ڪانه؟

ماءُ: آءٌ ٿي چوان، اڄ ڇنڇو ته ڪونه لڳو اٿيئي؟ رت ڪي آءٌ وري پاڻ وٽ ڪيئن رهايان ها؟ بابي-امان گذر ڪيو ته اهي ئي قرض جا ڪوٽ ڇڏي ويا. جي ڪاشيءَ ڪروٽ ڪاٿي، جيئن تيئن ڪري اسان لاٿا، جو مرڳو اسان جو ئي گهر ڏترجي ويو! پوءِ آءٌ وري نئون گهٽنگهٽرُ ڳچيءَ ۾ ڪيئن وجهان ها؟

ڏيئس ماسات کي ڀاڪر پاتي، وٺي چيو: صدقي وڃانس! سمجهان ٿي، ٻُڌي، ڏاڍا ڪي ڏک ڏٺا اٿيئي!

رت کي اکين ۾ پاڻي تري آيو، ۽ ٿڌو ساهه ڀري، چيائينس: ڏکُ سور جيڻ لڳا مون کي داديءَ وڏي ڪانه- مون تان ٻلهار ٿي ويندي هئي. اڄ ٻه اکين ۾ نور ڪيو سمجهيم-سچ ٿي چوان، انهيءَ جو آٿت نه هجيم، ته آءٌ جيڪر جيان ئي ڪين.

الائيس: اها پرگهور امان کي لهڻ ڪپندي هئي. پر ٺهيو، ٿي سا ٿي. هاڻ ڀلا ٻڌائينم، چار اکر ڪي پيٽ ۾ وڌا اٿيئي، ڪين نه؟ چو ته هتي وارن سان جا هلي ڏيٺ ويٺ ڪرائينديسانءِ، ته تو ۾ ٻه ڪو ته ڪيرُ هڻڻ ڪيي.

پر رت ورندي ڏيئس نسي ڏنيس، وچ ۾ ماٽس ٻوڪ ڇڏيو: ٻچيس ڇا ٿيي؟ چار اکر هن جي پيٽ ۾ ڪٿان پيا؟ سنڌ اٿيئي ته ماڻي جو ٻٽس ڪرت کهڙي ڪندو آهي؟ ٻيو جو دڪان اٿس، جنهن

۾ سهنج صبوح، ڳاڏيءَ وارا ۽ ڪمي ڪاسبي بيٺا ئي آهن. پيو ٻه هوءَ چوري، جنهن کي مٽي تي هيڏا مُچا ڳاڙهن وارن جا، نه منجهس ڊول نه شول، سچو ڏينهن پيئي ماڻي جي پيءُ جي بيلداري ڪمائي، تنهن هن کي ڪهڙو ڪر سيڪاريو هوندو!

رت جي سڄي ڏرن پئي ڏکي – هٿ ٻڌي، پيڙيءَ کي واڪو ڪري چيائين: ماسي! سون سان جيڪا جٽ ڪرٽي هجيئي، سا بلاشڪ ڪر، پر الله ڪارڻ، دادي‌ءَ نانءَ ائين آترڏو نه ڳالهاءِ! توکي سڌ ڪانهي، پر هن جي دل ڏرُ ناسفتو اٿيئي. سو منهنجي پڌندي، متان ڪو هَن سَون ورنيءَ دل واريءَ جي حق ۾، گٿو حرف ڪڍندي آهين.

ڏيءَ ٻه ماءُ کي منت ڪئي: تون ويچاريءَ ٻار کي اهي وڍ نه وجهه. هن چاتيءَ چنل ڪسي پل هڪڙي اهڙي جيوَ جو ته ڏڍ هجي!

ماساتيس پوءِ چيس: هل ته پاڻ هلي مٿي ماڙيءَ منجهه رهون – ماڙيءَ ۾ درين تي گلن جون چڪيون رکيون هيون. گل منجهن ٽڙيا پئي. رت گل ڏٺا، ته سندس منهن ۾ گل جيان ٽڙڻ لڳو. ماساتيس چيس: گل ڏاڍا ڪي وڻني ٿا! هن ٻڌايس: منهنجي گلن سان ڏاڍي دل آهي.

الائيس: تڏهن ته پاڻ چڱو. آئينده هنن چڪين جي سنڀال تون ئي ڪج.

رت: مون کي پاڻ وندر ٿيندي.

الائيس: هائو، هاڻ دريءَ مان نهار ته ٻي ڳالهه
ٻڌايانءِ — سمهون هوءَ ڇڄهري ڏسين ٿي؟ هيلمار انهيءَ
۾ رهندو اٿئي. جاءِ کهڙي نه عاليشان آهي!

رٿ جاءِ ڏي نهاري، الاجي کهڙيون ڳالهيون
ياد پئي کيون، ته ماساتيس اتي ٿي ٻيءَ کوٺيءَ جو
در کولي، سڏي چيس: ڪيئن ٿي ڀائنين؟ هنيءَ
کوٺي رونق واري آهي نه؟

رٿ: واه! پر هن ۾ رهي ڪير؟

الائيس: اءُ توسان ڳالهه ڪَن سَن ۾ ٿي ڪريان.
تون ڪنهن کي پيٽ نه ڏجانءِ — هيٺ ٽپال ماستر
ڏٺءِ نه؟ منهنجو سائٽيءَ سوٽ ٿئي. ڀائنيان ٿي،
اڳي — پوءِ پاڻ اوَس منهنجو سڱ ڇڪيندو. پوءِ اسان
گهوٽ-ڪنوار ٻيئي هن ڪمري ۾ ٽڪنداسين!

رٿ: تيتر کوٺيون خالي پيون هونديون؟

الائيس: هائو، اڳ جو سٽو وري ٻه ڇڳو آهي. اءُ
هينئر نندڙي ڪاٺ آهيان، جو اهي اڳ ٻا اونا نه رکان.
تنهنجي وهيءَ ۾ اهڙي اونَ جيڪس نه ٻه سونهي. پر مون
توکي هن ڳالهه جي لَٽَ هن ڪري ٻه وڌي، ته توکي
سمجهايان، ته امان توسان هيئن ڪونسي ڇو پيئي. هونءَ
جيڪر ڪنهن کي ڪو انت ڏجي؟ امان کي ڊپ ٿو
لڳي، ته متان تنهنجي ڪري اها مائٽي ٻنهه ٿئي ٿي نه!

رٿ کي تنهن تان جيڪي سو مليان لڳي. منهن
ڳاڙهو لال ٿي ويس.

ماساتيس سهي ڪيو- چيائينس: آءٌ سمجهان ٿي،
توکي دل ۾ ڏنو ٿئي. پر تون ڀاڻ منهنجو ڏورو مڃ،
جو آءٌ توسان لڪ چڇپ ڪانه ٿي ڪريان. پڌ، تون
اڃا ٻارڙي ڇڏيينءَ. آءٌ ڏهن ورهين جي ٻکي جوان
آهيان. منهنجي دل ۾ ڇا پيو وهي واپري، تنهن جي
توکي لڪ خبر ڪا پوندي- اسان جو هڏ پريل
ڪونهي. بابي مئي پڇاڙيءَ، سرڪار مان پينشن مليئون،
سا اسان ٻن جيون کي سو تي پو تي مس ٿئي. سو، جي
هي سڏو نه بيٺو، ته ڀائئين ٿي ته اسان کي ڪيڏي نه
پيجاري اچي ويندي! اسان کي ٻه انهيءَ ٿي ڳالهه ٿي
منجهايو، ته متان تنهنجي آئي، مائٽيءَ ۾ پنگ......
پر رت ڳالهه پوري ڪرڻ ڪانه ڏنيس- وچ ۾ ئي
ٻڏايائينس: ڪڏهن به نه!

الائيس چيس: آهو آءٌ سمجهان ٿي. منهنجي سوٽ
جي دل به ترڪٽي ڪانهي. تڏهن به ڀڪائيءَ سانگي،
مون تنهنجو ڪن ڪڙو ڪري ڇڏيو. هتي رهه ڪر،
ته سڌ پوئيئي، جو اسان جو گذر ڪيئن پيو ٿئي- ساهيڙي
سڏَ، آئي ويئي، هِنَ سان هُنَ سان ڀاچيءَ واٽ.
پوءِ شانيءَ شريڪ سان جو سهبو مرڪبو، ته جيڪي سو
هڏ به گسائبو: نڪ کي سُرُ ته ڪانه لائبي! وري
جو ڪن خاندان سان دعا سلام جو رستو ٿيو، ته
انهيءَ جي به، ڪوئي سوئي، پيئي سرانجامي ڪجي.
هاڻ ڀائيان ٿي ته ڳالهه کي سمجهيو هوندءِ، ته اسان
هيئن توسان چيپ ڇو پئي پيئي- ٻي هڪڙي سنڀال

ڪج. متان ڪڏهن ٻه، ڪنهن ڪسي ٻاٻي ٻلا ئي، پنهنجي يا اسان جي گهر جو حال ٻڌايو اٿيئي. ماڻهو ڏاڍا ڦينهڙ ٿا ٿين. پيا وچ ڦولهائيندا. تنهن ۾ ڏسين ٿي، اسان الاجي ڪيئن پيا هلون. متان اسان جي لوڏ لاهي ڇڏين - شاباس! ڏاهي ٿيءُ.

ماماتيس پوءِ گهڻي مهل ڪان ترسي. رت ڪسي چيائين: تون هينئر ڪين ليٽي، ٿنگون ساهه چانهه تيار ٿئي، ته آءٌ توکي سڏي ٿي وٺان.

الائيس پٽ ڏني، ته رت جي دل ماٺ ۾ دادي ءَ کي سنڀاري، پرجي آئي. پر ڏاڍن جتنن سان پاڻ جهلي، اچي دريءَ وٽ ويٺي، ۽ ڪنڌ ٻاهر ڪڍي هيڏي هوڏي نهارڻ لڳي.

پريان جنهن جاءِ ۾ هيلداڙ رهيو ٿي، آهجاڻن مان سهي ڪيائين، ساڳي ٻاٻي سرڳيءَ واري جڳهه ٿي ڏسجي. جنهن کوٺيءَ ۾ پاڻ ويٺي هئي، تنهن نانءَ، چاتائين ٿي، ته امان جيجل جيڪس هتي ئي رهندي هئي، ۽ ٻاٻي سان ٻه هتان ئي بيهي، نينهن ڀريا نيااٻا ڏنا ورتا هوندائين - دل جو دل ۾ چيائين: منهنجي مٺي امڙ! آءٌ تنهنجون ڳالهيون ڪيئن نه ياد ڪريان؟ مٺا ابا! آءٌ توکي اڄ ڪيئن نه ساريان؟

اتي سامهون ٻي هڪڙي ماڙي هئي، تنهن مان هڪڙي قداور مڙس تي وڃي نهار پيس، جو پنهنجيءَ دريءَ منجهان ٽپال آفيس تي اکيون کپايو ويٺو هو. هيءَ پاڻ ڪان ٻچڻ لڳي: هي سوڻ چڱو ٿيو، ٻجڙو

ٿيو؟ پر وري ان جو گهڻو ويچار ڪو نه ڪيائين.
ايترو سوچيائين: ڏاڏيءَ جو روح مون کي هتي به
رکي ويندو. ڏاڏيءَ جي آتما مون سان ڦرندي وتي!
پوءِ ته کٽ تي وڃي ليٽي، ۽ اکيون پوريائين ته
ننڊ ڪجي ويس. ڪي مهلون سمهي پيئي هئي. سج
ڏونگر ۾ لڪو ٿي، تنهن ويل، پر ۾ ڪو هيٺان
نانواڻي رهندو هو، تنهن زور سان وٺي ڇيو: جناب
هيلڊار صاحب! سلام ٿئي. تڏهن انهيءَ آواز تي مس
هن جي اک پٽي. هيءَ ڇرڪ ماري اٿي، ۽ آمالڪ
وڃي دريءَ وٽ بيٺي. ڏٺائين ته هيلڊار سلام ورائي،
ماسيس جي جاءِ کي هيٺ سڌي چٽائي پٽي نهاريو.
هيءَ وري دريءَ وٽ ترسي ڪا نه. اکين تي ڇنڊا
وجهي، منهن ويٺي آگهيائين، ته الائيس به ٽپ ٽپ
ڪندي، مٿي چڙهي آئي. چيائينس: ڏاڏي ڪا ٽڪل
هئينءَ؟ آءٌ به هي ٿيون لڳو نه آئي آهيان. هاڻ هيٺ هل.
بک لڳي هوندئي. ڪجهه پيٽ ۾ ته وجهه.

رت: نڪو، بک ته ڪانه اٿم، باقي ننڊ سا گهاٽي
ڪجي ويئي هيم — سپنو پئي لڌم...

الائيس: ايندي ٿي سپنو لڌءِ؟ جاءِ مٽ ڪري،
ماڻي سپنو لهجي، ته چون، ويهه ويهسوا لڳي اچي.
پر ڀلا، سپني ۾ ڏٺءِ ڇا؟

رت: سپني جو آنڊ منڊ ته ياد ٿي نٿو پوي. باقي
پاڻيان ٿي ته هن جاءِ منجهان هڪڙي ڇڪيا نڪتي ٿي،

جنهن تي هار چڙهيا پيا هئا، ۽ منجهس بابي جو لاش پيو هوا آءٌ ڪوڙها ڳاڙيندي، ڪانئس سان سٽ پٽي ويس، ته ڪفن جو طاق ڪلي پيو، ۽ بابي سرڪيءَ ڪنهن قداور مڙس ڏانهن اشارو ڪري، مون کي پٽي چيو "بابا ڏيءَ! هيڏي نهار". مون کي ڀرين سڏ ئي ڪانه ٿي پيئي. نيٺ منهنجي آنهيءَ ماٿهوءَ تي نظر پيئي، ۽ آءٌ ڏانهنس وڌيس، ته هن به مون کي ڀاڪر ۾ جهلي، ڪٽي ڇاتيءَ سان لڳايو. هن جي ڀريم وچون، مون ڪان بابي جو ڪفن دفن به وسري ويو، اتي اوچتو هيئان آواز ٿيو، تنهن تي آءٌ جاڳي پيس- پر اهو قداور مڙس ڪير هو؟ تنهن جو آهڃاڻ مون کي ياد ئي ڪونهي.

الائيس: سپنو ته اجرج جهڙو لڏو اٿيئي. پر! مائي، تون سنسائڻ ته ڪانه آهين؟ چوندا آهن، سپني ۾ مردو ڏسجي ته پنهنجيءَ جند تائين پلائي نه آهي! پر تنهنجو ته اسين هتي وار به ونگو ٿيڻ ڪونه ڏينداسين. اسان تنهنجي ڪاتر اهڙو پورو بندوبست ڪيو آهي، جو پنجن-ستن ڏينهن اندر، ڏس ويٺي، ته منهن جو رنگ ڪيئن نه ٿري ٿو وڃيئي! اسان جو هڪڙو جهانگي سچي ٿئي، انهيءَ وٽان ڪانٽر جو ڪير به، ججهو ملندءِ، ۽ سندس وٽن جي ڇانو به مزو پيئي ڏينده. سيان مون سان هلجانءِ، ته منهن مقابل پارت ڪري ڇڏيندي سانءِ- ماٿهو ڏاڍا لائق پريا آهن.

ٻئي ڏينهن ٻنپهرن کان پوءِ، الائيس ۽ رٽ، ٻيئي ٽپال ماستر سان گڏجي، جهانگيءَ جي گهر ڏي روانيون ٿيون. سائي وڻڪار ڏسي، رٽ خوشيءَ ۾ نہ پئي ماپي. جهانگيءَ جو ڪان سارو ولين سان جهنجهيو پيو هو. چوڌاري سبز ويءَ لڳا پيا هئا. هي ٽيئي ڄڻا اڃا ٻُنيي وڻ ئي ڪين پهتا، تہ رٽ چيو: جهڙو پرستان!

اتي ڪنهن ڪن ۾ ولي ٻڌڪيس: پوءِ انهيءَ پرستان ۾ پري ڪير؟ ۽ پريءَ جو پريتم ڪير؟

هن اڃرج ۾ پئي ڪنڌ ورايو، تہ ڏٺائين جو هيلڊار بيٺو هو، جنهن ڪي ڪلهي تي بندوق هئي، ۽ ويس اهڙو ڍڪيل هوس، ڄانءِ تہ شڪار تي ٿي ويو.

رٽ کان هيلڊار پڇيو: ڪالهوڪي ڪاله. تنهنجي ڪيئن لبري؟

هن منهن ۾ سڌو نهاري، ورندي ڏنيس: خير سُک سان!

هيلڊار چيس: تون تڏهن ڀاڳ واري چئبينءَ. منهنجي تہ ساري رات اک بہ ڪانہ ٻني. سَنڌ سَنڌ ۾ سور جون سوٽون پئي آيون. اڄ سو ڀاڙ ڪي ٿئي حال ۾ پيو سمجهان.

اتي پوسٽ ماستر وچ ۾ پڇيس: هيئن سنهري نڪتا، جيڪس شڪار تي آهيو!

هيلدار وراڻي ڏنيس: نڪو. سرڪاري نوڪريءَ ۾ هيان نڪتو آهيان. ڏسان وچي، پر پٽ منهنجي حڪم جي بجاآوري ٿي آهي يا نه؟ ڪيٽ نارءِ چٽي ويو هوسان، اتي به الاجي ڇا ڪيائون؟ - پر مون ٿي اوهان ڪان پڇيو، اوهان هن شولز کي نوڪريءَ ڪان جواب ڏنو ڪيئن؟

پوسٽ ماستر چيس: اڇا ته ڳاڏي هلائي پيو.

هيلدار: اهڙي نجس آدميءَ کي اوهان رکيو الاجي ڪيئن ويٺا آهيو؟ اسان جي ته ذري گهٽ جان جوکي ۾ وڌي هئائين.

پوسٽ ماستر: ڏاڍيون پوليون ٿو پولي، ته آئيندي سنڀالي هلندس. وري دارونءَ کي اوڏو ئي ڪونه ويندس. پر آءٌ پاڻ سمجهان ٿو ته هي سڌرندو ئي ڪين.

هيلدار: ڪتي جو پڇ به ڪڏهن نڙ ۾ پئي سڌو ٿيو آهي؟ هٿوس ڪنڌ، ته وڃي پنڌ، نه ته هرو ڀرو مسافرن لاءِ آزار ٿيندو.

پوسٽ ماستر: بس! ڏينهن-اڌ ۾ صفائي ڪري ڇڏبي.

هيلدار پوءِ لنهي چٽن ڪان موڪلائي، تڪڙو تڪڙو هليو ويو. ٻچاڙيءَ ۾ اهترو سو چيائين: آءٌ وري ٿو اچي، اوهان کي جهانگيءَ جي جاءِ تي ڪڏجان.

هن پٽ ڏني، ته الائيس سوٽ ڪان پڇيو: ڇو لاءِ اصل اهڙو ويڪل آهي ڪيئن؟

هن ٻڌايس: هو ٺهن ڪم جو گهٽو ئي چالاڪ، ٻر داروغي جي ڪا مار انس. هيلدار کي هو ٺهن ٻه ڏئو ڪين وٺي، جو پهلي ۾ جڏهن وٽس بيلداري ڪند و هو، تڏهن کيس ڏاڍو ڪڪ ڪيو هٺائين. هيلدار ناڻي، پڌو اٿم، عملدار ڪرڙو آهي، سو هي ڇيڇلو ڏهاڙي ڏ راڻيندو هوس. وري جو هن نوڪريءَ مان ڪڍائي ڇڏيس، تنهن تان هي اٿاسو اڄ ڏينهن سوڏو پيو پٽيس. انهيءَ تان ٻه هيلدار جا منجهس خار ٿا ڏسجن.

ائين ٻيئي ڳالهيون ڪيائون، ته جهانگيءَ ٻه اچي منهن ڪڍيو. پوسٽ ماستر کي هٿ هٿ ۾ ڏيئي، چيائينس: ورهين ڪري ٿا ڏسجو. ڇو اسان جهانگين سان ڪا ڪاوڙ تہ ڪانہ اٿوَ؟ وري الائيس ڏانهن نهاري، ان جي آجيان ڪيائين. رٽ کي ڏسي، انهيءَ کي ٻه کينڪاريائين.

پوسٽ ماستر ٻڌايس: اسان ڪالهہ هن ناڻي اوهان کي چوائي مڪو هو. هيءَ هاڻي اوهان وٽ ڏهاڙي پيئي ايندي. اوهان کي پارت ڪهڙي ڪريون!

جهانگيءَ چيس: چڱا آهيو. اسان کي پنهنجي ٻار سمان آهي.

پوءِ تہ لنهي کي ولي اندر ويو. جهانگيءَ جون ڏيٽر اڪير مان اچي ساٿن مليون. رٽ کي جا سڌ

پيئي، تہ ننڍيءَ جو نالو بہ داديس وارو "اُئنا" آهي،
ننهن سان تہ ٻهندي پاڻ ويرم ئي ڪانہ ڪيائين.
وڏيءَ ايوا سان بہ چڱي گهائل مائل ئي ويئي. اُئنا
آئي، سا ٿول ٽانگر ڪٽي آئي. ڪاڏائون بہ پئي،
ڳالهيون بہ پئي ڪيائون. جهانگيءَ رڻ ڪي تسلي
ڏني، تہ اسان جو ڪير پيتئي، ۽ هنن وٽن جي هوا
جهٽيئي، تہ ڏس منهوُن پاڻي ڪيتري ۾ نہ ٿو وريئي.
مون ڪي رکو ڏپ ٿو لڳي، تہ ايوا جيئن، متان تو تي
بہ هن ٻيلي جا وڻ ڪو پنهنجو جادو پڙهي نہ وجهن!
هوءَ بہ تو جيئن برلن شهر ۾ پنهنجي پڦيءَ وٽ اچي
هئي. پر مائس سامين سڪالي ئي، تنهن جي سنسڪار
تي ڪهرائي ورتوسينس. تڏهانڪون تہ وري هتي ئي
ڪپ ڪوڙي ويهي رهي. داديءَ گهٽيئي چئيون لڪيس،
نياپا موڪليائينس، هيءَ چوي، آءٌ ئي موٽي شهر ۾
وڃان!- ڪيئن ايوا، آءٌ سچ ٿو چوان نہ؟

ايوا: بابا! مون چيو، اُئنا ڪي هتي اڪيلو وري
ڪيئن ڇڏي وڃان؟ پيو بہ سچ پڇو، تہ اسان سڀني ڪان
پوءِ شهر جو ڪوڙ شور مون ڪي وڻي ئي ڪين ها.
شڪ نہ آهي، جو هنن وٽن ۾ بہ ڪو جادو هوا چو
تہ هتي اُئين پيئي پانئيان، جو ڄڻ پرستان ۾ آهيان!

رڻ ڪي هُري آيو، تہ ڪالهہ آلڊينهوفر بہ اُئين ئي
ئي چيو: خود آلڊينهوفر جي اکين ۾ بہ پاڻ اهڙو ئي
جادو ئي اثر پوکيو هنائين. پر ڳالهين جي ڪوڙ ۾ وري
آن جو ڪهٽو ويچار ڪيائين ڪونہ.

ايوا، رت جي اکين ۾ نهاري، چيو: هن جي اکين ۾ ته ڪو اسرار ٿو ڏسجي. اونهو اوڙاهه نه ڪو لڳو پيو هجي! هيڏانهن هوءَ هرڻا جي ماڻڙ ۾ پريئن جي ڪشتي آهي، هي به انهيءَ جيان پئيون پاسن.

رت وري، سندس اکين ۾ اکيون کپائي چيو: ڳهٽ تنهنجين اکين ۾ به ڪانهي!

ايوا ورندي ڏنيس: منهنجون اکيون آرسيءَ جيان آهن، جن ۾ منهنجا پاوَ ۽ ويچار چٽا ئي چٽا پيا ڏسجن. تنهنجين ۾ نهارجي ٿو، ته هر هر نيون نيون پروليون پيون ڏسين- آهي ته ڪو سلو وارو سلي!

رت ڪٿي مات ڪئي. سمجهيائين نٿي، ته هن هيڙو ذڪر ڇو ڇوريو. پر پاڻ سان پول ڪري ڇڏيائين، ته وري ڪنهن ڪي پنهنجين اکين ۾ ائين نهارڻ ڪونه ڏينديس.

اتي هيلڊار به اچي سهڙيو. رت ۽ الائيس به ساهيڙين کان موڪلائي، ٻاهر نڪتيون ٿي. هيلڊار رت کان پڇيو: هواخوريءَ لاءِ اڳ پري هلنديءَ؟ رت رڳو ڪنڌ سان ڪٿي "ها" ڪئي. پوءِ هي ٻئي اڳيان، ۽ الائيس ۽ سوئس ٻئي پٺيان، هلندا هليا.

وات تي ڪين جون مٿيون لاٿيون پڙي، رت سر هي ٻئي ٿيي. وري جو سج لٿو لي، ۽ پنهنجي روشن سواريءَ جو نشان شفق جي صورت ۾ ڇڏيندو ٿي ويو، تنهن نظاري هن ڪي موهي وڌو. هيلڊار ٻڌايس: جهنگ جو نظارو ڏسڻو هجي، ته سج اڀرندي

ڏسجي. پر ھ باڪون ڪڍيون، تہ ھوريان ھوريان وڻن
جي چوٽين تان ڪوھيڙو ڪم ٿيي ويندو، ۽ وڻن جا
جھمٽ سِرس ڪڍي، اٿين پڌرا ٿي بيھندا، جن سَوُڙ
لاھي، آٿي ڪرڙا ٿيا آھن. پوءِ جيئن صاف صفائي پئي ٿئي،
تيئن پٽ سڄن چڙھندا وڃن، ۽ سڄ جا ڪرڻا، جن
رچيي، ساريءَ وڏڪار ۽ سبزيءَ کي رڱيو ڇڏين!

ھيلڊار ڳالھايو ٿي، تہ امنگ پئي آئيس. رٽ بہ
اڪيون ڪٽي منجھس ڪُنھايون. ھُن پنھنجو وستار پورو
ڪيو، تہ ھن چيس، آءٌ اوھان سان ھڪڙي ڳالھ
ڪريان، اوھان کي دل ۾ تہ ڪين ٿيندو؟ مون
جيئن اوھان کي ڏٺو آھي، تيئن پاڻ ڪان اھوئي
سوال پئي پڇيو اٿم، تہ اوھان جي طبيعت وارو آدمي،
ھيئن پيلي پيڙو ڪيئن اچي ٿيو؟

ھيلڊار ورندي ورايس: تون تڏھين سمجھين ٿي،
تہ مون جھڙو ماڻھو شھر ۾ وڌيڪ سونھندو؟

رٽ رکو وئي ڪند ڌوڻيو.

ھيلڊار چيس: تون پِڪي آھين. سچ، آءٌ ٺھڪٺو
ڦھڪٺو جوان ۽ تڪلف مزاج وارو آدمي آھيان، پر
آن سان گڏ طبيعت ۾ منھنجي شاعراني ليڇ بہ ڪا
گھٽ نہ اٿيئي. توکي قدر تڏھن پوندو، جڏھن آءٌ
توکي پڌائيندس، تہ ڪيڏا نہ مٺا ھٽي، مون ماڻھن
ڪان جند ڇڏائيي، ۽ اچي ھن ڪاتي ۾ کھڙيس. اٿين
بہ ڪونھي، تہ شھر کي بنھ بدا ڏيئي ڇڏي اٿم.

ورهيه ۾ هڪڙو-اڌ ڀيرو، شهر ۾ وڃي گهمتاري ڏيئي ايندو آهيان. پر سچ ٿو چوان، ته اُتي جي عيش عشرت ۾، آها مدت، جيتوڻيڪ محو ٿي ويندو آهيان، ته به اندر ۾ ٻيلي لاءِ آها آڪير پيئي هوندي اٿم، ۽ پاڻ ڇڏائي، پناهه وري به اچيو سندس گود ۾ وٺان. ماڻهو ان ڪارڻ مون کي ڪوئين ڀهرو پي، پر آءٌ ورجايان ٿي ڪونه-پر تون ته ٻڌاءِ، توکي هي جهنگ بن وڻي ٿو؟

رت وراڻي ڏنيس: هن ويل ته ڏاڍي منجهانس موج ٿي اچيم.

ٻيلي منجهان هڪڙي وڏراهه پئي وهي. هيلدار ٻڌايس: اها ڇيهه وڃي، ٻَريَن جي ڪشتيءَ وٽ، هرڻا جي ماڙيءَ ۾ ٿي ڪري. تنهن کان پڇيائين: تڏهن اها ڪشتي ٻري ڪانهي؟

هيلدار ورندي ورايس: نه، هتان سڏ پنڌ تي مس ٿيندي. ڇي، مڪان ڏسڻ وڻان آهي. هن ٻيلي جي ته سونهن آهي. مرضي ٿيئي ته ڪنهن ڏهاڙي اوڏانهن وڻي... پر نه، اوڏنهين متان ويندي آهين!

رت پڇيس: ڇو نه؟

پر انهيءَ جي وراڻي هيلدار رکي هيءَ ڏنيس، جو پنهنجون سڪ ٻڌنديون اکيون ڪٽي، هن جي اکين ۾ ڪُپايائين. رت کي به هن ٻول جي سانپر رهي ڪانه، جو اکيڻون، پنهنجن اکين نسبت، پاڻ ساڻس

ڪيو هٿائين. ٻنهي جون اکيون، ڪا ويرم، ائين
پاڻ ۾ مارو منڊي بيٺيون رهيون.

نيٺ هيلڊار جي زبان آڪلي. طبع جي هلڪائي سندس
وڻندي رهي. اکين ۾ هڪڙي نئين جوت اچي جاڳيس.
بلڪل ڪنهن ٻار تان سنجيدگيءَ سان چيائينس: چون ٿا، جيڪو
ٻه ايڏانهين اڪيلي سر وڃي ٿو، تنهن کي پوءِ ملولائي
اچيو وٺي. اندر ۾ الاجي ڪهڙو آرزو آٿيو پوءِس-
ڦوهاري مان جو پاڻي لاٽون ڪيو پيو وهي، تنهن ۾
عجيب غريب روپ پيا نظر اچن، ۽ سندس پاڇي ۾ اهڙو
ڪو غيب جو اثر ٿو ڏسجي، جو ڏسجندڙ جي ڪلپنا،
عالم رويا ۾، الاجي ڪهڙيون تصويرون
پيئي چٽي! پيو وري، آتي ڪا پهر لڳي ٿي ڪانه - تنهن
۾ تون ڪڏهن به متان اوڏانهن ويئي آهين!

رڳو، هيلڊار جي ڳالهه ڪن لائي ٻڌي ائين ٿي،
ڄڻ اکر اکر پي ٽپي ويئي. اتي سندس چپ وڃي
ڪا ٿاريءَ ۾ اٽڪي، جا هيلڊار آتان جهٽ ڏيئي
ڇڏايس ته سهي، پر ان کي پنهنجي هٿ ۾ جهلي،
چيائينس: هڙا سندر ڪاڪل، تن کي رڳو طاق
ڪري ڇڏيو اٿيئي، ڪجهه ڪٽرائي ته وڌائين، ته
ڪي قدر وارا سندن قدر به ڪن!

رڳو جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. پر وات مان هڪ
حرف ڪين ڪڇيائين. هڪي به پئي. ڪنڌ کي رڳو
اچلڪو ڏيئي، چپ چپن سان ملائي ڇڏيائين.

الانيس پنهنجي سؤٽ سوڊي، ڪجھ جيترو پٽ تي رهجي ويئي هئي، تنهن هينئر هڪل ڪيس ته ”پچندي ڇو نٿي وڃين؟ بيهه، توسان هڪڙي ڳالهه ڪرڻي اٿم- تو جو هنن ڏارين سان هيئن حجائتو پئي ڳالهايو، سا ڳالهه مون کي وڻي ڪانه. اڳلا ڇا چوندا؟ هو نيٺ به جهانگي، اسان جو پنڌ پيچرو وري به شهر وارن سان!“

رٽ چيس: پر هنن پاڻ ته دل ۾ ڪيو ئي ڪونه. مون سان ته ٺهه ٺهه ٺهي ويئيون. پيو به مون ته ڳو هن ننڍيءَ انا سان حجت ڪئي- چيومانس آءٌ ته ساهيڙپ پايون. مون سرتي هئي.

پر الانيس پنهنجيءَ تي ٿي بيٺي- چي: تڏهن به ماڻهو ڪيرُ سگهي. شهر ننڍي ۾ ڳالهه لڪي ئي ڪانه. ساهيڙپ هُن سان پاتيءَ، تنهن تان آءٌ ڪانه ٿي جهليانئين، آءٌ رڳو چوان ٿي، هن درجي جي پرهيزي ماڻهوءَ تي، ايڏي حجت نه هلائجي. هيلدار کان پڇي ڏس ته آءٌ سچ ٿي چوان يا نه؟

هن ڏاهيءَ هيءُ بار، جو لاهي ڪٽي هيلدار تي وڌو، تنهن فرضاً سندس ڳالهه کي ٽيڪو ته ڏنو، پر انهيءَ سان گڏ رٽ کي هيءَ به خاطر جمع ڪرايائين، ته ”نون هنن سان حجائتي هلينءَ، تنهن ۾ تو ڪا ٻلي ڪانه ماري، پيو به هو جهانگي ٿيا، ته پوءِ ڇا؟ پاڻ رڳو شهر وارن جهڙن سگهو دم ڪونه هٽي چائن. پيٽ کي پٽيون ٻڌي، ٻاهر ديڊي سان ڪونه

ٿا هلن. 'نانءَ ٻڙا ڏيهه ٻيران'، اهڙو سندن حال
ڪونهي. تنهن ۾ ٻه هنن ڇوڪرين ته تعليم ۽ تربيت
شهر وارين کان ٻه چڱي ڀرائي آهي."
الائيس سمجهيو، ته هيلڊار هي ڏاڍو مون کي ٿو
هٽي؛ تنهن موٽائي آتس هيجوُ ڪيو-چي، ايوان ڀلا
شهر مان رهي آئي آهي، تنهن کي توهان جهڙا شوقين
ٻه ئه پڙهائيندا ته ڳالهه ڪٿان ٿينديءِ؟
هيلڊار ڏٺو ته منهنجي ويڻ پوسرايو اٿس، تنهن
هيڪاري وڌيڪ چيڙايس-چي، "گدڙ ڊاک نه پڄي
آکي ٿُو کٽا".
تنهن تي پوسٽ ماستر وچ ۾ ٽپي پيو. هيلڊار کي
چيائين: منهنجي ته پڙهيلن ڇوڪرين سان پوي ئي
ڪانه. اجايو مغز ۾ غرور ٿو ٿئين. ٻه اکر پيٽ ۾
ڪين ٿيون وجهن، پانءِ ته ڪنهن کي مَٿُهه ٿيون
ڳنهن. آءٌ هنن ڇوڪرين جي ڳالهه ڪانه ٿو ڪريان،
جيتوڻيڪ هنن منجهان ٻه، هوءَ ايوا ته پانئيندي آهي
جو پڙهي ڪانه آهيان، ڪا اول ورائي اٿم.
هيلڊار ورندي ڏنيس: آءٌ ان باري ۾ اوهان جي
ٻنهي آبتڙ آهيان. مون ته عمر اهي گهاٽ ٻئي گهڙيا
آهن، ته پانهن ولندس پڙهيل، فهميدي، عقل ۾
اڪابر، علم ۾ ماهر، جا منهنجي صفي جي سونهن، ۽
اسان جي سياه جو سينگار اچي ٿيندي. البت هرڪنهن
انسان کي پنهنجو جيهس ڀاڻ جهڙن ۾ ئي ڳولڻ
گهرجي. نه ته، زال مڙس جي هڪٻئي سان پونت

پونديائي ڪانه. پيون، جوڙي سالم تڏهن ٿهندي، جڏهن هڪڙي جي ڪنڌ پٺيان ٻي اچي ويندي – بس ياڪن سان اهڙي ڪا پانهن ملي ويس، ته سمجهندس مون لڪ ڪٽيا.

رت ته ماٺ ڪيو سچو قصو ويٺي ٻڌو. الائيس سو هيلڊار کي ورجائي چيو: مطلب ته اوهان جي عام سان پوي ٿي ڪانه. اوهان بنهه خاص جا خواهن آهيو؟

هيلڊار ورائي ڏنيس: تون ٺيڪ آهين. خاص جي مون کي ڳالهه ٿي ڪانه ڪني. آءٌ هن باري ۾ پاڻ کي آستاد رازو سمجهندو آهيان، ۽ پنهنجيءَ عمارت جي اڏاوت ڪاتر، سيرُن جي بدران پنهنجي خيالن جي اوساري ڪٽندو آهيان. ڪٿي ڪو شاندار لقاءُ ڏٺم، ته پڇندس "هن نظاري ۾ باقي ڪهڙو چيٽ ڪڏجي، جو سندس حسن بي‌نظير ٿي پوي؟" جنهن جوان جا خيال وڏا ۽ اميدون اعليٰ هونديون، تنهن جو آئندو شاندار لقاءُ وانگر رنگين هئڻ گهرجي، جنهن ۾ وري سندس پانهن چيٽ جيان جهڳمڳ پيشي ڪري! رنگ ڦڪو ٿيو، يا روپ چٽو نه بيٺو، ته مون کي آپٽا پيا ايندا. ڪهڙو به لقاءُ هجي، اها منجهس اوڻائي ڏٺم، ته ڏانهنس نهاريندس به ڪين. راڳ ٿي راڳ – سُر سندس سولوئي ٿيو، پر هرڪا سندس تانَ ۽ سُرڪَ چِٽي ٻڌيم ته گدگد پيو ٿيندس؛ نه ته پيو ورچندس. سو پانهن منهنجي به سونهن سوپيا ۾ گهٽيائي ڪري سرس هجي، پر پڙهيل ۽ اڪابر نه

ٿي، ته منهنجي ڏانهنس دل ورندي ڪانه. منهنجي نظر ۾ اهڙي پانهن انهيءَ اڏاوت جي نيلائي ٿيندي، جنهن جو اڳ گهڻوئي جلويدار، پر پنيان سندس سچ، صفا ملڪ ميدان لڳو پيو هجي. پڙهيل پانهن، آءٌ سمجهندو آهيان گنج پرپور آهي، جنهن جو پاهريون ڏَپُ جيڪس هليو به وڃي، پر منجهس جي املهه ماڻڪ پريا پيا آهن، تن جو جلوو يا عمر ڪو نه ميٽبو. آهي انت ويلي تائين اکين جي سونهن رهندا ايندا.

ائين ڳالهيون ڪندا، چارئي ڄڻا شهر کي اچي قابو پيا هئا.

هيلدار بس ڪئي، ته رت چيس: تنهن جو مطلب ته اوهان کي اعليٰ ۾ اعليٰ ۽ حسين پانهن کپي!

هيلدار ورندي ڏنيس: دل ته ائين ٿي گهري، پر منهنجي منوڪامنا الاجي سِڌ ٿئي يا نه؟ تون چا ٿي پانئين، مون سان اهڙو وڙ ٿيندو؟

رت چيس: رکو ڏٺيءَ تي، آهو ڪري اوهان جي مراد پڄائيندو. پيو به ڪوشش سان، ويهه ويسوا، ڪو به ڪارج سِڌ ٿي سگهي ٿو. آدم آچت آهي.

هيلدار: آءٌ پانئيان ٿو ته جيوت جي سک لاءِ پاڻ جيئن گهڻو ٿو پتوڙجي، تيئن مول ڳالهه جو امان ڪان وسريو وڃي. پوءِ انڌي گهوڙي ڪَل ۾، اهو قصو اچيو بنجي.

... ... ... ...

رت آنهيءَ رات جو يارهين بجي تائين پئي جاڳي، جو جيڪو وهيو واپرايو هو، تنهن جي سموري خبرچار

پنهنجيءَ داديءَ ڏي ويڙهي لڪيائين. ڏينهن وسائي، ڪن اڇي دريءَ وٽ ويٺي. دل ۾ آيس، هيڏي رات نوري آهي، جاڳان رکي آءٌ ٿي ويٺي، ڪين ٿي ڪنهن جي به پنبڻي پنبڻيءَ سان ٿي مڙي؟ ائين ٿي ٻاهر نهار ڪيائين، ته جنهن سنهيءَ دريءَ مان ڪالهه هن قداور مڙس تي وڃي اک پئي هيس، اتي به ڏٺائين، ته بتي پئي ٻري. هوڏانهن جنهن مڪان ۾ هيلڊار رهندو هو، تنهن ۾ اوندهه لڳي پيئي هئي. پر تڏهن به هيلڊار جي صورت وري وري اکين اڳيان پئي ڦريس! دل ۾ چيائين: مون ٻهر يائين ٻائنيو ٿي ته تڙ تانگهو انس؛ پهر جيڪي ڳالهيون تي ڪيائين، تنهن مان ڏسجي ٿو ته مڙس ڪو اونهو اوڙاهه آهي؛ هيڪاري جو هن استاد رازي وارو مثال ورتو هو، تنهن هن جي دل جي تار ۾ تڻن تڻن لڳائي ڏني، جو سڌ هيس، بابو به استاد رازو هو.

ٻئي ڏينهن صبوح جو، اڻ آيرڻي ئي، رٿ سنهري
اني پيلائيءَ جي مڪان ڏي هلي. پڪي اڃا آڪيرن
۾ ويٺائي هئا، ۽ ڏاڍيون لاتيون پئي لنوبائون.
ماڪ جا ڦڙا به سائي سبز گاهه تي ثابت بيٺائي هئا.
هن جتان پير کنيو ٿي، اتان البت ڦڙسي ٿي پيا، نه ته
آسپاس ائين پئي ڏٺو، ڄڻ ته ڪي زمردن سان
جهنجهيل ۽ موتين گُتيا غاليچا وڇايا پيا هئا. ٿڌي
هير به پئي لڳي، ۽ وڻن ۾ هوريان هوريان چُرپُر
ائين ٿي ٿي، ڄاڻ ته پاڻ منجهه ڪن سن ۾ ڳالهيون
پئي ڪيائون. هن ٽڪڙا ٽڪڙا اونها ساهه به پئي
کنيا، ۽ دل ۾ ويچار به پئي ڪيائين ته ـ اهي
بيشڪ ڀاڳن وارا ڇپا، جي ٻاروهي هنن جي اوٽ
۾ ٿا رهن! آءٌ سدوري ته پنج ـ آٺ هفتا مس وٽن
مهمان هونديس. پوءِ ته منهنجو پنڌ ٻيڄرو هوڏانهن
ٿيو. پر وري پاڻ کي سمجهايائين ته "آئندي جي
اوني ڪارڻ، هينئر جي خوشي آءٌ غم سان ڇو ٿي
ملايان؟ انهيءَ کي انهيءَ ويل ڏسي وٺبو. هينئر
ته ڊؤ ڪري، هي ساهه وٺي ڇڏيان". هلندي هلندي،
جيڪا وڏاهه هرڻا جي ماڙ ڏي ٿي ويئي، ان تي
وڃي نظر پيس. پر هن اڃا پاڻ سان ڳالهيون ٿي
ڪيون، ته هيڪر ٻڙيو ٿي انهيءَ ڪشتيءَ ۾ ماڻر

جو ديدار وجي ڪنديس، ته وڻن جي جهنڊ مان، ڪنهن جي چرپر جو آواز پڌي ورتائين، ۽ هيءَ جيڪي سو شڪجي بيهي رهي.

هيلدار- بندوق ڪلهي تي، ۽ ويس به ڪالهه جهڙوئي ڏڪيل- جهنڊ مان ٻاهر نڪري، اچي پرسانس بيٺو.

پڇيائينس: چوءِ، ڊچي ويئينءَ چا؟

هن ورندي ڏنيس: جان تان.

هيلدار: سو ڪالهه جيئن چيئي ٿي، تيئن اچ ڪري ڏيکاريئي، ۽ ساجهرئي، هيڏانهن نڪري پيئي آهين! ڪيئن فرصت آهي نه؟

رت: ڏاڍيون پڪمن جون لاتيون پڌي، منهنجي به اچي دل ٿي، ته آءُ به ٿي وٺي ڳايان!

"پوءِ ڳايئي چو نه؟"

"ڳائڻ اچيم ته ڳايان!"

هيلدار جي منهن تي هڪ چاپا پئجي ويئي- پڇيائينس: سو وري ڪيئن؟

جي، ڳائڻ جي ڪڏهن ڪا ڪوشش ڪئي هجيم ته ڳائڻ اچيم، اهين ئي ڪيئن ايندو؟

"تنهنجيءَ ڏهيءَ وارين ڪي ته راڳ ۽ ڳائي جو شوق حد کان ٻاهر ٿو ٿئي. پوءِ تنهنجي دل انهيءَ ڏاران ڪيئن رهي؟ سون ڪي ته راڳ جو ڏاڍو خفت آهي. ٻاڻ به چڱو موچارو ڳائي ڄاڻان. منهنجي پيءُ مان ته ڳائڻ ۽ ڪنهن جو پڇڻ ئي ڪو نهي."

”راڳ وٺي مون کي بہ.“
”پر پاڻ ڳائي ڪونہ چائين؟“
”نہ.“

هيلدار جي پيشانيءَ تي وري بہ ڇايا ڏيکاري ڏني.

هيڪاري جو رت ٻڌايس، تہ راڳ تہ پنهنجي ماڳ، ٻي تعليم بہ مون کي خاطرخواه ڪانہ ملي، تنهن تان هن کي وڌيڪ ئي حيرت لڳي، ڇ منهن بہ وڌيڪ ئي گهنجي پيس. پر وري جيڪس دل ۾ آيس، تہ تنهن ۾ منهنجو ڪهڙو وڌيو ويو؟ تڏهن مُنهن جو چهرو ڦري پيو ٿيس. ٿورو رڪي، ايترو سو چيائين: ذات جا خدائي ٿي، سا ڪنهن کي ڀاڳين ڪري ملي ٿي، ڪنهن کي نہ بہ ٿي ملي. وري ڪنهن ڪنهن صورت ۾ شوق گهٽوئي ٿئي ٿو، پر حالتون آڏو اچيو وڃن.

”مون سان بہ حالتن دوهہ ڪيو. ابو-اما، آءٌ هيڏڙي هيس، تڏهين ڇوڙي ڪري ڇڏي ويا. منهنجو ماٽيلو پيءُ...“ رت کي اتي ياد آيو، تہ هيءَ تہ گهر جي اوگهڙ ٿي ڪريان، جنهن کان اڃا ڪالهوٺي ڪالهہ ماماتيم پڪل وجهي ڇڏي هيم، تڏهن سهمانجي باقي ڳالهہ ڳهي ويئي.

پر هيلدار ورجائي پڇيس: هائو، پنهنجي ماٽيجي پيءُ جي ڪهڙي ٿي ڳالهہ ڪيئي؟

رت کي داديس سچ جي مٿي پيٽ وجهي ڇڏي هئي، سو ڪوڙ سان پوندي ڪانہ هيس. اجايو پڌڪو

۽ منجهس ڪونه هو. تنهن صاف صاف ٻڌايس: منهنجي
مائٽلي پيءُ کي هڪڙو نه وسعت ڪانه هئي، پيو نه
هن جو مون تي ارواح ئي ڪونه هو، جو منهنجي
تعليم جو ايڏو اونو ڪري رکي.

هيلدار ڪٺي مات ڪئي، ۽ ڪا مهل اکيون ڌرتيءَ
۾ کپايو ويٺي نهاريائين. نيٺ ڪنڌ کي آچلڪو ڏيئي،
منهن مٿي ورايائين. هن ويل سندس رَوش ساڳي
امڙي پٺي ڏٺي، جهڙي پاڻ اوائلي پهرين ڏينهن
اختيار ڪئي هئائين.

رٽ جو سو جيءَ جاءِ ڪونه هو. اوائلي چُـڪ
ڪري ويٺي، نه ته چري ڪانه ٿي هئي، جو هٿن
ويهي ست ڏاڍيي کي گهر جو سيرپار ڏئي ها. هيلدار
ڏي مهڙ ڪري، چيائينس: منهنجيءَ ماسيءَ ۽ ماسات
کي جيڪڏهن ڪڙڪ پئجي وڃي، ته مون اوهان سان
پنهنجي حال جي ڳالهه ڪئي آهي، ته هنن کي جيڪر
ڏاڍي چڙ لڳي. تنهن ۾ اوهان ڪين آن جو انت متان
ڏيندا آهيو، ايتري مون سان ڀلائي ڪجو. اوهان
مون کان سڏو سڏو سوال پڇيو، تڏهن چيم، اوهان
کان لڪايان ڇا؟ پيو به مون کي پنهنجي سر ته
مٺو ڪونه ٿو لڳي. ويچار رکو هنن مائٽيائين جو ٿي
ٿو ٿيم!

رٽ ڀانئيو، هٿ هٿ ۾ ولي، هيلدار کان ڀڪ
ڪرايان، پر آن مرکو سندس هٿ ذرا چوم، مان ڀاسرو

آچلي، چيس: هن ويل تہ آءٌ پنھنجو ھٿ تنھنجي ھٿ سان ملائي نٿو سگھان!

هيلدار پنھنجي پاڙيءَ کان ٻاھر نڪري ويو ھو. آواز مان ٻہ سندس رنجش جي روُن روُن ٿي آئي. رت ھن کي ھيئن بيتالو ڏسي، ٻہ وکون وڃي پري ٿي بيٺي. پر هيلدار جو بہ اهو ڍنگ گھڻي ويرم نائين اسٿر ڪونہ رهيو-اڳيانس اچي، چوڻ لڳس: سون کي معاف ڪج. آءٌ لاچار ھوس! رت وات مان ڪجھہ ڪين، رکو ڪنڌ وڌي ڌوڻيائين. هيلدار پوءِ کانئس موڪلائي، تڪڙو تڪڙو هليو ويو. پر رت وک مس اڳتي وڌي، تہ ڏٺائين، جو آلڊيھو فرڪشتيءَ واريءَ وڏراھ تان گھوڙي کي چالون ڏياريندو ڪشتيءَ ڏانھن پئي ويو.

رت پيلائيءَ جي مڪان تي پھتي، تہ منھن ۾ پھرين-پھرين نندي ساھيڙيس گڏي، جا آمالڪ رنڌٽي ۾ وٺي ويس ۽ وڏو شامي جام ڪير جو ڀري چيائينس: ڪر صحت!

رت جام ھٿ ۾ وٺي، ورندي ڏنيس: هيڏو جام ڪنھن کان پيتو ٿيندو؟

"چو، گھڻو آهي چا؟ اسان تہ جيڪر ھڙا ٽي-ٽي جام يڪساھيءَ چاڙھي وڃون. تون بہ رکہ چپ تي، ھتي جي ھوا لڳيئي، پوءِ ڏس ڪيئن نہ ٿا پيٽ ۾ ڪٽا ڊوڙنئي، آڻ آڻ نہ پيئي ڪرين، تہ منھنجو نالو مٽائي ڪٿي ٻيو رکج! پر مٿي، ڪيئن رنڌٽو منھنجو وٺيئي ٿو؟"

"صفائي واهه جي آهي! مک پيئي ترڪي. پر سچي، رڌڻ پچائڻ جو ڪم سڀ تون پاڻ ڪرين ڇا؟"

"منهنجا هٿ نٿي ڏسين؟ ههڙا جبل تڏهن ڇو ٿيا آهن؟"

"جس هجيئي! هٿجين ۾ ڪانهه؟"

"آءٌ پاڻ ونڌري پيئي آهيان."

"هائو، جتي ڪيت قيت ڪاهي، آتي ڪم مان پاڻ مزو پيو اچي."

"تنهن ۾ ته شڪ ئي ڪونهي. پر تون مٿي، هيئن ڳورو ڇو پيئي ڳالهائين؟ تنهنجو وقت گهر ۾ جيڪس سکيو نٿو ابري ڇا؟"

"ادي پڇ ئي ڪين."

"پنهنجي ڏاڏيءَ جي ته ساڳن مان ڏاپين ڪانهه ٿي، پوءِ گهر ۾ تڏهن پيو ڏک سور ڪهڙو آئيئي؟"

"ڏاڏيءَ جي ته ڳالهه ئي نه ڪر، پنهنجو پاڻ هن کي ياد ئي ڪونهي. ڏينهن رات منهنجي ئي تات اٿس: ننهن ۾ لڪايو ڪارائيم. سندس نمونو ڏسين، ته جيڪر حيرت وٺي وڃيئي! مون تان گهورون پيئي گهوري. ڏاڏيءَ جون ساڪون آءٌ جيڪي ڪريان، سي ٿورڙيون!"

"تڏهن ته مون کي ٻه ٽي ماٺ لڳي نه، جو چئين ٿي، گهر ۾ مون لاءِ سک ئي ڪونهي!"

پر رت وڏيڪ ڪانهه چلي. هيلدار کي ئي پيٽ ڏيئي، ڏاڏو پڇتايو هٿائين. سچ پڇ ماسيءَ ۽ ماسات

جو ڏاڍو ويچار ٿي ٿيس. ڪير ٻيو ٻس ڪيائين، ته
ساهيڙيس چيس: هل ته واڙي مان ڦيرو ڏياري اچانءِ.
واڙي ۾ گابن ۽ گابين آهر مان ڏارو پئي چُنو،
۽ ڪڪڙيون ۽ بدڪون هيڏانهن هوڏانهن پئي آيون
ويون. هي پيئي اندر گهڙيون، ته سڀيئي ساهوارا
ساهيڙيس کي وڪوڙي ويا. هڪڙي پڪيءَ ته وس
ڪيو! ٽپ ڏيئي، اچي، انهن جي ڇپي تي ويٺو، ۽
چپ ڪڍي سندس هٿ چڻو لڳو - ساهوارا، رٿ
سان ٻه پاوپلڪ ۾ هري ويا. پاڻ ته اڪ جي ساڻس
ڏيٺ هين. هيءَ پاڪر پيئي پائين، منيون پيئي وٺين!
هنن ٻه سرهائيءَ وچون ٽينگ ٽپا پئي ڏنا. ساهيڙيس
کي ٻه هي رنگ ڏسي، ڏاڍي سرهائي ٿي. چيائينس:
ڪيتري ۾ نه هنن جي هڏن ۾ پيهي ويئي آهين!

پوءِ ته پيئي چٽيون لنگهي اندر ٿيون. نيرن تي
هوءَ وڏي ساهيڙيس ۽ سندن پيءُ ٻه اچي ويٺو.
هيءَ ته هري مري ڪالهه ٿي ساڻن ويئي هئي. اڄ جا
باقي ماماتيس ٻه ڪانه هئي، تنهنڪري رهيو کهيو
لهج، سو ٻه هن جو لهي ويو.

منجهند ٽائي، رٿ، ايوا کي چيو: تون شهر جي
گوڙ شور تي هري، هتي ڪڪ ٻه ڪانه ٿين؟

ايوا ورندي ڏنيس: ڪڪ چو ٿيان؟ آءٌ پنهنجي
خوشيءَ هتي رهي پيس. ڪنهن مون کي ٻڌي
ڪونه ويهاريو.

”آءٌ ڀانئيان ٿي، تہ ڀيلي ۾ ڪو مڙيو ئي ڪوڪٽ تو ڏسجي، جنهن ڪارڻ تون مونٽي ڦڦيءَ وٽ شهر ۾ ٿي وڃين. ڦڦيءَ وٽ نہ تہ روز محفل لڳي پيئي آهي. پوءِ آنهيءَ کي تو ڪنهن ڳالهہ جي ڪاتر تہ سهسايو هوندو؟ نہ تہ هيڙا مزا شهر جا ڪير ڇڏي!“

”ڀيلي مون کي پنهنجي جادوءَ سان ڇڪي ورتو!“

”ڀيلي جي جادوءَ، ڪين ڪنهن ڀيلي واري جي جادوءَ؟“

ڏسجانءِ، متان آهو توتي بہ نہ ڪٿي ڪو ڦيڻو پڙهي وجهي!“

”مون تي سندس جادو ڪامڻ هلندو ئي ڪونہ. آئين آءٌ ڏيٺي آهيان. پيو بہ مون کي فرصت ڪٿي، جو تو جيئن پهہ پيئي پڇايان. جيتوڻيڪ ننڍي هوندي کان ئي ڀيلي لاءِ دل ڇڪون پئي ڏنيون اٿم، جو امان واري اها لچ مون ۾ بہ رهيل ٿي ڏسجي، تہ بہ آءٌ فقط آرهڙ جا ڏينهن سو منجهس ڏاڍو خوش ٿي گذاريان، باقي سياري ۾ تہ جيڪر وقت ئي وڏي پئيم. شهر ۾، نہ تہ منهنجي لاءِ ڪا وندر ۽ ورونهن ورهائجي ڪانہ پيئہ. آءٌ تہ روزگار لاءِ جڏهين ڏينهن رات نور نچوڙيان، تڏهن مس هلي سگهان. وڏو ڇيهہ تہ رات جو ڪا واند ڪانئي ملندي اٿم. پر آتي، جي بي ڪا وندر ڪانہ ٿئي، تہ ڪم مهل ساهيڙيون مڏون تہ مڙئي اڇيو پاڻ ۾ گڏجون. اڪيلائي بہ

هوندءِ جيڪر مون کي ڪانه ماري، ٻه سياري ٻه، چڙي سر، نه ماڻهو روئندو سونهي، نه پٽيندو سونهي.“

”تو نينگر اڃا دنيا ڏٺي ڪانهي. حياتيءَ جي لاهه چاڙهه جي توکي کهڙي سڌ؟ ماڻهوءَ جي مٿان گهڻي ئي ٿا اهڙا ڏور اچن، جو مٿا پيارا سڀ ڪانئس ڦريو وڃن! جنهن نيڪيءَ تي پاڻ ٻڌو هجي، سا تپايو ڏئيس: جن کي پاڻ اکين ۾ نور ڪيو سمجهي، سي سندس جاني دشمن بڻجيو پون - آن مهل ڏس ته اڪيلائي ماري ٿي، ڪين پاڻ جياري ٿي!“

”ماڻهو بي ايمان ٿين، ته پاڻ کي ڪٿي اڪيلائيءَ جو بند ڏجي؟ واه! اهڙي ڪانئر آءٌ ٻه ڪانه آهيان. آءٌ ته جيڪر اهڙن جيون جو ويچار به ڪونه ڪريان.“

”اوڏنو ماڻهن جي ڳالهه مون ٿو رڙهائي ڪٿي. انهن جي ڪاتر ڪو چريو جيڏو هوندو، جو پاڻ سان ائين وڙهندو! پر ڏس، تنهنجي دادي آهي - سيان اها توکي چوي: پاڻ پنهي جي نه بني. مون کي تون ڏلي نٿي وٺين، منهنجو تولاءِ هينئر هڏ نٿو ڪرڪي، منهنجي جند ڪري ڇڏ...“

”دادي اهڙي ڪٺور دل آهي ئي ڪانه. داديءَ نانءِ مٿان ڪڏهن اهڙي ڳالهه ڪٿي اٿئي.“

”آءٌ پيڙي، رکو مثال جي ئي ڳالهه ڪريان. تنهنجي دادي شل توکي سدائين نيهه، هجي! پر ڏسو، ماڻهوءَ جي مٿان اوکيون سوکيون گهڻيئي پيون اچن. مبادا هوءَ ڪنهن مهل توکان ڦري بيهي، ته پوءِ؟“

رت آتر ڪونه ڏنس. رکيو وٽن ڏي واٽون وانگر پئي نهاريائين.

"ڇو، ڪجهه نٿي؟

"آءٌ جيڪر مري وڃان!"

"مرڻ به ته ورهانجي ڪونه پيو، ماڻهو مرندو به وهيءَ سارو. وهي هوندي ڪانه، ته موت ڪٿان ايندو؟"

"منهنجي دل تي جيڪر هيڏو داغ نه ٿي بيهي، ونڊر ورونهن سڀ وِهڻه ني لڳيم!"

"اڇو ايڏو ٿو تاءُ اچي! پوءِ اکيون کيئن ڇتيئي، "آءٌ ته جيڪر اهڙي جيوَ جو ويچار به ڪونه ڪريان؟""

"مون عام ماڻهن ناتهءَ ني انين ڇيو. داديءَ جي ڳالهه ٿي ئي ٿي."

اتي ايوا چيس: هاڻ انهن ڳالهين کي ڇڏ. آءٌ ته پيون کي ڳالهيون ڪريون. اول ته تنهنجي دل تان اهو اثر لهرائڻو اٿم، جو ڏائيو ويٺي آهين ته سياري ۾ هتي ڪا موج ٿيئي ڪانه.

رت وراڻي ڏنيس: توکي جيڪي وس هلائڻا هجن، سي ڀل هلاءِ، پر مون کان ڪٿنديڻءَ مور ڪانه - ڇو ته پنهنجي طبيعت کي آءٌ ڇڱيءَ پر ٿي سڃاڻان.

ايوا پڇيس: تڏهن تون ڪنهن ٻئي سان جيڪر ڀاڙ ڀاڻي ٻڌين کي نه؟

رت چيس: وس پڄندي ته نه هر ڏسو، ورڌانا منهنجو انگ ڪري ساٽس لکيو هجي، ته سياري ۾ ته جيڪر آءٌ وٽانئس پڇي وجان.

هڪڙو سيارو هتي رهي ڏس، ته پوءِ سڌ پوندئي، ته ڪيتري ويهين سئو آهي! پهيون پچرا جڏهن برف سان ڇانئجي ٿا وڃن، ۽ برف جا گهڻا وڻن ۾ چانڊوڻن وانگر پيا چمڪن، تڏهن جيڪو پيلي جو رنگ ڏينگ ٿئي ٿو، تنهن جي خبر انهن کان پڇ، جن جو ساٽس پيچ پيل آهي. مون کي ته منجهانئس اونهاري کان به سياري ۾ وڌيڪ مزو ٿو اچي. خصوصاً رات ٽائي، جڏهن سُن سنٽ لڳي ٿي وڃي، ۽ ٻالچندرما هن ماٿر مٿان ڪڙي ٿو بيهي..."

ايوا تڪ پوري ڪانه ڪئي، ته انها ڳالهه ڪي وٺائيندي هلي - چي، ماٿر جي مٿان جڏهن ٻالچندرما ڪيڙي ٿو بيهي، تڏهن "هوٺ، پاٺي ٻسنتر" اچيو، منهنجي داديءَ کي ڏنارين، ۽ داديءَ جو بت ڪري هتي ئي پيو رهي، ته به جان سندس هتي پيئي وسي. هر رت تون اهي ڳالهيون نه به سمجهي سگهين، جو ته جن کي لڳي ٿي، قدر انهن کي ئي ٿو پوي. منهنجي دادي به آلڊينهوفر جيان اليئي، جو به مهلن جو مهلون، وڃي انهيءَ ماڙيءَ ۾، هرڻن جي ڪشتيءَ وٽ، پاڻ وندرائيندو آهي. ڪشتي وٽي مون کي به پر آءٌ اٽس پين جيئن مستان ڪانه آهيان.
هيڪر ڏسيي، ڏو ڪري ڇڏيو اٿانس. مٿن جي ته

سنجھ ـ صبوح ڏانھنس ڏور آھي. پر تو جا نہ اڪيلائيءَ
جي ٿي ڳالھ ڪئي، سو اُئين نہ ڄاڻج، تہ سياري ۾
اسان وٽ ڦھرٿي ڪانہ اچي. سياري ۾ پاڻ محفلون
۽ مجلسون هتي گھٽيون ٿيون لڳن، جو پيلاين کي اھا
سندٿي هيڪاندي واندڪائي واري ٿي ملي. پوءِ ناچ
گانا هنن جا ڪٽن ٿي ڪين. پيلي جي ٻئي نظاري جي
ڪثر انھيءَ ۾ ٿي اچيو وڃي ـ انهن محفلن ۾ آلڊينھوفر
بہ اچيو شامل ٿئي.

اتي ايوا جي ڳلن ۾ لالائي اچي ويئي، ۽ پيءُ
کي ڪو اشارو ڪيائين، جنھنڪري اُئنا هوءَ ڳالھ
اتي ئي ڪري ڇڏي، رکو چئن ۾ چيائين: ڇو! پاڻ
ماڙيءَ تي اچي ويو ڇا؟ ايوا وٺي ڪنڌ ڌوڻيو.

رت چيو: اسان تہ ڪيس ايندو ڏٺوئي ڪونہ.

اُئنا ٻڌايس: سنڌس لنگھ هتان ٻئي پاسي کان آھي.

گھڙي کن پوءِ، رت چين: آءٌ هاڻ وڃان ٿي.
سچ بہ اٺو ڪي لٿو.

اُئنا چيس: تڪڙ ڪھڙي لڳي اٿئي؟ رک تہ
الائيس تہ اچي.

رت ٻڌايس: آھا واٽ تي ئي ڳڏ ٿيو. پاڻ خوش
ٿيندي. ڪالھ ئي ھٿي ورتي. هيڏو ٻنڌ ڪانئس
جيڪس پڇي نٿو.

ايوا چيس: تڏهن اوستائين آءٌ ٿي توسان گڏجي هلان.
پوءِ ٻئي ساهڙيون نڪري ٻاهر ٿيون.

واٽ تي ايوا چيو، نماشام جو ٻاهر پير ڪڍجي نہ تہ بت بود ۾ اچيو وڃي.

رت ورندي واري: سو ٻہ، وري ڪهڙيءَ هوا ۾!

ائين ڳالهيون ڪنديون، هلنديون پئي ويون، تہ رت پڇيس: هتي پيا پکي تہ گهٽيئي پيا ڏسجن، پر بلبل ڪانہ ٿي ڪيئن؟

ايوا ورندي ڏنيس: بلبليون آهن ڇو نہ، پر آنهن جو ٺاٺو ٺڪاڻو آهي هرڻا جي ماڙ ۾.

"سيڪو پيو انهيءَ ماڙ جي ڳالهہ ڪري. آءٌ جيڪر هڪ وار آتان ٿي اچان!"

"پر اتي اڪيلي متان وڃين!"

"ڇو؟"

"ماڻهو ڏاڍا ڊپ ٿا ڏين."

"آءٌ ادي، منسو ڀرم واريائين ڪونہ."

ايوا ڪجهہ ڪونہ. رکو ولي مشڪيائين.

رت پڇيس: ڀلا ڳالهہ تہ ٻڌائينم، ڪهڙو منجهس اسرار آهي؟

ايوا ورندي ڏنيس: هيئر ڇڏ، ڇو تہ ڳالهہ ٻڌائيندي سانءِ، تہ پوءِ وڃڻ تي دل ئي ڪانہ ٿيندئي. هيڪر اکين سان رنگ ڏسي اچ، پوءِ ڳالهہ پري ڪانهي.

"ائين تہ ٻاڻ منهنجي دل آڪارين ٿي. تنهن ۾ جيستائين ٻڌائيندين نہ، تيستائين آءٌ ڪين هيٺي ڪائيند يسانءِ."

تڏهن هن ساري ڳالهه ڪري ٻڌايس - چي، ”هتي هڪڙو آهيڙي رهندو هو، جنهن کي ٻه ڌيون هيون. پر وڏيءَ ڪان ننڍيءَ جو سُنهن ڪو وڌيڪ نمڪ وارو هو. انهيءَ تي هڪڙو اميرزادو اچي موهت ٿيو. هيءَ ڪشتي، جون ٿا، انهيءَ ڪٺائي: انهيءَ ڪشتيءَ وٽ، هوءَ ڌهاڙي اچي ڪيس ڪڍبي هئي، ۽ مهلن جون مهلون، هي پاڻ ۾ پيا پريت ونڊيندا هئا. هوءَ وڏي، جا ائين ئي ريڃجي ٿي ويئي، تنهن کي اچي انهيءَ تان ساڙ لڳو. ڪنرا ڏيئي، وڃي هنن جون سنهيون سنهيون ڳالهيون ٻڌندي هئي. ڪنهن وقت اميرزادي کي ڪو ٿوررڻ ڌهاڙن ڪاٽر ٻاهر وڃڻو پيو. هن وڏيءَ، وجهه وٺي پيڻ کي ڪشتيءَ ۾ ٻوڙي ڇڏيو. اميرزادي سوٽي اچي جڏهن خبر ٻڌي، تڏهن لاش ته پنهنجي ڪنوار جو وڃي ڪشتيءَ مان ڪڍايائين، پر پاڻ ڪانئس پڇاڻا تڳيوئي ڪين. ڪاڏو پيتو ڇڏي ڏنائين، ۽ ڳري ڪندا ٿي ويو. انت ويلي تائين سڌ ڪان پيس، ته منهنجيءَ ٻانهن سان هي ڌوهه ڪنهن ڪيو. هن وڏيءَ کي ٻه پاپ ڪـُڪرم ڦيرو ڪونه. اندر واري جو پوندا هنيس، سو رات جو ننڊ ڦٽي پيس. پوءِ ته ديواني ٿي پيئي، نيٺ ڦاٽ ڪاڏائين. پر اوڏو ڪيرني ڪونه ويندو هوس. ڪشتيءَ وٽ ويهي، کهڙيءَ پيئي روئندي هئي، کهڙيءَ پيئي کلندي هئي. پٽس - ماٽس گهٽائي زور ڪندا هئس، ته هلي گهر ۾

ويهه، پر هيءَ ٻڌندي ڪانه هين. ورهين جا ورهيه انئين نبري ويا. نيٺ هڪ ڏهاڙي مٿانئس ڪا وڄ ڪري، ۽ هيءَ مري ويئي! تڏهانڪر انهيءَ ڪشتيءَ کي چون ٿا، پاراتو لڳي ويو آهي- هائو ته جيڪو ٿو هيڪر اڪيلو آتي پير ٻهائي، تنهن کي ملولائي وٺيو وڃي. آلڊينهوفر نانءَ به چون ٿا، انهيءَ جو ڪو اتس اثر پئجي ويو آهي."

ماسيس تہ پيٺي ڏجھي. ڇي، آبانٽو مانانٽو وڳوني
ڪونہ اٿس. وڃي پاڻ سان اندر ٻاهر کھڙي وِڪڇر
کي ڻي وڃي؟ پر ماساتيس ماءُ کي بہ انوائي چڏيو،
۽ شهر ۾ جيڪي بہ وڏا گهر هئا، تن وٽ رٽ جي
وڃي چاڻ سڃاڻ ڪرايائين. ٻن-ٽن گهرن ۾، البت
ٿڌي ٿوري، وڏ-گهراڻين هنن جي سڪڻي آءُ ڀاءُ ڪئي،
پر هڪڙي هنڌ-جتي آن ويل هيلدار بہ هڪيو هو،
۽ پاڻ هڪڙيءَ نازنين سان ڪَنَ سَنَ ۾ ڳالهيون
پئي ڪيائين-اتي هنن پير پاتو، تہ هن نازنين تہ
مُنهن ڪونہ ڏنن، پر خود هيلدار بہ ڪرسيءَ تان
سو آئي بيٺو، پر ڏيکاريائين ائين، ڄڻ هنن کي
سڃاڻي ڻي ڪونہ، ۽ سڏئي ڪانہ هيس، تہ هي ڪنهن
کھڙيءَ جون آهن!

انهيءَ تان رٽ کي جان تان سراپ وئي ويو، ٻر
ڳالهہ دل ۾ ڻي رکيائين. باقي ماساتيس ٻاهر آئي، اما
سا اچي چئلي-ڇي، "هي وڏا ماڻهو پاڻ کي سمجهن
الاجي ڇا ٿا؟ ڀانئين ٿا، اسان مان بہ ڪجهہ ڻي پيو!
اسان ڄڻ تہ سندن ڪمش آهيون! ٻر اچا شڪر جو
اسان کي ملهہ ڪونہ ڳڏو اٿن. دِخل تہ ڏسين: ڏيلي
چانور ٿو ڏور رجهين. هن هيلدار جا حال ڏٺئي؟

هونئن ڏس، ڪيتري نہ چٽ چٽ ڪندو اٿيئي،
هيئنئر پاڻ تہ توسان رستوئي ڪو نہ اٿس! ماريو عيشي
جيئڙو! پاڻ جهڙن جي ريت رسمات جو پابند- مٿان
سندس ڦند ۽ ڦاٽي آهين! هوڙن ماڻهن تي جيڪا
ويسهہ ڪري، سا بہ پنهنجي عمر ڪاري. جتي لڳين،
آتي دل وندرائي، پوءِ باغي ٿيو وڃن!"
رت تہ ماٺ ڪيو پئي سندس ڳالهہ ٻڌي.

---

پيلاين وٽ رت پيرو پڳوئي ڪونه. ڏهاڙي پوئيون
صبوح ڏيئي اٿندي هئي، ۽ سڄ آپرندوئي ڪونه هو،
ته وٽن اچي حاضر ٿيندي هئي. ماسيءَ جي گهر وري
رات جو چرڪيرو موٽندي هئي. سڄ لٿي هيلڊار اچي
بيهندو هوس، تيستر انهيءَ سان گڏ پيلي ۾ پيئي
گهمندي ڦرندي هئي. هيلڊار، ڏينهن جو به ڪا
گهڙي- اڌ واندو ٿيندو هو، ته وٽس لنگهي ايندو هو.
هن جي صحبت اهڙي وٺي ويس، جو نيت نوان نوان
نظارا نظر سان ڪيڏي، هن کي وڃي ڏيکاريندو هو.
پاڻ ڳالهيون به، هڪڙوئي هو. رت کي نيٺ پاڻ تي
ايترو ته ور هيري ڇڏيائين، جو هوءَ به ڪانئس شڪ
ڪندي ڪانه هئي. ڪڏهن ڪڏهن ته اندر به ڪولي
پڙهائيندي هيس. هيلڊار به ڏٺو، ته جي پڙهي ڳڙهي
گهٽو نه جاٺي، ته سمجهه ۽ عقل، پڙهيلن کان ڪنهن
به ريت گهٽ ڪونه اٿس. گهڻين کان پاڻ چار رتيون
سرس ئي ٿيندي. ڳالهائڻ سندس فهميدو، اٿڻ ويهڻ
جي ڪيرائتي، ڪنهن ڪنهن ويل سندس واتان جيوت
نسبت اوچا اوچا خيال ڪن تي پوندا هئس، ته هي
پار اچرج پيو کائيندو هو، ته خيال جي ههڙي بلندي
هن پرائي ڪٿان؟ ان باري ۾ پاڻ نه ته اهڙو ڏٺو ڪٿو
هو، جو ڪا ذري منجهس ويڪ ڏسي ها، ته وري

سندس ويجھو ۽ ڪين وجي ها. پر هن سان هيتري
لڙھ وچڙ ھوندي ھئي، ڪانئس ڪري پڇجي ھا ته
"ڪيئن هڙي پانهن پسند ائيئي؟" ته اڪلي تي جيڪر
ٿهه ٿهه ڪري بيهي ڪيلي ها!

رت ڪي پيلي جي هوا ۽ جهانگين جو ڪير اهڙو
لڳو، جو گُندلي ٿي پيئي. مُنهن جي ڦيڪاڻ هينئر
رهيس ئي ڪانه. گل گلاب جيئن ٽيڙي بيٺس. اکيون
ته هونئن ئي آب-ڪئورا هيس، هاڻ ته چهري جي
زيب ڪارڻ هيڪاري منجهن نور جو تجلو وڌيڪ
پئي ڏنو.

هڪڙي ڏهاڙي، ٽپهريءَ جو، اڪيلي سير، مُنهن
۾ ويٺي هئي، ۽ وڻن جي چوٽين ڏي پئي نهاريائين،
ته ٻن مڙساڙن جي ڳالهه جو آواز اچي ڪن تي پيس.
پاڻ گهڙي-اڌ ٿي هيس، جو خط لکي بس ڪيا هئائين،
سي هينئر لفافن ۾ بندي، آتن سرناما وجهي، ڪٺي
پنهنجي پرسان بئنچ تي رکيائين.

هيلدار پنهنجي بالا عملدار آلڊينهوفر کي پئي چيو:
جناب! ڪم اهڙو ٿا ڪريو، جو وري ٿا ڪاتي ۾
بڪاڙو وجهايو. 'هيريءَ سندس هر، ٽنگ پڳي نه لهي'.
هو نجس، اصل پوءِ ته ڪين سمجهندو. تنهن ۾ اچا
به وجهه اٿو، هڙي نازڪ ڪم تي نه رکوس.

بالا عملدار ورندي ڏنيس: هي وجهه ڏيانس ٿو
مَن سڌري پوي. روزگار جي تنگي ته ماڻهوءَ کي

ٽالان ٽپي ڪري. ڪمرو لڳو پيو هوندو، ته مٿن پٽڪندس ڪين.

”مرضيءَ جا مالڪ آهيو. باقي آئينده ڳالهه ڪا هيٺ مٿي ٿي، ته مون کي حرفي نه ٺهرائجو.“

”انهيءَ ڪان اوهان چنتا آهيو. مٿانئس آئينده نظرداري برڪ ڪندو رهندو.“

آلڊينهوفر ترسيو ڪونه، کيس سلام ڪري ويو هليو. هيلڊار لنگهي اندر مٿنهه ۾ ٿيو. آس ۾ اونهيءَ مٿنهن ٽامٽي ٿي ويو هوس، هيڪاري جو بالا عملدار سندس ڳالهه نه مڃي هئي، تنهن ذراڪ وڌيڪ ئي جوش ڏياريو هوس. پر رٽ کي جو ڏٺائين، ته مٿنهن جو چهرو وري پيو ٽپي پيس - رٽ کي چيائين: پٽڻ ٿي! شولز کي وري به ٽا اسان جي ڪاتي ۾ رکن!

رٽ وراڻي ڏنيس: هائو، مون کي پاڻ ڪن تي اهڙو پڙلاءُ پيو.

”آلڊينهوفر کي سڌ ڪانه ٿي پوي، باقي هن کي رکي، نيٺ ڏاڍو پڇتائيندو. پر تنهن ۾ منهنجو ڇا وڃي؟ منهنجو ته آئينده سانس واسطو ئي ڪونه رهندو.“

ڳالهه ٻاهران بيپرواهيءَ سان پئي ڪيائين، پر اندر ۾ آرام ڪونه هوس. ڪلياٽين به زور ڏيئي پئي. اهائي رٽ هٿي هن ويل نه هجي ها، ته هي ڪا ويرم پيو چڙهي وچڙي ها. اتي اک وڃي لفافن تي پيس. ٻنچ تي ويهي، رٽ کي چيائين: خط ته ڪين آهن، ڪي رسالا ٽا ڏسجن!

رت پڙايس: لکيا ته اڄ ٿي اٿم، جيتوڻيڪ سويلو
چڪ به ڏاڍا ماري آئي آهيان.

هيلڊار: چڪر ته چڱا، پر تون سياڻي، ايڏي جا ڪوڙ
نه ڪر. آءٌ ماساتهين کي به ٽيٽ ڏيئي ٿو ڇڏيان،
ته ائين توکي پنهنجي وهم نه ڇڏي ڏئي.

رت پنهنجون اکيون ڪٽي سندس اکين ۾ ڪپايون.
مُنهن تي مرڪ، چيائينس: پنڌ هينئر آءٌ لڪايائين ٿي
ڪاڻ ٿي. ڏسو، بٽ ۾ ڪيترو نه وري آهيان!

هيلڊار ڏانهنس نهاري، سرهو پئي ٿيو. آتر ڏنائينس:
تنهن ۾ ته شڪ ئي ڪونهي. داديهن جيڪڏهن سياڻي
هجي، ته سرؤ ۾ سيارو به چوڻي ته اتي ئي رهي پئو.

"سرؤ ۾ سياري ۾ هتي ڪير رهندي؟ آءٌ ته جيڪر
ڪڪ ئي پوان. تنهن ڏينهن هنن منهنجين ساهڙين
به اهڙي ڳالهه ڪئي. پر هنن کي هتي جهڙو اونهارو
تهڙو سيارو. گهرگهاٽ جو هتي ٿين."

"تڏهن دنيا جو گوڙشور توکي وڻي ٿو؟"

"گوڙشور نه، باقي منياسين جيان ايڪانت ۾
پارهوئي جيڪر آءٌ به ڪانه گهاريان."

"ڳالهه منهنجي دل وڻان ڪئي اٿيئي. هن باري
۾ آءٌ توسان بلڪل شامل راءِ آهيان. انهي ڪارڻ ئي،
"مون کي ڇٽ-ڇڙهه ماهيءَ شهر جي ڇڪ ٿئي ٿي."

"اوهان جو سياءُ مون کي جان تان ڇنڇل پيو لڳي!"

"مون تنهن ڏينهن کين توکي پڙايو، ته ڪڏهن
آءٌ پيلي سان پاڻ ڇڻائي، وڃي شهر جي فرحت وٺندو

آهيان. پر تڏهن به پيلو سون کي ٻنهه وسري ڪو نه وڃي، ڇو ته اڳي - پوءِ منجهانئس جيڪا موُج ايندي اٿم، تنهن سان شهر واري ساهءَ جي پيٽ ڪري ڪان سگهبي - سو ڇنڇلتا جو الزام متان مون تي مڙهيندي آهين."

"ڇٽ - ڇهه ماهيءَ، ڏينهن - ٻه ٻه ڪنائس باغ ۾ ويندا آهيو نه؟ آءٌ جيڪر اوهان جيان پنهنجيءَ رضامنديءَ سان هيڪر ٻيلي جي اڇي اوٽ وٺان، ته پوءِ سڙو ئي سياري ۾ به، مون کي پاڻ سئو پيو لڳي. شهر جي گوڙ گهمسان کي ماڻهوءَ ڇڏيو ته ڇڏيو. ورِي جو وڃي پاڻ منجهس لوڙجي، تنهن مان رس جس ڪهڙو؟"

"تڏهين تون سچ پچ مون کي ڇنڇل سڀاءَ وارو سمجهيو ويٺي آهين؟ تون پاڻئين ئي، ته منهنجي وفائيءَ تي ويسهه آهي ئي ڪو نه؟"

"بيوفائيءَ جي ڪا مون ڳالهه ڪئي؟"

"صاف صاف ڪو نه ٿي چوين، پر مطلب اهو ئي ٿيو. آءٌ ان لاءِ توکي ڏوهه ڪو نه ٿو ڏيان، ٻر ايتري پڪ ڄاڻج، ته وفائيءَ ۾ ڪنهن ڪنهن ويل جيڪڏهين آءٌ جفائي ڪيو ويهان، ته دل سالم اٿم. تون پنهنجيءَ داديءَ نانءَ چوندي آهين، ته دل اهڙي 'سون ورني' اٿس، جو پنهنجو پاڻ هن کي ياد ئي ڪو نهي. آءٌ هن جي جٽيءَ ۾ ايتريقدر ڪري پير نه ٻه پائي سگهان، پر جن سان هيڪر منهنجي دل لڳي، تن سان آءٌ توڙ تائين نباهي ڄاڻان. آءٌ

ايمان سان تو چوان، ته تنهنجو نينهن جهڙو پنهنجيءَ
داديءَ سان آهي، اهڙو جي مون سان ني هوي، ته
آءٌ جهڙو هينئر آهيان، تنهن کان گهڻو گهڻو بهتر ٿي
سگهان. پوءِ تون نٿي پائين، ته تنهنجيءَ داديءَ سان
ان ڏس ۾، آءٌ جيڪر واه جو بتر مڇي وڃان؟"

رت ڪنڌ سان به "نه" ڪيس، ۽ وات سان به ٻڌايس:
دادي پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن جيان، تو هان کان
پنهنجو پاڻ نپٽ وساريو ٿيندو ني ڪونه.

"تون سمجهين ٿي چا، ته هن ٿوري عرصي اندر ني
تو منهنجو اندازو وٺي چڏيو آهي؟ تون ائين وسهيو
ويٺي آهين چا، ته منهنجي پيار مان سدائين خوديءَ
جي خوءِ پيٺي ايندي؟"

"اهڙي تهمت آءٌ اوهان تي ڪانه ٿي رکان. آءٌ
چاڻان ٿي، ته ٻيءَ ڏر ۾ جيڪڏهن ڏيا ۽ مٺيا پيٺي
هجن ته پوءِ اوهان وٺڻ جا نه آهيو. اهڙيءَ حالت
۾ اوهان جيڪر پنهنجو پاڻ به بنهه وساري چڏيو.
اهڙي جيوَ جي مٿان جيڪر اوهان آڻندي وبهندي
گهورون پيا گهوريو. چو ته اوهان جو هرڪ
هاربوئي آني، جتي خدائي حسن ۽ نزاڪت سان شامل،
انساني جوڙ ۽ جنسار به موجود هوندو. پر منهنجيءَ
داديءَ پاڻي ئي ٻيءَ پڙهه مان پيتو آهي. آءٌ هن جي
ساڳيءَ ڪنجيءَ مان ليٽيل پيڻ به ڪانه ٿيان، ته به منهنجي
ڪاتر پاڻ ڪي سڪائي چڏيو اٿس. منهنجي صدقي
ٿيت لعنت، ڪارگند، ڏڪ ٻجو ميڻو ڪيو پيٺي پو ڳي؛

ٻوڙهيو ٻڌي، ته چڪيو ٿي ڪري، ته ٻه ٻانڌ ٿي قياس ئي ڪري ڪري. اٿس. ٻڪون لنگهڻ ڪڍي ٻڌي، مون کي رسد رسائيندي اچي. هيڏو ٻاڌ تي ڪوپ ڪاهي لاءِ ڪنهو ويٺي آهي؟ نه. ته مون جيان ماڻيلي پيءُ وٽ رهڻ لاءِ پڌل ٻه ڪانهي. ههڙو سدورو جيءُ، ڪٿي ٻه جيڪر سمائجي وڃي. پر چوي: تو منهنجي پيءُ کي ههڙي جڙ جيو جي پناري ڪيئن چڏيان؟ آها پيءُ ڦاٿي نه مري، جا توسان اهڙو قهر ڪري! هاڻي اوهان سمجهندا هوندؤ، ته آءٌ سندس ساڪن مان ڇو نٿي ڏاپان؟ پيو آجڙ ته آءٌ هن کي ڏيٺي ڪانه سگهنديس، سو ڪير ٻه ڪٿي پنهنجي ساڻس پيٽ ڪري، ته مون کي ڳالهه پسند ڪين اچي!"

هيلڊار سندس هٿ وٺي ڪٿي پنهنجن چپن تي رکيو. چيائينس: آءٌ سمجهان ٿو، ته تنهنجي دادي هڪ اعليٰ روح آهي! هوءَ برابر ڪنهن اوچي عرش تي ويٺي آڏامي. پر پڪ ڄاڻج، ته آءٌ ٻه هيٺ جي پٽون منٿي پونءَ پيو وسان، ته وچ جا پندڙ پڇي، آخر انهيءَ عرش ڪرش تي پهچي سگهان ٿو، جيتوڻيڪ سمجهان ٿو، ته انهيءَ ۾ اچا ڪي مدتون لڳي وينديم!

رٿ پيو آنڊر ڪو نه ڏنس، رکو منهن وٺي نماڻو ڪيائين. هيلڊار اٿي ڪڙو ٿيو - چيائينس: اها ڳالهه ٻه جيڪس توکي نه وڻي. پوءِ انهيءَ اوگيان لاءِ آءٌ توکان ڪيئن بخشايان؟

رت مشڪي وراڻيس: بس، اوهان بخشائي ڇڏيو. ان جي عيوض آءٌ اوهان سان پول ٿي ڪريان ته دادي ءَ کي ساري اوهان جي حقيقت لکي ٿي موڪليان.

"ڏاڏيءَ جي نانءَ ضرور لکجاس."

"پر ايترو به پڌائيندي سانس، ته هڪڙي ڳالهه اوهان نسبت جاچي اٿم، جنهن جو اڃا ڦورو آءٌ نه ڦوري سگهي آهيان".

"آها ڪهڙي ڳالهه؟"

"ياد اٿوَ، ته تنهن ڏهاڙي، آءٌ ۽ ماساتيم آئي آيو نسين، ته توهان اسان کي دوس ٿي ڪونه ڏنو؟ ان وقت ڍنگ اوهان جو اهڙو هو، جڻ اڳي اسان کي ڪڏهن ڏٺوئي ڪونه هووَ؟"

"ياد اٿم. پر اها ڳالهه آءٌ توکي ڪنهن به نائي سمجهائيندس. هينئر معافي طلب آهيان."

"خير! پر آءٌ هتي باقي ڪي ڏهه - ٻارهن ڏينهن مس آهيان."

"بس! ائين وري ڪيئن ٿي ڪرين؟ مهينو ماس ته پيون ڏنڪ."

"نڪو، ڪالهه به هتان چٺي آئي اٿم. منڊ به اڃها ڦري ڪيي ڦري. ڪم ٻنان هڪا سرندي؟ مون به اڃها، اڄ ورندي ڏني اٿمان ته اچان ٿي."

هيلدار هيٺ نهڙي، سرنااا چتائي ٻئي ٻڙهيا، ته رت چيس: اڪر به آءٌ مڻا ڪين لکي ڇاڻان.

هيلدار سرناما پڙهي، جان تان ٿيءَ ۽ پنجي ويو- خصوصاً هڪڙي سرنامي ڏانهن نهاري، منهن ۾ ڪٿي گهڻند پائائين- رت کي چيائين؛ وهي وات گهڻن ئي سان ٿي ڏسجيئي؟

"نڪو، خط پٽ جو رستو بن- ڇٽن سان مس ائم."

"چڱا پَر تُو ماڻهو ٿا ڏسجن."

هيءَ تَڪ هيلدار نوع اهڙي ۾ چئي، جو رت سمجهي ڪانہ سگهي، تہ مطلب ڇا ائس- هڪڙو خط تہ پنهنجي داديءَ ڏي لکيو هئائين؛ ٻيو خط هٿ ۾ ڪٽي، هيلدار کان پڇيائين: اها تَڪ، اوهان هيءَ سرنامو پڙهي چئي؟ هن ماڻهوءَ سان منهنجي ورهين کان صحبت آهي.

"پاڻ ۾ جيڪس رستو ڏاڍو گهاٽو ائوَ؟"

"جيڪي سو آءٌ هن کان پنهنجي حال جي تيرُ خبر ڪانہ لڪايان. هينئر بہ هتي جو سمورو حال احوال ڏنو ائمانس."

"هائو، هن ٿهيءَ ۾ صحبت محبت وارا گهڻيئي اچيو پانهن پيلي ٿين!

هن تُڪ رت کي البت ڪاوڙائي وڌو. ٽيپ ڏيئي، اٿي ڪڙي ٿي. وات سان سو ڪجهہ چيائينس ڪو نہ. هٿ پئي ڏکيس، خطن لاءِ ٻنهي تي مناڙيائين پئي. هن ڏانهن گهور ڪري نهاريائين ائين ٿي، جو ڇڻ سڄو ٿي ڏنائينس.

پر هيلدار آسالڪ پنهنجي چنڪ سهي ڪري ورتي. سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ قابو جهلي، چيائينس: آءٌ نهايت شرمسار آهيان. مون کي ائين چوڻ نه کپندو هو. پر ڏس، هي ڪم سڀ منهنجي گرم طبيعت جا آهن. آءٌ توکان هاڻ ليڪ ڪانه ٿو ڪريان. صاف صاف ٻڌايانءِ ٿو ته، مون کان اها ڳالهه گوارا ڪئي نٿي وڃي، جو مون ڌاران ٻيو ڪو به، ٻئي ٻشر، تنهنجي اندر جي احوال مان هن ريت واقف ٿئي. آءٌ ڄاڻيان ٿو، ته تنهنجو حاليائي آءٌ ئي آهيان، اهڙو حق مون کي ئي آهي!

اتي هيلدار سندس هٿ ڪري ڇڏيو، ۽ مُنهن ڦيرائي هليو ئي ويو. پر وري ڀليان نهاري، چوڻ لڳس: ڏس، اڄ کان وٺي، آءٌ ڄاڻي ٻجهي پاڻ کي هن سرڳ ڌام مان لوڌي ٿو ڪڍان، ڇو جو ڄاڻان ٿو، ته منهنجي دل درياهه جيان آڇلون پيئي ماري، ۽ سنڌ ئي نٿي پويم، ته باز ڪيئن اٿيانس. آءٌ وري به توکان معافي ٿو گهران!

رت جي اکين مان ڏک به پڌرو هو، پر نهاريائين ائين پئي، ڄڻ هن کان ڪي ڳجها سوال پئي پڇيائين. نيٺ زبان مان هي اکر اُکليس: ڪنهن ڪنهن ويل اوهان جو رنگ ڍنگ اهڙو ٿيو پوي، جو آءٌ ڏڪيو وڃان. آءٌ پوءِ پيئي چوان، ته جيڪس...

پر هيلدار تڪ پوري ڪرڻ ڪانه ڏنيس. لنوندڙ ٿي وٺ کيس به رت ميڙي آيو. چپ پئي ٻيڙ يائين.

چيائينس: تون مون مان ڪوبه ڏپ نه ڪر. آءٌ توکي وچن ٿو ڏيان ته تيستائين آءٌ وري تنهنجي منهن تي ئي ڪين چڙهندس، جيستائين مون هي پنهنجي اندر جي باهه صفا اجهائي نه ڇڏي آهي! ڇو ته پوءِ ئي نهايت صاف دليءَ سان آءٌ تنهنجن انهن اونهن اوڙاهن ۾ نظر هڻي سگهندس.

هيلڊار روانو ٿيو، ته اٿنا سڏ ڪري چيس: اوهان جون ڳالهيون به ڪنهن ئي ڪين ٻڌيون - پر مائي، هن ماڻهوءَ کان سنڀال ڪجانءِ!

رت زبان سان ڪجهه ڪونه، رڳو خط ڪڍي هٿ ۾ ڏنائينس. اٿنا پنهنجي ئي موٽ ۾ پئي ڳالهايو. چيائينس: خط، ماڻهوءَ کي چوان ٿي، وڃي تپال ۾ وجهندو، پر تو ته اڃا ڪير به ڪونه پيتو آهي. سيگهه ڪري وٺ. پاڻيان ٿي واڇوڙو سنهري ٿو اچي. تنهن ۾ ساجهر ئي پيلي مان گهمتاري ڏيئي آءٌ. مينهن-واچ ۾ پوءِ نڪري ڪانه سگهنديس.

رت ڪير پيي ٻاهر نڪتي، ته منهن تي جان تان مايوسي ڇانئي پيئي هيس. پندرهن-ويهه وکون اڳتي وڌي، ته پرسان هڪڙي سبزويءَ تي وڃي اک پيس. هيءَ آسالڪ ڪنڌ کي ٻانهن جي ٽيڪ ڏيئي، ڍکهي ٿي، آتس ليٽي پيئي. وٽن جي ٻنن ۾ ٽڪاڻ جا آهچاڻ ڏسي، سمجهيائين ته سرڙ به اجها ٿي - جي، ”پوءِ وٽ جي سڪي ٻنهه باڪٽڙ نه به ٿي ويندا، ته به رستن تي رنگ هوندوئي ڪونه. بلڪ هن

هنڌ، جتي سائي گاھ جي سوڙ پٺي ڏسجي، مٿريءَ ٻوڙ
برف پٺي هوندي. پکي پکڻ ۾ وچي پيا ڪوسا ملڪ
وسائيندا“ـ دل ۾ چيائين ته ”ايوا ته آن ويل پٺي
ٺرندي، پر آءٌ سدوري ڪٿي هونديس؟ آءٌ ته ڪنڌ
هيٺ ڪيو، پرت ۾ سيبي تي نور پٺي نچو ٿينديس!
ورلڊي اونهاري ۾ ته سنهنجو هتي اچڻ نه ٿني.“ پر
وري الاجي ڌل کهڙي شاهدي ڏنيس، سو پاڻ کي
آٿت ڏيڻ لڳي، ”ته آءٌ پاڻ ته اوس موٽي اينديس.
پر جي ڏٿيءَ گهريو، ته داديءَ کي ۾ پاڻ سان آڻينديس.“

پرپرو، اچي اوجل پاڻيءَ جي ڪا نهر پٺي وهي،
جنهن ۾ ڪن ٿن ٻارن پير پٺي پسايا، ۽ هڪ پٺي کي
چنبا هٿي، ٿهه ٿهه ڪري پٺي ڪليانون.

انهيءَ آواز تي هيءَ اٿي ڪڙي ٿي، ۽ ٻارن وٽ
اچي، سائن بيهي ڳالهيون ڪيائين. ٻارن ٽيڪڙن ۾
کي پير چونڊي رکيا هئا ـ چيائين: ڦانڊ پري پير
مون کي ۾ نه ڏيو؟

منجهن جيڪو وڏڙو هو، تنهن چڙڪ ورندي
ڏنيس ـ ڇي، پير پنهنجا نٿي وچي چونڊين؟

رت پڇيس: ڪٿان وچي چونڊيان؟

ٻارڙي سبز محل ڏي مُهڙ ڪري چيس: ايڏانهن
پيرون ڏاڍيون اٿيئي. هٿ هلايئي ته پير ججها!

رت تنهن تي نهر جي پراڙ، وٽن جهنجهيءَ ٽڪريءَ
ڏي نهاري پڇيس: چو، هيڏانهن پيرون ڪين آهن ڇا؟

هن ڇرڪ ڀري چيس: ايڏانهن، هرڻن جي ماڳ ۾؟ اُتي ڪير ويندو؟

"پر آءٌ ته وڃان ٿي."

"اڙي، متان ويندين آهين!"

"ڇو؟"

"ڇو ته، جيڪو ٿو اتي وڃي، تنهن کي ڏائڻ ڏاڍو ٿي ستائي!"

"مون کي ڪانه ستائيندي. آءٌ پنهنجو جوڳي آهيانس."

اُئين چئي، رت نهر تان ٽپ ڏيئي پراڙ ٿي، ۽ وڻي تڪڙو تڪڙو پير کنيائين. هو ٻار به آمالڪ ٻاهر نڪري ڊوڙندو وڃي پٺس، ۽ چيلهه کان پڪڙي چيائينس: آءٌ توکي وڃڻ ڇو ٿو ڏيان؟ پير مون کان وٺ، منهنجون پيئر به ٻڪ ٻڪ ڏينئي ٿيون!

پر رت وٺي ماٺو ڪيو ـ چي، "هيئنر مون کي توهان جا پير ڪين گهرجن. آءٌ ماڻرئيءَ ۾ پنهنجا وڃي ٿي چونڊيان."

ڇوڪر کي اکين ۾ پاڻي تري آيو. وري به ليلايائينس: ڏاهي ٿيءُ، ايڏانهن نه وڃ!

ٻار جي هيڏي قربائتي حُجَ ڏسي، رت کلي ڏنو ـ چيائينس: ٻاڙڙا، تون ڊڄ نه. آءٌ اجها ٿي صحيح سلامت موٽي اچان.

"تون هيڪر ڪري موٽي به اچين، پر ڇو ته هن جي چڪ ڏاڍي ٻري آهي!"

انهيءَ جو تون ڊپ نه ڪر. آءٌ ائين ڏٺي آهيان.
تون پاڻ به سنسائي نه ٿيءُ، ماڻهو چوندا ڳيدي آهين!"

انهيءَ مهٽي تان، ڇوڪري جو منهن لال ٿي ويو!
چيائينس، "ڇا؟ تو مون کي ڳيدي سمجهيو آهي؟
وڏي هوندي آءٌ ڏس ته ڪهڙو نه بهادر ٿو ٿيان!"

"تڏهن هي ڳالهيون وري ڪيئن ٿو ڪرين؟ تو جهڙو مڙس... ماٺڙيءَ ۾ وڃڻ کان ڊڄي؟"

ڇوڪري لاجواب ٿي، اکيون ڪري زمين ۾ ڏٺايون.

رٽ پڇيس: ڀائڙا، تنهنجو نالو؟

وراڻي ڏنائينس: فرانڪ ايبرٽ. انهيءَ ساهيءَ ٿي پڌايائينس: اسان جو گهر به، تنهنجيءَ ماسيءَ جي گهر سان لاڳيتو آهي. آءٌ تو کي اڳي ئي سڃاڻان. تنهنجي ماسي ته اهڙي مرچوٽ ٿي ڏسجي، جو تو ڪارڻ ويلي جي وسعت نٿي ساري سگهي، تڏهن ته پيلاين سان سٽو ڪيائين!

رٽ کي ڳالهه ته ڪٽڪي آئي. پر ڇوڪريءَ جي هڙيءَ ريت چڙيي ڳالهائڻ تان دل ۾ ڏاڍو ٿيس. چيائينس: ڏس، ائين گهٽو نه ڳالهائجي. هاڻ پيرن کي وٺي، سگهو موٽي گهر وڃ. واچوڙو لڳو ڪي لڳو.

ڇوڪري ساڻس مهاڏو ڪو نه اٽڪايو. آماڪ پيرن سميت اٿي گهر ڏي پنڌ پيو. پر هو وکون ڪٽي پٺيان نهاري، وڏي سڏ رٽ کي وري به منٿ ڪيائين: تون به ڏاهي ٿيءُ، موٽي گهر هل!

رت ورندي ڏنس: منهنجي هيئر تکڙ ڪانهي. منهنجو ڪنهن کي اوسيڙو ٿيندو؟ اوهان پار آهيو، اوهان جا مائٽ اوهان ڪاڻ ويٺا نهاريندا هوندا.

ڇوڪري چيس: پيو ڪونه، نه هيلدار نه اوس توکي ياد ڪندو، ڇو نه آءٌ ڏسندو آهيانس، نه ڏهاڙي پوڇاڙين جو، پوسٽ ماستر کان اچي پڇندو آهي، ته تون اچا گهر موٽي آهين يا نه؟

رت وري ورجايس ڪونه.

ٽڪري ڪا آتانهين ڪانه هئي، پر وڻ آتس، هيٺ مٿي پاسن کان ايترا ۽ اهڙا گهاٽا لڳا پيا هئا، جو منجهائن اڳيرو لنگهي وڃڻ ڪاڻ، ڪس ئي ڪونه ٿي ڏٺو. سانت ۽ ايڪانت وري ڪهڙي هئي! ماڻهوءَ جو آواز نه ٺهيو، پر ڪنهن پکيءَ پرندي جي لات به ڪانه ٿي سڄي. رت پٺيان نهاري، ڪن پل بيهي ويچار ڪيو، ته هاڻ ڇا ڪريان؟ ۽ اڳتي وڃان يا موٽي وڃان؟ پر امالڪ منهن ورائي، وڻن جا ڏار هٽن سان ڏار ڏار جهلي، وچائن واٽ جوڙي، منجهن اندر گهڙي ائين ويئي، ڄڻ ڪا ٽپي ٿي هنيائين. وڻن جي ڏارن سان جو ڪئين مندون سج جو ترورو ٿي هيٺ پٽ تي ڪونه پيو هو، سو اتس گهاٽي سائي سينور جا ڇٽا پڌجي ويا هئا، جنهن ۾ رت جا پير مُرڪي تائين پڌجي پيا، وري وڻن سان جي پن ۽ گلن جا ورق ڇٽيا، سي موتين ۽ زمردن جيان مٿي ۽ گهاگهريءَ تي چنڙي پيس. رت ڇنڊ ڪو

ڏيئي، پلڪ ۾ اهي لاهي ته چڙيا، پر ڪلي ڪلي پاڻ
کي چوڻ لڳي: جادوءَ جو اثر هينئر ئي ٿو شروع
ٿئي! اکيان ته هن ڪان به وڏيڪ گهاٽي جهاڙ لظر
آيس. بلوط جا وڻ آيا هئا، جن کي وليون ويڙهي
ويون هيون، ۽ چوڌاري ڪاراونداهي لڳي پيئي
هئي. هيءَ تڏهن به اکيون پوري، ڪاهيندي هلي،
۽ ڪن پلڪ ۾، گهسندي گهسندي، لنگهي جهاڙ جي
هن طرف ٿي. هيٺ ماٿر وارو نظارو ڏسي سرهائيءَ
وچؤن وات مان رڙ نڪري ويس. اتي پاڻ ڪان
پنج ست وکون پري ڏٺائين، ته گاهه تي ڪجهه
ڳاڙهي رنگ واري شئي پيئي هئي، ۽ گهڙي پلڪ
اکيون منجهس کپائي، جهٽ ڏيئي وجي اها کنيائين.
چوپڙيءَ کي رهڙ ويڙهيو پيو هو، ۽ سمجهيائين ته
جيڪس هيلڊار جي ئي ڏسجي. پرائي شئي کولي پڙهي
به ته نه. پر دل ۾ آيس ته پنو ته ورائي ڏسان،
متان ان تي مالڪ جو نالو لکيو پيو هجي. ائين ئي
رهڙ لاهي، پٺي تي اندران اک ڦيرايائين، ته هيلڊار
جي بالا عملدار لوڊيئر آلڊ ينهوفر جو نالو لکو پيو هو.
هن چوپڙي بند ڪري، پنهنجي کيسي ۾ ئي وڌي، ته
اتي ئي پنن جي ٽڪرن تي وجي اک پيس، جي به
سمجهيائين ته چوپڙيءَ مان ڪريا هوندا. اهي به
آمالڪ ڪٺي هٿ ۾ ڪيائين. پر جهڙو موٽائي، انهن
کي چوپڙيءَ ۾ وڌائين ڏي، تهڙو هڪڙي تي چا
ڏسي، جو ڪنهن سرگهه نين سندريءَ جي مورت

چيٽي پيٺي هئي، جنهن جو چهرو جيتوڻيڪ ڏپ ڇڏي
ويو هو ته به ڏسندڙ سمجهي سگهيو ٿي، ته هيءَ نازنين
ڇا نه سونهن جي کاڻ هوندي!

رت ڪا ويرم بيٺي منجهس نهاريو. پر پوءِ ٿڌو
ساهه ڀري، موٽائي ڪٺي چوپڙيءَ ۾ رکيائينس.

چشمي وٽ عجب اسرار لڳو پيو هو! چشمي جو
ٻنارو پٿر جو هو، جنهن تي گهاٽو گهاٽو سينور چڙهيو
پيو هو. چشمي جي بيٺه، ڏُن ۾، پٿرائينءَ ڍڪيءَ
تي ”پوڻ پُتلي“ کڙي هئي، جنهن جي مٿي تي پَٿر
جوٺي تراڪڙو ڪٽورو رکيل هو، جنهن مان وري
ڦوهاري جون لاٽون زور سان مٿيرو چڙهي، موٽي
چشمي ۾ به پئي پيون، ۽ چوڌاري سائي گاهه تي به
بوندون پئي وسايائون. چشمي جي ٻاهران، ڪيتريءَ
ساريءَ پکيڙ ۾، گلڪاري به واه جي هئي! گلن مان
هٻڪار آها ٿي آئي، جو هوا واسجي ٿي ويئي.

رت ٻناري تي هٿ رکي، اڳيان بيهي چشمي جي
تري ۾ نهاريو. جاچيائين ٿي ته سچ پچ ترو اهڙو اونهو
اٿس ڇا، جنهن جو مَپُ ملي ٿي نٿو؟ ڦوهاري مان
جي بوندون پئي آيون، هرهر آهي پئي مُنهن تي
جهٽيائين، وري چشمي مان جو پاڻي هڙبڙ ڪري مٿي
پئي چڙهيو، هَرَهَرَ ڪَنڙو ڏيئي، ان جو آواز پئي
ٻڌائين. ائين پئي ڀانئيو، ڄڻ چشمو ڳالهيون پيو ڪئي،
۽ سِڪ وارن جون جي آسون اميدون آڏامي ويون

هيون تن کي اوساري، اوڇنڱارون ڏيو پيو روئي. رت هي رنگ ڏسي محو ٿي ويئي، جو سُڏڪن ٿي کانئس ٿي پيس، ڇا پيئي ڪريان. ڪنڌ جيئن پوءِ تيئن هيٺيرو ٿيندو ويس. هيٺ ترين ۾ پاڻيائين، ته سچ پچ ڪنهن جي تصوير آهي، جا اول اڳ لڳائي، پوءِ ڇنيائي ڇڏي پيئي ڏسجي؛ جنهن جون اکيون ڏياٽين جيان ٻرن. پر الاجي ڇو، پاڻ انهن ۾ ئي وسهيائين، ته ڪٿي مڙيو ئي انهن اکين جو اڳي ديدار ڪيو اٿم.

هيءَ جيڪر بيخبراً اچا ٻه هيٺيرو نئڙندي وڃي ها، پر ڪنهن سندس نالو ورتي، ڇتاءِ ڪيس: "ٻني تي اٿين آترڏو نه ويهه." تنهن تي هيءَ ڇرڪ ڀري، اٿي ڪڙي ٿي ۽ ڏٺائين، جو پرسان آلديڻهوفر بيٺو اٿم، هيءَ منجهي پيئي.

آلديڻهوفر چيس: آءٌ جيڪر توکي هيئن منجهايان ڪين ها، پر ڏٺم تون بلڪل اڪيلي ويٺي هئينءَ، تڏهن بهتر سمجهيم، ته توکي سڏي سجاڳ ڪريان. هن پٿر جي ٻناري تي ويهڻ ٺيڪ ڪونهي. ڪنهن وير ٻه ڍهي پوي. هيڪاري، جهڙي تهڙي جيءَ جو ٿي آتس ٻار ٿيو ته، ڪيرندي ويرم ئي ڪانه ڪندو. تنهن هوندي ٻه، هڙيءَ ريت وچ ۾ پوڻ لاءِ آءٌ معافي طلب آهيان.

رت ٿه ڦهه وراڻي ڏنيس: آءٌ پاڻ اوهان جو ٿورو مڃان، ڪين اوهان کي معافي ڏيان؟

پر آلڊينهوفر وري ان باري ۾ ورجايس به ڪين. ٻالهه ڦيرائي ڇڏيائين. چي، "تو ڪي به، تڏهن هيءَ ريس-منّي گهلي ٿي وئي؟"

رت چيس: آءٌ نٿي ڀانئيان ته انهيءَ ۾ ڪو ريس-منّيءَ جو ڏوهه ڇئيو. ان لاءِ تلاهي آءٌ پاڻ آهيان. پيو به اهڙا منسا ۽ ڀرم مون کي ڀرمائين ٿي ڪين. البت هيُن ويچاريءَ جي حال تان ويچار ٿئيم ٿو.

آلڊينهوفر پڇيس: تڏهن حقيقت مان منڊس اڪيئي واقف ٿي آئي آهين؟

رت ڪنڌ جي اشاري سان چيس: "هائو."

هن وري پڇيس: تو جو پريندي ٿي هن مانڊ ۾ پير پاتو، ته دل ۾ سمجهيئي ڇا؟

رت ورندي ڏنيس: ڀانيم ٿي، ته ڪنهن عاليشان مندر ۾ بيٺي آهيان، جنهن ۾ هنڌ پٽ ڪنهن ڪري سُرهاڻيون ڇٽيون آهن.

"سچ پچ! هي آستان ديومندر مان تير ڪين ٿو لاهي. ڇو ته جيڪو به ماڻهو منڊس اوٽ اچي وئي ٿو، تنهن جي تتي هنئين تي ڇنڊو وجهي، ڪيس نيرمل ڪيو ڇڏي. هتي جيڪو حادثو ٿي گذريو، تنهن جي يادگيري سمجهان ٿو، ڪڏهن وسرندي ڪانه! پر تڏهن به هن هنڌ پير پاڻ سان ماڻهوءَ جا ڪيترا پاپ ڪُڪرم، اوسراڻ ٿيو وڃن."

"قدرت ڪان مون کي ته پاڻ بخشائڻ جي گهرج ڏسجي ٿي ڪانه ٿي."

"ڇو ڪين؟"

"ڇالاءِ، جو آءٌ آتانس هزار جان سان قربان آهيان."

"پر پهلي تان تہ نہ؟"

"قدرت ۾ پهلي ڪي وراهيو آهي ڇا؟"

"پر منجهند ٿاڻي، تہ تو ڳالهہ ئي ٻي پئي ڪئي. سياري ۾ تہ چيئي ٿي، آءٌ جيڪر هتي ڪَڪ ٿي پوان!"

رت منجهي پيئي. سمجهيائين تہ هيلڊار سان جيڪا مون گفتگو پئي ڪئي، سا اوس ٻُڌي ورتي اٿس. هٻڪي پئي - چيائينس: سياري ۾ اسان وٽ هتي گوڙ گهڻو ٿو ٿئي.

"پر گوڙ گهمسان جي وچ ۾ بہ، ماڻهو اڪيلو نٿو ٿي سگهي ڇا؟"

"منهنجو مطلب هيون هو. مون کي ٿوري ڪٽي وار سياري ۾ ئي ملي ٿي. انهيءَ سمي بہ جي مون وٽ ڪا ساهيڙي سَدَ نہ اچي وڃي، تہ جيڪر منهنجا خيال خطرائي منهنجي ڇاتيءَ ڇنيءَ ڇڏين!"

"معاف ڪج، جو آءٌ تو کان هي سوال پڇان ٿو. پر ڇو؟ تنهنجي جيوت جي اهڙي ڏکيءَ ٿي گذري، تہ پوءِ شهر ۾ تنهنجي لاءِ رکيو ڇا آهي، جو سمجهين ٿي، تہ پهلي کان وري بہ آتيءَ تنهنجو دم خير جو پيو گذرندو؟"

"آتي دادي جا ويٺي اٿم."

"ڀلا جي داديهين بہ توسان گڏ هتي هجي تہ پوءِ؟"

”پوءِ ته بس! پيون مون کي گهرجي ئي ڪين. ڏاڏيءَ سان رڻ پٽ ۾ به جيڪر منهنجي لاءِ وسڻ ئي پوي!“

”تنهنجي ڏاڏي ڪا اچرج جهڙو جيو ئي ڏسجي. ماڻهي جي پيڻ ئي ته اسان اهڙي ڪٿي ڪانه ٻڌي!“

”سچ پچ، روءِ زمين تي اهڙي ڪانه لڀندي. آءٌ کهڙي سندس واکاڻ ڪريان! کهڙا سندس ڳڻ ڳايان! سنڌن مان تير ڪو نه گهمايو اٿس. آءٌ جي پاڻ ڪٿي سچوئي آتانس گهرريان، ته سندس هڪڙي ٿوري نه پچي سگهان!“

ڏاڏيءَ جي نالي وٺندي، پاڻ گدگد ٿي ٿيو، ۽ خبر ڪانه ٿي پيس، ته وري به ٻني تي ليٽ پئي ڪاڏائين.

آلدينهوفر تڏهن چيس: توکي هيترو سمجهايم ته به پنهنجي سنڀال ڪرين ڪانه ٿي!

اتي آسمان سارو ڪڪرن سان ڇانئجي ويو. هيٺ پاڻيءَ ۾ ولوڙا ٿي پيا.

آلدينهوفر ٻڌايس: واچوڙو اچي ويو. اسان کي سڌ ئي ڪانه ٿي پيئي - هاڻ هل ته توکي گهر اماڻي اچان.

رٽ ورندي ڏنيس: آءٌ هتي ئي ويٺي آهيان. ڀل واچوڙو لڳي رهي.

”واچوڙي لڳندي، پيلي ۾ ماڻهو نه رهي.“

”پر پڌو ائم، اوهان کي ته مزو ئي واچوڙي لڳندي اچي.“

”خير، پر توکي ڊپ ڪونه ٿو ٿئي؟“

”ڊپ؟ ڏٺي ساڻ آهي، ته ڊپ وري ڇا جو؟“

”هن واچوڙي ۾ تون نه ٻيهه. هل ته توکي ساجهرئي گهر ڇڏي اچان.“

رت دل ۾ پئي هنيو ته هاڻ ڇا ڪريان، ته اتي چوپڙيءَ جي اچي سانپر ٿيس، سو آمالڪ ڪيسي مان چوپڙي ڪڍي، ڪٿي هٿ ۾ ڏنائينس.

آلديٖنهوفر چوپڙي وٺي، کري ڪيسي ۾ وڌي.

رت چيس: مون کي معاف ڪجو، جوري موڪليو مون اوهان جي چوپڙي کولي ڏٺي. هوءَ نه ته سڌي ڪانه پوي ها، ته ڪنهن جي آهي. مورت به موڏائي منجهس وجهي ڇڏي ائم.

آلديٖنهوفر چوپڙيءَ مان مورت ڪڍي پڇيس: مورت ڏٺيءَ؟

رت چيس: هائو. شڪل ڪا ائس! شهه پري نه هجي! منهنجي ته دل ئي کسي ورتائين. ڏوئي نه ٿئم. چيم ته منجهس نهاريان پيئي.

”هائو، نهارڻ مان بيشڪ ڇَليو ئي وجهي. پر وري ڪو متان سندس جادو ڪنهن تي اثر ڪري، تنهن ڪان ڏرکو ڪيس ئي نهوڙي ٿو نيان.“

ائين چئي، مورت کي ڦاڙي، ڪٽي چشمي ۾ اڇلايائين، چشمي به چڻ ڪو انهيءَ ڪاتر ورهين ڪان ويٺي واجهايو، سو ان جو پرزو به نظر ڪونه آيو.

رت کي سو اهڙو تاءُ اُپريو، جو آلڊينهوفر کي اچي ورتائين. چي، "مون کي سڌ ئي ڪانه هئي ته اوهان کي اهڙا پٿر دل آهيو. هڙهڙيءَ وسن جهڙيءَ مورت ڦاڙيندي، اوهان کي ارمان به ڪونه ٿيو؟ سچ ٿي چوان، مون کي ته گهاوَ وجهي ڇڏيو اٿوَ."

"معاف ڪجو. پر جنهن سندريءَ جي اها مورت هئي، تنهن جي سيرت سراسر ان جي ابتڙ هئي."

"اها به ڪا ٿيڻي آهي؟"

تنهن وچ ۾ آپ ائين پئي گجيو، ڄڻ ڪو جنگ جنگائو لڳي ويو هو. گجگوڙ جا ڪڙڪاٽ پئي پيا. کينوڻ ڏار پئي کنوي. ڪنهن مهل ڪن پلڪ بنهه ماٺ ٿي ويئي، ۽ آني ئي هڪڙو اهڙو ڌڌڪاءُ ٿيو، جو ڊپ وچؤن رت اکيون ڪڻي بند ڪيون. انهيءَ حالت ۾ ائين پئي ڀانئيائين، جو ڄڻ ڪنهن منهن تي چنبا پئي وڌس. پوءِ ته سرت بنهه رهيس ئي ڪانه. ٿوري دير کان پوءِ جڏهن سرجيت ٿي، تڏهن ڏٺائين، جو آلڊينهوفر ته اڳيانس ويٺو هو، پر منهن تي سندس وياڪلتا ڇانئجي پيئي هئي. آسمان ۾ تيتر صاف صفائي ٿي ويئي، جيتوڻيڪ سنهيون سنهيون بوندون اڃا پئي پيون. رت آٿي کڙي ٿي.

آلڊينهوفر پڇيس: جهڙپ گهٽي ته ڪانه رسي ائي؟

رت وراڻي ڏنيس: بچي ويئي آهيان. پر ڇشمو ڪيڏانهن ويو؟

”چشمو ويو ته گھوريو. تنھنجو سر ته بچيو. ڏاڍي ڪٺي ڪا پنھنجي مھر ڪئي!“

”چاٽان ٿي سون کي بروقت اوھان نه گيھلي ھيڏانھن ڪريو ھا، ته چشمي سان ڪڏ وڃ، نھوڙي سون کي به نيئي ھا!“

”ھيئنئر وري ته تون ھن ماڻڙ ۾ ڪڏھن ڪانه ايندين؟“

آلڊينھوفر جي سوال پڇڻ تي، ته اندر ۾ الاجي ڇا پئي ٿيس. پر رتا جڏھن ٻڌايس، ته ھن ماڻڙ ۾ ته سون سان پاڻ وڙ ٿيو، جو آيو موت منھنجو موٽائي ڪيائين، سو آءٌ ته نت پيئي ياد ڪنديسانس، تڏھن ھن جو به جيءُ وڃي جاءِ ٿيو.

چي، ”ھتي تڏھن ايندينءَ پيئي!“

رتا ڪنڌ ڌوڻي چيس: ”ھائو.“

”سا نيٺ، تون وڃين ٿي؟ اوّل خير ورندي اونهاري پاڻ سان داديهن کي به وٺيو اچج.“

”ورندي اونهاري نه، باقي ٻئي- چوٿين اونهاري ته پاڻ ساڻ اوس آڻيندي‌سانس. پر تنهن وچ ۾ الاجي کهڙا وَرَ وري وڃن، کهڙا ڦيرا ڦري اچن؟ اوهان مرڪو هتي هجو ئي نه!“

”ڇو؟ پيو ڪيڏانهن وينديو نسين؟“

”پرڏيهه وڃي ساهرا گهر وسايو!“

ايوا چيس: آءٌ پرڏيهه ٿي ڪانه. آءٌ ته حق بخشي ٿي ويهان. تنهن تان پيٽس پڇيس: ڇو آرنولڊ کي صفا جواب ڏياري ڇڏيئي ڪيئن؟ ايوا ڪنڌ ڌوڻي ٻڌايس، ”هائو.“

پيٽس چيو: ههڙي وسن جهڙي مائٽي ڇني ڇڏيئي! آلڊينهوفر اڄا ڪالهه، بابي سان سنڌس سا ڪون ويٺي ڪيون.

ايوا تڪڙو تڪڙو پڇيس: ڪيئن؟ ڪيئن؟

”چيائين ٿي: جهڙس لائق ڍريو مڙس مون کي سڄهي ٿي ڪونه. ايوا وٽس وڃي الوليون ماڻيندي. مون کي مائٽي وٽي ٿي. ايوا......“

”آلڊينهوفر کي مائٽي وٽي، ته مون ڇا؟ منهنجو ڪو سانس سڱ سياڪو؟ تون به هاڻ گهڻو نه ڳالهاءِ.“

"ادي، پڇيئي تڏهن ڳالهه ڪئيمانءِ. منهنجو نه ته کهڙو پروجن؟ تنهنجو ڪم تون ئي ڄاڻ!"

اتي پڙهن به اندر انگهي آيو. رت کي چيائين: اصل ائين؟ دفتو-اڌ ۾ وڏيڪ نٿي رهينءَ؟

"نه." هنن جي پيئي بريز بريز پوي. پيو به آن جو منهن جنڊ ڏانهن. آءٌ به وڃي ڪم کي منهن ڏيان. هيئن نڪمٽي ڪا آءٌ گهڻا ڏينهن ويهي سگهنديس!"

"تون منهنجي ڳالهه الاجي ڇو نٿي سمجهين؟ داديهن ۽ تون اسان تي بار ڪين ٿينديون. جتي ايوا ۽ ائنا، اتي تون ۽ داديهن به سون کي ڏين..."

پر رت وچ ۾ ئي جهليس – چيائينس: اوهان ته پنهنجا لائق ٿا ڪريو. پر دادي قبول ڪندي ڪانه. منهنجو جيءُ به ائين پيو ماندو ٿيندو. منهن پيو ڇهنڊڙيون پائيندم. نه ته ويچار سون کي به دل ۾ گهٽيئي پيا اچن. هتي پنهنجن بازن جي پورهيي سان آدرپورنا ڪري سگهون، ته پوءِ ڳالهه جڳسائتي ٿيندي. وري به داديءَ سان وچي صلاح ڪريان. منهنجي دل ته گهٽيائي ٿي چاهي، ته هيڏانهن سڀت موٽي اچان.

ائنا خوش ٿي پڇيس: تڏهن اچي-پوءِ ايندينءَ اوس! پر ڀڏءِ، رهج اسان جي ئي پرسان اچي.

رت ورندي ڏنيس: هونءَ ته جيڪر آءٌ پاڻ انهيءَ ۾ سرهي ٿيان. پر هو منهنجون مائٽياڻيون دل ۾ ڪين ڪنديون؟

انئين موڪلائي توڪلائي، ڇماڙيءَ جو ڪير جو ڀر ڊل جام ڀري، واندي ٿي، ڪيسي مان ڪوڙي ڪڍي اٿنا ڪي چيائين: داديءَ هيءَ ٽورڙي رقم ڏياري مڪي اٿم. اوهان جو بار لاهي ته آءٌ پوءِ به ڪانهه سگهندي يس، پر حال هيءُ وٽ......

اٿنا تـڪ پوري ڪرڻ ڪانهه ڏنيس. وچ ۾ ئـي هٿ کان جهلي چيائينس: ماٺهو، ڪيرا! متان ڪڏهن اهڙي ڳالهه ڪندي آهين! تون رهينءَ اسان وٽ مهمان ٿي، اسان توکان ويسي پرائي وٺون؟ پر مهمان نه ٿي هجين ها، ته به اسان پيلاين جو وڙ ئي ڪونهي، جو هن ٽوريءَ ڪارخدمت ڪاتر ڌارين سان ني اهڙا بي محابا ٿيون. تنهن ۾ به تو جهڙيءَ ساهيڙيءَ کان، جنهن اسان وٽ ڏيءَ - ڀيڻ جيان اچي وقت ڪاٽيو، رقم وٺي پاڻ لڄايون؟

رت بنهه لاجواب ٿي پيئي.

پوءِ ته بنهي ڀينرن کان ڇماڙيءَ جو ڀاڪر پائي، موڪلائي آٿي رواني ٿـي ٿـي، تـه هنن چيس: بيهه ته ماسيهن جي گهر تائين اسان آپڙائي اچونس. پر هن جهلين - "چي، آءٌ اڪيلي ويندس، جو واٽ تي پيلي کان موڪلائٺو اٿم."

تنهن تـي ايوا شرطائس: ڏائي! ڏانوڻ ۾ سندس ڏانئجي تون بـه وٺينءَ نـه؟ مون ڪي تـه اصل پار سجهيا ٿي.

ٻيلي سان رهاڻ ڪندي، پيون ته گهڻي ئي اڇي يادگيريون پيس. پر ماٺيلو پٽس سائس ۽ داد ٻهنس سان ڪيئن هلندو هو، ڇڙندو هو ته ڪيئن نه وٺي اتن ڪُنڪا وجهندو هو، تنهن ۾ به داد ٻهنس سان کهڙا نه ويل وهائيندو هو- اهي صورتون هوبهو هر هر اکين اڳيان تري پئي آيُس. هن کي اچرج پئي لڳو ته ”ائين ڇو ٿو ٿئي؟“ ويچار پئي ڪيائين، ته ”متان جيوت منهنجي هينئر کان وٺي ڪو وڏو ور ته کائڻ ٿي ڪائي؟“ پر ان جو وراڻو اچا پاڻ کي ڏنو ٿي ڪونه هٿائين، ته اوچتو وٽن جي جهمٽ مان سڏ ٿيس. هن اوڏانهن مهڙ ڪري، سڏ ورنايو ٿي، ته اڳيان اچي هيلدار بيٺس. تنهن چيس: پنهرن کان وٺي ڪيترو نه مون تنهنجي لاءِ نهاريو آهي! ماڙيءَ ۾ به ڏسي ويو هوسانءِ- مون ڀانئيو، ته اتان ته اوس موڪلائي ويندينءَ. هينئر به ڳچ ويرم توسان پير پير ۾ پئي هليو آهيان. پر تو کي سڏ ئي ڪانه پئي پيئي، جو پنهنجن ويچارن ۾ ئي محو هئينءَ.“

رت آتر ڏنس: آتان اڄ آءٌ ساجهر ئي ٿي آئي آهيان. پر ڇڱو جو اوهان به گڏجي ويوم. مون کي ڏاڍو ڏپ هو، ته جيڪس اوهان کان ڀڄاڙيءَ جو موڪلائي ٿي ڪانه سگهنديس. هاڻ، ڀلا آسرو نام جو- وري جيءَ جٽندن جا ميلا!

هيلدار، نماڻو منهن ڪري، چيس: رت......
مون هيترا ڏينهن، وڃڻ پڇاندر، ٻاٽمرادو توکان

گوشو پئي ڪيو. پر تنهن وچ ۾ نيٺ پتو پيو اٿم، ته تو ٻاجهه‌وَن منهنجي ڏاڍي ڏکي نڀرندي. آءٌ چاهيان ٿو، ته آءٌ توسان ڪنهن ويل ڏاڍا آيتا پار هليو آهيان، پر هينئر پڪ ٿو ڏيان، ته هن پڇاڙي وري مون ۾ ڏنگ ڪونه ڏسندينءَ!

رت وائڙي ٿي ويئي. بدن ۾ سياٽو پئجي ويس. اکيون هن جي اکين ۾ ڪُپائي. چيائينس: اوهان سراسر پَٽل ٿا ڪريو. آءٌ هڪ چڱي ڇوري، نه ذاتيري نه ڪُليري. اوهان جهڙي آڪهائتي ۽ ٻٽائتي مڙساڙوءَ سان منهنجي ڪهڙي ٻٽ ٻئي سگهندي؟

”هينئر جيڪا مون ٻاس ٻاسي، تنهن مان تو سهي ڪين ڪيو، ته آءٌ توکي چا نه ڪري ٿو سمجهان؟ بس منهنجي لائق ٻانهن تون ئي آهين!“

”ڪٿي اوهين، ڪٿي آءٌ! سچ ٿي چوان: اسان ٻنهي جي جوڙي ٿهندي ڪانه!“

”مون ڳالهه جو هيٺ‌-مٿ سڀ جاچي ڏٺو آهي. مائٽن کان ڪيئن مڃائيندس، اها به سٽ سٽي ڇڏي اٿم. تون رکو آنهه ڪر. آءٌ چاهيندس ته مون کي جيئدان ڏئي.“

”اوهان پنهنجي ڪاتر، ٻاڻ جهڙن مان ئي کو جيس ڳولي لهو. آءٌ هڪڙي اٽيڙهيل، ڏتڙيل گهر جي ڪنيا- مون مان اوهان کي ساٿ ايندو ئي ڪونه! پيو به اوهان جا ويچار وڏا، اوهان جي پيماني تي آءٌ پهچي ڪانه سگهنديس.“

”برابر، منهنجا ويچار وڏا هئا. پر هينئر ڏسان ٿو،
ته منهنجي ڪار ڏني توکي ٿي آپايو آهي. منهنجي
سانگي قبول ٿو ڪريان، توکي هڪ ته نٿين ڳالهه
سگهي پوندي؛ پر اهو ذمو آءٌ پاڻ تي ٿو کڻان. آءٌ
توکي پاڙهي پڪو ڪري ڇڏيندس. تنهن ۾ آءٌ پنهنجي
پريم جو پلؤ ٿو وجهانءِ. منهنجي دل ڏي ڏس – دل
منهنجي تولاءِ تڙفي ٿي!“

”پر اوهان ته اوچتو اچي مون کي ورايو آهي.
مون نٿي ڄاتيو، ته .........“

”هائو، تو نٿي ڄاتيو ته ڪو مون جهڙو ڏکئو جيو تو تي
هيئن اچي آجهڙندو. پر آءٌ سچ ٿو چوان، ته تون ٿي
منهنجي من جو مٺيو آهين ۽ منهنجي جان! منهنجي نيت
۾ شڪ نه آڻ...“

”آءٌ جي اوهان جي ڳالهه وسهان ته ڪٽي، تـه
ته ٻڌايوم، ڇا ڪريان؟“

”پيون نه، مون کي رکو ورندو پيار ڏي. پوءِ
باقي رساڪاريءَ کي پڇي ويندا سين.“

”آءٌ پاڻ سنجهي پيئي آهيان. دل مَنَ پيئي هٿان،
ته اوهان جو پيار سٺيڪار ڪريان يا نه؟“

”تون سمجهين ٿي، ته آءٌ تنهنجي پريم جو اڌڪاري
ٿي نٿو سگهان!“

”آءٌ ائين چوان ٿي ڪانه ٿي.“

”تڏهن هيترو مون کي ستائين ڇو پيئي؟ جڏهن
آءٌ پاڻ وچ جا لڪ لنگهي، ۽ ٻنڌڻ ٽوڙي، تو

تائين اچي پهتو آهيان، تڏهن تون پاڻ مون کي
هيئن ڏک ڏي، پاڻ کان ڌار ٿيڻ لاءِ چئي رهين ٿي؟"

"آءٌ ڄاڻان ٿي، ته منهنجي خاطر اوهان گهڻو ئي
ڏکُ سهيو آهي. تنهن لاءِ آءٌ اوهان جو ٿورو ٿي مڃان.
پر آءٌ پيئي سمجهان، ته انهيءَ مان اڳي-پوءِ اوهان
کي ڇيهو رسندو."

"پياري! منهنجي ڇيهي جو تون ويچار نه ڪر.
مون کي ڏينهن رات تنهنجي تات ٿي رهي. پيون ڪجهه
مون کي گهرجي ئي ڪين، مون کي تون ملينءَ،
ته سمجهندس ته لک لڌم."

رت پنهنجو هٿ سنئون ڪيو، ته هيلڊاران کي پنهنجن
هٿن ۾ جهلي، وٺي چميون ڏنيون - چيائينس: هيڏو
ڦيرو مون ۾ تو ئي آندو. هاڻ ڪريان اميد ته تنهنجي
پار کان به مون سان نيڪ جو ڳاڻٽو ورتو ايندو؟

"آءٌ جيڪڏهن هينئر اوهان کي پڪ نه ڏيان ته
ڏوڪڙو نه ڪجو. آءٌ وينديس ٿي، دادي سان وڃي
ڳالهه چوريندس. ڏسان آها ڇا ٿي چوي؟"

"آءٌ پاڻ توسان گڏجي، سڀاڻي وٽس هلان ٿو."

"نه، اوهان ايتري تڪليف نه وٺو."

"پر مون کي جو تيتر سک ئي ڪونه ايندو!"

"آءٌ بروقت وڃي اوهان کي خبر موڪليندس."

"پر آءٌ به توسان گڏ، اوڏانهن اوس هلندس.
آءٌ پاڻ هلي، داديءَ کي پڌائيندس، ته آءٌ توکي

ڇا نہ ڪري ٿو سمجهان! پاڻ بہ پڇي، منهن مقابل مون کي ڏسي، خاطري ڪري."

ڏسو، زورواري نہ ٿيو."

پر هيلدار بہ هڪڙيءَ تي ئي بيٺو.

تڏهن چيائينس: منهنجي پريم سانگي مِن ڳالهہ مڃو.

هيلدار ميڻ ئي ويو-چيو، تنهنجي پريم سانگي؟ تنهنجي پريم سانگي، ڌٽي شل آهو ڏينهن سکهو آئي، جو آءٌ توکي ثابت ڪري ڏيکاريان، تہ آءٌ ڇا نٿو سهسائي سگهان! چڱو، جي اها ڳالهہ توکي وٽي ئي تہ آءٌ پاڻ اوڏانهن نٿو هلان. پر منهنجي سا پارت اٿيئي. داديهن کي پڻ منهنجي سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌائج. ڪو بہ منهنجو عيب صواب ڪانئس لڪائج نہ. ٻچاڙيءَ ۾، خدانخواسته، مون واري پُٽڙ ۾ ڪا ڪاڻ ئي پوي، تہ منهنجي پاران منجهس ڪري پنهنجو پريم جو ذرڙو وجهج. پوءِ پڪ اٿم تہ آئل اوس اوڏانهن ئي ٿيندي."

هي ڳالهيون ڪندا، شهر ۾ مارڪيٽ وٽ بہ اچي پهتا هئا. رت جي ماسي ڪا آن ٽاٽي دريءَ وٽ ويٺي هئي. آنهيءَ هن کي هيلدار سان گڏ ڏٺو، تنهن کي اچي باهہ لڳي. ڏيءَ کي ئي چوي: هن چوريءَ جي افعالين، هرو ڀرو اسان جي گهر جي اوگهڙ ئي پيٺي آهي. هاڻي ڪٿي مولي گهر وڃي، تہ اسان تہ منجهانس ڇٽون.

ڏيڻس تنهن تي اچي ورتس-ڇي، هوءَ ويچاري
اسان وٽ ويٺي ڪهڙو، ٻيٺي ڪهڙو؟ کاڌائين؟
پيتائين؟ رات جا ڪي ٻ-اڍائي پهر، هند ۾ سو اچي
سمهندي هئي. پوءِ تون هيئن ٻـُلَ چالاءِ پيئي ڪائين؟

"انهيءَ ۾ اسان جو ڪهڙو ڏوهه؟ ڀلاين وٽ
ڏهاڙي پڳي ٻه پاڻ ٻيٺي هوندي هئي. هتي آرام
ايندو هوس؟ هتي ڀلا صحبت......"

"بس، بس! اکيون ڍڪي نه ڳالهاءِ. پنهنجيءَ
واري آهين، اهو ٻه ويچار ڪونه ٿو ٿيئي؟"

ماڻس جيڪس انهيءَ تي سهمائجي وڃي ها، پر
پريان جو ڏٺائين، ته هيلدار رٽ ڪان موڪلايو ائين
حجائتو پئي، جو ڀانئي ته پاڻ ۾ ڏاڍو ڪو گهاٽو ۽
ويجهو رستو هون، سو ڏيءَ کي سڏي چيائين:
مرم شرم واري! ڏٺئي؟ هاڻ ته بس؟

خير، رٽ اچي گهر پيڙي ٿي، ته ماسيس ۽ ماساتيس
ٻنهي دوس ٿي ڪونه ڏنس. رٽ سهي ڪيو، ته ڇا تان
مٿيان لـڳي اٿن، پر پاڻ ٻه سـُور پيي ويئي.

ويهي ويهي، ماسيس پڇيو: ڀلاين سان تـه ليکو
چڪتو ڪري ڇڏيئي نـه؟ متان ڏهـاڙي پيا سندن
ماڻهو منهنجي در تي ڦيرا ڪن.

رٽ ڪان ڳالهائڻ آڪايو ڪونه ٿي. نڙيءَ تي ڳنڍ وانگي
پيس - پر تڏهن ٻه جيئن تيئن اڏ ڳيتو آتر ڏنائين: "هائو".
ماسيس وري پڇيس: ڀاڙي لاءِ ڀُسا پورا اٿيئي؟

رت ڪنڌ سان اشارو ڪيس "ها."

ماسيس چيس: وات ۾ مگ ته ڪين پيا انئي؟ سنئون سنوانئو جواب ڇو نٿي ڏين؟

رت ٻڌايس: ٻسا مون وٽ پاڙي ڪان پاڻ ودڪ ٿيندا، جو جهانگين مون کان پائي به ڪانه ورتي.

ماسيس تنهن تان اچي ڪاٺي-چي، اوس هنن سان رت پاڻي رنو هوندءِ، تڏهن هنن ٻسا ڪونه ورتا انئي. پر هاڻ مون کان گهٽ به ڪري ڏسن. آءٌ سڀاڻي اهڙي ٻڌائيندي سان، جو عمر پيا ياد ڪندا!

رت پڇيس:ماسي، تون مون کي هينئن ڇيڇلائين ڇو ٿي؟

ڏيٿس به چيس: امان، توکي ٿيو ڇا آهي؟

هن ڏاڏسر جي زبان تڏهن به ٽڪ ٽڪ ڪانه ڇڏي-ڏيءُ کي چيائين: رک رڪاٽي وري ڇاجي ڪريانس؟ مفت اسان کي ڪٽي دانگيءَ راڻو ڏنو اٿس.

ڏيٿس پڇيس: اسان کي وري دانگيءَ راڻو ڪيئن ڏنائين؟ پيون به رت سان هيلڊار پاري ماٺهوءَ حجت هلائي، ته انهيءَ ۾ هن جو ڪهڙو ڏوهه؟ هن جي اندر واري کي ڪاله نٿي وٺي، ته به هيءَ ڇاٺي ڪري سگهي؟

ماڻس چيس: ڏاڍو ٿو ماسات جو تاءُ آهري ٿي! ٿيو ڇا آهي؟ هاڻ موگهترس: وڃي ته گهڀي ته لهي.

ماسيس جڏهن ٻاهر نڪري ويئي، تڏهن ماساتيس سڏ ڪري چيس: ٻڌين ٿي؟

رت وراٽي ڏنيس: ”چؤ.“
”اڄ نيٺ وهانوَ جي مون سان ڳالهه چوريائين.“
”ڪنهن؟“
”ڪنهن وري ڪنهن، سؤٽ پيو ڪنهن؟“
”سچ؟ پو تو ڇا چيس؟“
مون وري ڇا چيس- سمجهين ڪانه ٿي؟
”ڀلا پوءِ؟“
”اوّل خير، ته پهاڻ پنهنجي ورندي او نهاريءَ ٻڌنداسين.“
”ڏاڍو چڱو!“
”پر تون وهانوَ تي اچجانءِ اوس.“
”آءٌ؟ نڪو!“

”ڏس وري ٻار ٿي ٿين نه! چيو مانءِ ڪين، امان ٻڍڙيءَ جي ڳالهه دل ۾ ڪرئي نه. هن ڪي ڏينهن رات ننگ ناموس جو آلڪو ٿو رهي. پيريءَ ۾ آئين ٿي ته خفو گهڻو ٿئي ٿو. هينئر هيڪاري سوساٽ آهي پيس، جو هيلڊار جو ڏنگ ڪيس نه وٺيو.“
”بس، بس! اها ڳالهه مون سان نه ڪر.“
آءٌ پاڻ جيڪر توکي اهڙي ڳالهه ڪانه ورجايان. پر هيلڊار ٻاري- خوش پڌٽي ماڻهوءَ تي مٺان ويسهه ڪندي آهين. اهڙا ماڻهو ويساهه کاتي ٿا تين. ٻيڙيءَ چاڙهي، ڦرهو ڪليو ولن!“
اتي ديول جي گهنڊ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ماسانيس مٿهي ڪيو، ته گهنڊ ڇا جو ٿي وڳو. رت ڪسي

ٻڌايائين ته 'ڪيئن نه ويچاريءَ سان سندس پريتم ڏوهه ڪيو! هن وسوڙل ڪي چڙهه ڏيئي، ٻيڙو وچي ٻيءَ ڪي ٻانهن ۾ ٻڌائين. هن جي پوءِ ڪل نڙڪي پيئي، جو اڄ نيٺ پران ڦيا ڪيا اٿس.'

"- ۽ هو؟"

"هو هن ٻيءَ سان منگوچا ويٺو ماڻي. وفائي به ڪنهن ڪنهن مڙساڙوءَ ۾ ٿي ٿئي."

"هائو، جن جي دل سون ورني آهي."

"اهڙن ڪان پوءِ درد وسري ٿي ڪونه. آلديگهو فر ڪي ٿي ڏس- آءٌ نه سنهران، ته هن مڙس ڪڏهن چپ ڪولي، ڪيليو. مٿرڪي ٿي ڪونه. اکيون گالهيون ياد ڪيو، اندر سان پبو اوري، نه ته مڙس جي ڏيا پانءِ ته چا نه آهي!"

"ڪيلي مٿرڪي چو ڪين؟"

"چون ٿا، ته جوانيءَ ۾ ڪنهن سان اک اڙيس، پر مڳ سنديس وچي ڪنهن ٻئي سان پلؤ ٻڌو. هي اڄ ڏينهن تائين دل ۾ آهو درد سانڍيندو اچي."

"ٺيڪ نه آهي."

"نوڪي ڪهڙي سڌ؟"

"مون کي سچ سڌ ڪهڙي! پر ههڙي رج چڱي مڙس سان ڪنهن به ڏوهه ڪيئن ڪيو هوندو؟ مون کي ته ڳالهه ويسهه ۾ ٿي نٿي اچي."

"چوڪري تون اڃا ٻار آهين. انسان جي مٿان الاجي چا چا وهي ٿو گذري! سو چيم ٿي، جس اهڙن

مڙسن لهڻو. سندن حال تان ارمان به پيو ٿئي. اهڙا جيوَ اڳيون ڳالهيون سنڀاريو، دل کي پيا آٿت ڏين.

”پر جي اڳلي ماڻهن بيوفائي ڪئي هجي، ته پوءِ دل کي آٿت ڇا مان ايندو؟ انهيءَ حالت ۾ اهڙي جيوَ کي هن ڳُري رڳو ياد به ڪيو، ته ڇڙو نربل آهي.“

”وات سان ته ڳالهه ڪري ويهڻ، پر آلڊ ينهو فر جو ئي مثال وٺ. جنهن ساڻس بيوفائي ڪئي، تنهن کي وساري به ڇڏيو هجيس، ته به هن جهڙو ماڻهو وري ته ڪٿي دل نه ڦاسائي. ڇو ته پنهنجو جيس هن کان ليئي ڪٿان؟ انهيءَ حالت ۾ تون ڇاٿي ڄاڻين، حياتيءَ مان هن کي مزو ايندو؟ پوءِ آتانئس ارمان ڪائجي، ڪين نه؟“

پچاڙيءَ واريءَ رات جو به رڳ دير تائين پئي جاڳي. هڪڙي ٿڌي هوا، پيون برسات جون بوندون. دري کولي، مٿهن ٻاهر ڪڍي، ويهي رهي. ويچار پئي ڪيائين ته ”هن ٿوري عرصي ۾ ڪيڏا نه رنگ ڏٺا اٿم!“ اُئين ئي سامهين مڪان ڏي نهاري، دل ۾ چيائين: ساڳيو شخص، جنهن کي ڦهرائين منهنجي پلوَ ڇٽي عار ٿي ٿيو، سو اڄ مون کان منٿون ڪري سگهه پيو چڪي!

اڻ آڀرئي جو تارا پيئا ئي هئا، ته ٽپال وارن جي گاڏيءَ جو توتاڙو وڳو، ۽ هيءَ آسالڪ، لهي اچي منجهس چڙهي. ماسانيس سو پچاڙيءَ جو ڪانئس موڪلايو اچي، پر ماسيس آئي به ڪانه.

ڳاڙي شهر جو دنگ چڙي، پيلي ۽ ٿي ڳهڙي، ته اوچتو بيهي رهي. رت تنهن تان ٺهرمس پئي ڪاڏو ته، تان هيلڊار اچي ڳاڙيءَ جو در پٽيو. هيءَ جيڪي سو ڏڪي پئي، پر مرهي به ٿي. هُن سلام ڪيس، ته هن به ڏڪ ڏڪندا هٿ ڪڍي هٿن ۾ ڏنس.

هيلڊار چيس: آءٌ توکي هلي ٿو اپڙائي اچان. اعتراض ته ڪونهي؟

رت ههڪي پئي، ۽ اکيون اکين ۾، ورندي ڏنائينس: وري به شڪر، جو اوهان کي ته منهنجي سار ٿي.

هيلڊار چيس: وري به وسري ويئي نه، ته آءٌ توکي چا نه ڪري ٿو سمجهان! منهنجي دل ائين رهي ها؟ ڏس، تنهنجي لاءِ هي گلدستو به آندو اٿم. گل منجهس بنهه تازا اٿيئي. اچا ماڪ جا ڦڙا آتن سالم پيا ڏسجن.

رت گلدستو ورتي، ڪڍي اکين تي رکيو. پڇيائينس: هن ٿوري لاءِ آءٌ اوهان جو شڪر ڪيئن مڃان؟

هن ٺهه ڦهه ورندي ڏنيس: منهنجو شڪر ڪيئن مڃين؟ پڙاپانهءَ؟ ويندي شرط ـ اچ ٿي سگهي ٿي ته سيان تي به نه وجهج ـ مون کي خير جي خبر آمالڪ موڪلي ڏج. چو ته ڳهڙي ڳهڙي مون کي ورهيه ٿيي ٿي نبري.

"وري بہ در دري پيئي ڪليل؟ نيا ڪي، کھٹا پرا جھليو ٺمانءِ، تہ در دري ائين ڪليل نہ ڇڏ؟"

"بابا، تماڪ جو هڱو هڱ ٿي پيو هو، تڏهن چيم، ڪن ڪولي ڇڏيان، تہ ڪا واڻڪائي تہ ٿئي."

"چيو ٺمانءِ، سون کي اها واڻڪائي ڪانہ کپي. در دري اماڪ پيڪڙي ڇڏ!"

"تماڪ جي هڱ ۾ بيهي نٿو سگهجي."

"ر......جي ڏيءَ! هڪڙي چوڻ سان تہ مڃي ڪين - هاڻ ڪرين ٿي بند يا نہ؟"

اڻنا، (رت جي داديءَ) تڏهن پيو ڪم اتي ئي ڇڏي، اٿي وڃي در دري پيئي بند ڪيا. ڪيو برٽ نشي ۾ ٽات هو. در ۾ پهندي ئي ڪوٽ لاهي ڪٽي پٽ تي اڇلايو هٺائين، جو اڻنا چنبڙي ڦوڪي، ڪليءَ ۾ ابتو ڪري ٽنگيو هو - ۽ پوءِ ماٽيليءَ ڏيءَ سان جو اهي سهنج پئي ڪيائين. اتي ئي وري سائنس هيٺن اچي خستو پيو:

"سون کي برنڊي ذرو ڏي."

"برنڊي باقي تِر مس ڪا ٿيندي. گراهڪ نہ ڪو اچي گهري."

"وري بہ سمهون جواب! اڙي، گهر جو مالڪ آءٌ آهيان، ڪين تون؟"

”بابا، براندي واري اچ بہ پئسن خاطر ماٺهو مڪو هو. ڇپائين ٿي، تہ آئيندي اوهان جي نيت ٿي اسان ڪي ڪانہ ڪپي. اوڏر تي اوهان ڪي اڌ پاڻي ڪانہ ڏبي.“

”ڇيوساڻ اها ٺڪ ٺڪ ڇڏ. آمالڪ آئي مون کي پاڻلي ڏي.“

ائنا پاڻلي ۽ گلاس پيٺي ڪٽي اڳيانس رکيا. پاڻلي گلاس ۾ اوتي، گرم پاڻي ساڻس ملائي، ٻہ-چار ڍڪ ڍيٺي رهيو، تڏهن ٿـو پڇي: رت اچا آئي، ڪين اتي ئي غرق ٿي؟

ائنا ٻڌايس: ٻہ گهڙيون ٿيس اچي ويئي. مون ڇيوسانس، سو يل ٿي وڃي سمهہ.

گيوبرٽ آئي ڪوٺيءَ ڏانهن رخ رکيو، تہ ائنا ڪوٺيءَ جي در وٽ بيهي پڇيس: ڪيڏانهن ٿا وڃو؟

وريدي ڏنائينس: ڇگا هي لڇڻ سڪاريا ائيس. آئي آهي تہ وڃي هنڌ تي پيٺي آهي! مون سان ڳالهايائين بہ ڪونہ. مون کي ساڻس ڪا ڳالهہ ...

”آها ڳالهہ ساڻس سپاڻي ڪجو. هينئر ننڊ ڪري هوندي.“

”نہ، ننڊ پوءِ بہ ڪري ٿي سگهي. سمت چوي ٿو، ”منهنجو سڱ قبولي تہ توکي ڪٽي پاڻ سان پائيوار ڪريان“- سو وڃي ٻڌايانس ٿو، تہ مون هن کي پڪ ڏيٺي ڇڏي آهي. انهيءَ ڪان مٿي سندس لاءِ ٻيي کهڙي مانٽي چڙهي ايندي؟ تنهن ڪان سواءِ وڏو جو منهنجو انسٽو ٿي پوندو.“

"اها ڳالهه ساڻس اڄ نه ڪريو. منهنجي ڳالهه ڪٿي
مڃو. پيون به اوهان پاڻ ذڪر ڪندؤس ته مٺيان
لڳنديس. سمت ڪي چئو، ته آهو پاڻ ساڻس ڳالهه ڇوري."

"ڇو؟"

"هيئن سمجهندي ته اوهان سودو ٽا چُڪايو. سو
اها ڳالهه وٺنديس ٿي ڪانه. ماڻهو جو لڇڻ منجهس
گهٽو آهي."

"هائو، تون سچ ٿي چوين. ماڻس ٿي مون سان
پلؤ ٻڌو، ته مرندي گهڙيءَ تائين پئي تاڪيائينم - جي،
'ڪهڙو نانگ تي پير پيم، جو تنهنجي ڳل لڳيس!'"

اتي بزار واري در ڪان ٻه ڳاڏيءَ وارا - ٻيڙيون واتن
۾ - مٿي چڙهي آيا. اڻتا سرهي ٿي، جو ڪي هيئن ڪي
هوئن، اچوڪي رات ٽڪُر مڙيوئي ٽري ويو.
ڪيوبرٽ آني ٿي ڪرسيءَ منجهه ليٽي پيو، ۽ اڻتا
پيڊيءَ وٽ وڃي گراهڪن جي خاطر ڪئي.

پر گهڙيءَ - اڌ ڪان پوءِ، پاڻ ڇنائي جان ڪٿي اندر
ڪوٺيءَ ۾ نهار ڪري، ته ڇا ڏسي جو رٽ نرسنگهي
وانگر اکيون ڦاڙيو اچا پيئي جاڳي، ۽ ڪاڏيءَ ڪي
هٿ ڏيو، ڪنولي جي بنهه ايس تي ويٺي آهي.

ڇياڻينس: شاباس هجيئي! هي ننڊ ٿي ڪرين؟

رٽ ورندي ڏنيس: ننڊ اڇيم ٿي نٿي. آنڌ مانڌ
ٿي پيئي اٿم! توکي جڏهن سڀ حال ٻڌايان، تڏهن
اک لڳيم.

"منڙي، سياڻي ڪانهي؟ سياڻي ٻڌائجانءِ. هينئر شاباس، ڏاهي پيڻ ڪرياس، ليٽي پؤ. وري اوجاڳو نہ ڪر! جيئن تيئن وڃي ساهہ ڪنيو اٿيئي."

"هڪڙيءَ رات جو اوجاڳو مارينداءِ ڪو نہ - دادي، توسان ڏاڍيون ڳالهيون ڪرڻيون اٿم؟"

"پينڙي، آهو آءٌ سمجهان ٿي. پر ڇنين کي ڪين سمورو حال ٻڌايو اٿيئم؟"

"هائو، پر ڪالهہ قصوئي هڪڙو اور ٻڌجي پيو. ڪن ويهہ، تہ ٻن-ڇئن اکرن ۾ ٻڌائي وڃانءِ. پر سچي، اڳهئو در وٽ هي هل ڇا جو هو؟ وري ڪهڙو ڇنو لڳو هوس؟"

"ڪجهہ ڪين هو."

"ڪجهہ ڪين هو؟ تون ٻاروهي اٿين ڇوين."

رت، پيڻ کي اٿين ورجائي، سندس ڳچيءَ ۾ لڙڪي پيئي، ۽ ائين جيئن سندس هنج ۾ ويهي، چيائينس: دادي، ڪالهہ اڇي پاٺمراد و آچ ڪيائينم، تہ "مون سان سڱ ڳنڍ".

اڻا تڪڙو تڪڙو پڇيس: ڪنهن؟ ڪنهن؟

رت چيس: هيڏي تڪڙ؟ تون ڀانئين ٿي ڪنهن؟

"مون کي ڪهڙي سڌ؟"

"هيلدار!"

"سچ؟"

"آءٌ تڏهن توسان ڪوڙ ٿي ڳالهايان!

"پوءِ پلا، تو آتر ڪهڙو ڏنس؟"

”مون چيومانس: آءٌ ڏاڏيءَ ڪان پڇان!“

”سمجهه، ته آءٌ آنهه، ٿي ڪريان؟“

”پوءِ بس! وهانوَ ڪان پوءِ تون به هلي مون سان گڏ رهج. آهو ڪن ڪڙو ڪري ڇڏيو اٿمانس.“

”سمجهه ته آءٌ پيرنيءِ نٿي ڪوڙيان؟“

”پوءِ جيئن آهيون، تيئن ٿي پيون هلندا يونسين!“

اٿنا سندس اکين ۾ منهن ۾ نهاريو ائين ٿي، ڄڻ سندس انت ٿي سوڌ يائين. نراسائيءَ جو آهڃاڻ هڪڙو به منجهس نظر ڪونه آيس. هوءَ اٿلو سرهي پئي ڏٺي. اٿنا تڏهن به شڪجي پئي، پر نيٺ چيائينس: هن جي توسان پونت پوندي ڪانه. صفا جواب ڏياري موڪلينس.

رت رکو ڪنڌ سان وٺي ”آنهه“ ڪئي.

اٿنا پوءِ ٻڌايس ته گيوبرٽ کهڙيون پيو سٽون سٽي. تنهن ۾ صلاح ڏنائينس، ته تون في الحال ٽڪ ڪرڻي برنير ۾ اوٽو جي گهر وڃي، جيستائين ڪ پيون ڪو بندوبست ٿئي. پر هيءَ چوي، انهيءَ ترڻيءَ تيل ٿي نه پيو آهي، جو آءٌ توکي هتي ڇڏي، پاڻ وڃي سڪي ٿيان- ڇي، ’جتي تون اتي آءٌ. ڏکيو سکيو وقت گڏ پيون ڪاٽيندا يونسين.‘

اٿنا گهٽو ٿي سمجهايس ته ”ڏاهي ٿي. هينئر ڪجهه وقت مڙيو ٿي هن جي منهن ڪان ٽري پاسو ڪر، پوءِ جيڪا رت تو چئيءَ ۾ ٻڌائي هئم، انهيءَ ٻمانڊر ڪٽي هلندا يونسين.“ پر هن صفا جواب ڏنس ته ’تو

ڏاران ته آءٌ پرائي گهر ڪڏهن ڪين وڃي رهنديس،
باقي جي منهنجي رت وٺڻي ئي، ته اڄ ته هينئر ئي
اوڏانهين نڪري پئون.

اُنا چيس: پينڙي، اُئين ڪا تون شهر ڇڏي
سگهندينءَ؟ پيو به گيوبرٽ تنهنجو سنڀاليندڙ! تون
شهر جو شهر ۾ پئي هِتِ وڃي رهندينءَ، ته اها ڳالهه
ڳڻبي ڪانه. باقي سندس رضامنديءَ کان سواءِ، شهر ئي
ڇڏي ڪيڏانهن هلي ويندينءَ، ته پوءِ هو هر وڙهو
قاعدي جي چڪ ڪندو.

رت پڇيس: يلا جي آءٌ سمٿ جي ماڻهن ڪٺي پانسيان،
ته پوءِ تون ڇو آءٌ ڪڏ رهي سگهنديونسين؟

اُنا وراڻي ڏنيس: متان وري مون سان اهڙي
ڳالهه ڪندي آهين. سمٿ ڪي سڃاڻين ڪين؟
اهو به ماڻهو آهي؟

”تڏهن هوءَ ڳالهه به مون سان نه ڪر. ترس،
من رب ستار اسان جي به ڪٿي واري. پر دادي،
هيلڊار جي ماڻهن توکي ڇو نٿي وٺي؟

”آءٌ ڏسان ٿي، ته تنهنجو آتي هنئون هڇي ئي نٿو.
وري هن ڪي به تو جهڙيءَ پاڻهن مان گهٽي تائين
ساڻ ايندو ئي ڪونه! متان هو پنهنجو جيس پاڻ جهڙن
مان ڳولي!“

اُنا پوءِ وري به ڪيس نند جو تاڪيد ڪري،
پاڻ ٻاهر نڪري ويئي. پر رت جي اجا پنبڻي پنبڻيءَ
سان مس مڙي هئي، ته اوچتو ئي هڪڙو ايڏو آواز

ٻڌائين، جو امالڪ انهي ڪڙي ٽي. در ٻهي ٻاهر آئي، ته ڇا ڏسي جو انئا پٽ تي بيهوش پيئي هئي، ۽ لنوندڙيءَ مان رت ٽيندڙيون ڪيو پئي وهيس، ۽ اڳيانس شيشي جا ذرا ذرا پٽ تي پيا هئا! ڪيوبرٽ جي وات مان وري گڦ پئي وهي، ۽ ڪڇ پئي مٿيائين!

هن ڏڪي ڏڪي، پڇيس: ڇا ٿيو؟

ڪيوبرٽ جو پير ڌرتيءَ تي ڪٿي ٽي نه پيو، چيائينس: لڳن ٿا ڪرنهن ٽي پيئي هيس، آها ٽي لانيمانس.

رت ڪي ٻيڻ جو حال ڏسي، هيبت وٺي ويئي. پر جهڙو ڪيس پٽ تان اٿاري، ٻاڪر پائي، چيائين پئي. دادي، آءٌ آهيان، سون ڏي نهار- تهڙو ڪيوبرٽ مرڪي هن کي ٻه ٻانهن کان گهلي، ڏمڪي ڪڍي: چي، خبردار! وڃ ٿا پيئي آهين، ته اڏمنو توکي ٻه ڪري ڇڏيندس!

رت ڇوهه مان ڪانئس پنهنجي ٻانهن ڇڏائي، وري ٻه وڃي ٻيڻ جي اڳيان بيٺي. ڪيوبرٽ تنهن تان هيڪاري اچي مٿيو. چي، تون ٻه چوري، مگر ٻئي چوکي ٽي آهين؟ پر بيهه... لڪڻ ڪٿي آهي؟ ڏس تنهنجي ٻه ٿو چوڙ پڇايان؟"

انين چئي، رت کي ڳچيءَ کان مروٽو ڏيئي، ڦهريائين ته کٿي ڪنڊ ۾ ڦٿو ڪيائينس. پر اتي ڪڙ ڪڙ جو آواز ٿيو، ۽ انئا ٻه اکيون ٻٽيون- سمجهيائين ته ٻاڙيوارا اچي مڙيا آهن. آمالڪ، جيئن تيئن پيرن ڀر بيهي، ڪيوبرٽ کي ليلائي چيائين، "هاڻ ماٺ ڪريو،

متان پوليس وارو نہ اچي سهڙي. ٻاڙيوارا اکين ٻي پيا دانهون ڪن".

گيوبرٽ، سڏ نہ آهي پيون ڪهڙو قهر برپا ڪري وجهي ها، پر جيڪس چمار وڏي هيس، ڪي رٽ جي ڪرم ۾ سندس ڏک ٻجو لڪيل ڪونہ هو، تہ اوچتو پوليس واري اچي منهن ڪڍيو. مڙس جي همت هارجي ويئي.

پوليس وارو بہ سنهري آيو هو، تہ اج هن ڪي مارڪٽ ڪندو ڏسان، تہ آمالڪ گرفتار ڪري، چانڊيءَ تي وٺي وڃانس، پر انّا پوليس واري سان بہ مٺو ڳالهائي، قصو ٺاهي ڇڏيو. پوءِ گيوبرٽ کي ٻانهن کان وٺي، وڃي هنڌ تي ليٽايائين، ۽ پاڻ پاڻيءَ ۾ اکڙي پوڙي، ويهي لنوندڙي ڏوتائين.

جڏهن ٻئي وڃي هنڌن تي ليٽيون، تڏهن انّا پيرن کي چيو: ڏسين ٿي، وڏيڪ هن گهر ۾ گهاري ڪين سگهبو. تنهن ۾ تون تہ ڪٿي منهنجي ڳالهہ مڃ. ڏک رحماني، ڏک شيطاني. توکي نہ ڪنهن ڏينهن ڦٽي وجهي.

رٽ کي اکين مان پاڻي پئي وهيو. پاڪر پائي، پيرن کان پڇيائين: ڇيڙيو چاتان؟

انّا ورندي ڏنيس: پينڙي، ڪچ نہ متان وري نہ جاڳي پوي. پر ٻڌ؟ اوّل خير، تہ صبوح جو تون تہ نڪري وڃ."

رت ڪڇيو ڪين. پره ڦٽي پرڀات ٿي، ته سنهري گهرڪان ٻاهر نڪتي. پيٽس ڏٺو، ته هٿ ۾ ڪو تار جو پنو به اٿس. پڇيائينس: پيلاڻين کي ٿي تار ڪرين چا؟ رت وات سان ورائي ڪانه ڏنيس؛ رڳو ڪنڌ وڏي ڏوڻيائين. پر تار آفيس ۾ تار ويٺي لکيائين، ته مٿنهن رئي پئي ٿيس. هٿ به پئي ڏڪيس تار واري کي تار ڏيئي، پٺ تي وري پئي، ته هلندي هلندي وات تي بيهي، پاڻ کان پڇڻ لڳي: 'ڪم چڱو ڪيو اٿم؟' ۽ انهيءَ ساهيءَ پاڻ کي ورندي ڏنائين: چي، "پيون نه، ته وٺس مٿو ته وڃي اڪائيندي ونسين. مڙس نيڪ خصلت ۽ درياهه دل ته آهي."

پوڇاڙين جو، رت جا مهل تي ڪم تان موٽي ڪانه، تنهن تي اڻنا کي هرکر ٿي پئي. گهڙيال ڏي نهاري، هرهر پيئي چوي: متان برنهر گهر ئي تـه ڪانه ٽيڪي پيئي؟

سج اجا لٿو ڪونه، ته هڪڙو ڏسٽو وائسٽو ماڻهو دڪان تي چڙهي آيو. اڻنا سندس روشن مان سهي ڪيو، ته ڪير آهي. پر پاڻ اجا اچرج پئي ڪاڏائين، ته هن پاٺمرادو سلام ڪري، پڇيس: اڻنا، تون آهين؟

اڻنا چيس: هائو.

"رت جي مائيلي پيڻ بـه تون ئين؟"

"جي."

"رت کي ته هيڏانهن سڏي وٺ. ساڻس ڪا ڳالهه ڪرڻي اٿم."

"رت سان؟"

انهيءَ گهڙيءَ ٽي هڪڙو ٽانگي وارو ٽپ ٽپ ڪندو مٿي لنگهي آيو. اُنا ڪان برندي گهريائين، تنهن گلاس ۾ پاڻي ڏنيس، ته پيت ٿي هڪڙي ڏيئي، سارو گلاس چاڙهي، پئسا پيڙيءَ تي رکي، چيائينس: هاڻ ذرو ناس جو به، ته ڏجانم.

اُنا هونءَ هئي انهيءَ ڪم تي هريل، پر اڄ سڌ ئي ڪانه ٿي پيس، ته هٿ ٽڙڪيس چو پئي. ٽانگي واري کي ناس چپٽي ملي، سو ته سٽڪ سٽڪ ڪندو هليو ويو، پر هن ڏسٽي وانسٽي مڙساڙوءَ جي نيراڙ ۾ هيڏو سارو گهنڊ پڊرو ٿي پيئو.

اتي رت به اچي سهڙي، ته هن مڙساڙوءَ جو گهنڊ به آمالڪ ويندو رهيو. رت کي تپرس به پئي لڳو، پر دل بهار به پئي ٿيس – چيائينس: هيلبار!

هيلبار سندس هٿ وٺي، ڪري چپن تي رکيا. پڇايائينس: تنهنجي تار مون کي ملي، ۽ آمالڪ آتان روانو ٿيس. بس، ڳالهه جي صفائي ٿي؟ داديهن کي پڇايو اٿيئي ته منهنجو توسان ڪيڏو نه نينهن آهي؟

رت پيرن ڏي نهاريو، ته چپا ڏٺي، جو وچي سائي پيپر ٿيندي. چڙي پڙي به ڪانه ٿي، ۽ پيت کي ڪري ٽيڪ ڏني هٿائين. رت جهڙو پانئيو، ته وچي پاڪر پايانس، تهڙو هيلبار روڪي ڪٽي بهاريس. پڇيائينس: مون کي وراڻي ته ڏي: سڳ بحال نه؟

رت کي اکين مان لڙڪ پئي وهيا. ورندي ڏنائينس: هائو.

هيلڊار ڳراهڙي پاڻي سنديس اکيون ڇنڀي، چيس: تڏهن پنهنجو ٻگهو ڇو نٿو چڪو؟

اتي انا پيڻ کي ڀاڪر پائي کنئي پڇيس: مٺڙي، منهنجي ڪاڻ پاڻ ڇو نٿي سهسائين؟

رتڻ به کنئي ٻڌايس: دادي تنهنجي ڪاڻ نه، پر پنهنجي ڪاڻ هي ڪم نٿي ڪريان. ڇو ته توکان ڏاڍ آءٌ گهڙي ڪاڻ گهاري سگهنديس. هاڻي تون آسيس ڪرينم، ته ور جي سکي ٿيان.

انا مٿي تي هٿڙو گهمائي چيس: بابا، شل سهه، چوڙين، سهه ماڻين. ور جي وڏي ٿين. ڪرتار ڪري، ڪڏهن ڪڏهن اک به نه آئيو.

پوءِ هيلڊار ڏي مهڙ ڪري، پڇيائينس: اوهان سمجهو ٿا ته ڪم سياڻپ جو ڪيو اٿوَ؟ اوهان جو خاندان ڪٿي، اسان ڪٿي! مون کي جان تان ڏپ پيو لڳي.

هيلڊار ورندي ڏنيس: تون پيون ڪو به ويچار نه ڪر. تون ڀانئين ٿي، لوڪ مون تي ٺٺولي ڪندو؟ سو لوڪ سان آءٌ پاڻيهي پڄي ڪائيندس.

انا کي تڏهن به پڪ ڪانه ٿي ٿيي. پر وري سندس منهن ۾ نهاري، ڏاڍي ٺهر سان چيائينس: آءٌ سمجهان ٿي ته، رتڻ کي اوهان دل و جان سان ٿا گهرو، نه ته جيڪر هيئن سگ ڳنڍيو ئي ڪين ها. پر هڪڙي مهرباني ڪجو: سائس اوائلي ڏيرج ڏاري هلجو. هيڪر اوهان جي پيٽ تي پنجي ويئي ته پوءِ

آءٌ پڪ ٿي ڏيانوَ، اوهان جي رڳ رڳ ٺاري
ڇڏيندي ـ ڇو ته "دل سون ورني" اٿس.

پر تماڪ ۽ ٻير جي هٻ ۾ ٻيٺي ٻيٺي، هيلڊار جا
پير ٿيٺ ٿپي پيا. چيائين: آءٌ پلا هيٺر موڪلايان ٿو،
جو سوير جو وري وڃي نوڪريءَ تي چڙهڻو اٿم ـ پر
"مصري" رات جو ٿي نا ڪاٿي ڇڏيون. آءٌ جتي لٿو
پيو آهيان، آهو هنڌ چڱو ٿيندو ـ پيو اوهان جي مائيلي
پيءُ سان ڪنهن ڳالهه مهاڙ جي صفائي ڪرڻي هجي،
ته اها به ٻڌايوم، ته انهيءَ جو به بلو ڪريان، ڇو ته
رت جو سنڀاليندڙ اوس پاڻ هوندو.

پر اٿنا ٻڌايس: انهيءَ ڪان اوهان ڇٽا آهيو. آهو
ڪم اسان تي ڇڏيو.

هيلڊار چيو: تڏهن ته مهرباني. باقي ٻيون خبرون
چارون "مصريءَ" سهل ڪنداسون. بابي کي به لکي
ٿو موڪليان. وهانوَ تائين رت ڪري داديءَ وٽ
ٿڪندي.

اٿنا پڇيس: وهانوَ جو ٿيڪڙ ڪڏهن تي ٿا رکو؟

هيلڊار ورندي ڏنيس: آءٌ ته چاهيان اڄ ٿئي ته
سپان تي نه وجهان. پر اهو اڃا نبيرو ڪونه ڪيو اٿم.
تنهن وچ ۾ رت وڃي داديءَ وٽ ٿڪندي، ته پل
اتي هري مري، ۽ سڏ پويس ته اٿجي ويهجي ڪيئن.
داديءَ جي به گهرواري جو عذر اڃا تنهن ڏينهن لٿو.
دادي گهٽ ڪانه گهرنديس.

رت پڇيس: پوءِ اٿنا؟

هيلڊار ڏانهنس نهاريو ائين ولي، ڄڻ سندس ڳالهه سمجهيائين ڪانه ٿي- چيائينس: ائنا؟

پر ائنا وچ ۾ پئي، ڳالهه کي ٽاهي ڇڏيو. هيلڊار کي چيائين: رٽ کي فهم ئي لهي ويو، ته بابي کي آءُ ائين ٽڪرو ڇڏي نٿي سگهان.

رٽ تنهن تي رڏ ڪَڍائي بيٺي- چي، "آءُ ائنا کان ائين ڌار بنهه ڪانه ٿيندس!"

هيلڊار ڳراٺڙي پائي، سمجهايس: منڙي، ٿوري ويرم ڪانڪ اوس ڪانئس ڌار رهڻو پوندءِ.

ائنا به دلاسو ڏنس: پينڙي، ڊڄ نه. منهنجو بلو پيٺي به ٿي پوندو.

هيلڊار اڃا بيٺو ئي هو، ته مٿان گيوبرٽ اچي نڪتو. پر جيتوڻيڪ نشي ۾ ٽاٽ هو، ته به هيءَ جا نئين صورت ڏٺائين، سو اکيون ڦاڙي، بيهي ڏانهنس نهاريائين. هيلڊار ڀورين ته دوس ئي ڪونه ڏنس. پر هن جو واڪو ڪري هيلڊار کان پڇيو: ڪير آهين؟ ۽ هيلڊار جو ڏٺو، ته هن آئي، پيئي پينر سهمائجي ويون آهن، تڏهين آمالڪ راز سڀ کي ڪري ورتائين.

هيلڊار کي ڀڃان اهڙي آئي، جو رٽ کان موڪلايائين به ڪين ٿي، ٽڪرو ٽڪرو هيٺ لهي ٿي ويو. پر وري جو گيوبرٽ شرطائي چيس: هون! رٽ جو سُريتو آهين! تڏهين پير جهلي، رٽ کي هٿ کان ولي، ٻڌايائينس: آءُ هن جو مڱيندو آهيان.

گيوبرٽ ڏنگون ڦاڙيو، ٽوڙس ٻه ٽي ڀيرا ڏانهنس نهاريو، ته انئا هيلڊار کي منٿ ڪئي، ته اوهان هاڻ روانا ٿيو، سو ته رٽ ڪان موڪلائي هليو ويو. پر گيوبرٽ اچي ڏين تي مٽيو–

انئا رٽ کي ته آمالڪ اندر موڪلي ڏنو، پوءِ پاڻ ويهي پيءُ کي ڳالهه سمجهايائين. پر هن جي مٿي ۾ ڳالهه ويهي چوڻي؟ انئا کي پيو چوي: ر١٠٠٠ ڏؤ تيون ڏکڙيون! مون کان لڪائي منصوبا پيون سٽيو. سمجهو ائين ٿيون، پاڻ ته آءٌ مري ويو آهيان!

انئا اهو ٻڌي پيئي آتر ڏنس: بابا، ڳالهه، ڳالهه سان ڇنڊي. اوهان تپو نه. اڃا مائٽي ڇڙي اچ آهي. اوهان جي موڪل ڏاران اسين پير ڪٿنديوسين ڪونه. پر هن جي مٿي ۾ هو جو آٿ ويٺو، سو اتان نڪري ڪيئن؟

نيٺ انئا ٻڌايس ته هيلڊار ڪهڙو آکهائتو ٻٽائتو آهي، ته هن ڇا ڪيو، جو پيڊيءَ تان پير جي ڦريل ٻاڻلي ڪٽي، تڪ منهن ۾ ڦهڪائي ڪڍيائينس! انئا جا ڪپڙا سارا پير ۾ پڇي پٽ تي ويا، ۽ پاڻ به نراڙ مان رت ڳاڙيندي، ڦاڻ ٿي ڪري پيئي. مٿي کي اهڙو چڪر پئي آيس، جو پائنيائين اجها ٿي دم ڏيان. اکيون آهنجنس ٿي نه، ۽ ساهه ٻه هنڌ ٿي ويس. اتي ٿي ڪوٺيءَ جو در کليو، ۽ ٻي سرتيائيءَ ۾ ٿي انئا ٻڌو، جو گيوبرٽ کي هڪڙو ڏڪ لڳو،

پيون ڏک لڳو، جو ٻه رڙ ورڙ ڪري، ٻئيءَ پڙ ڪري پيو!

اُنا زور ڏيئي، جيئن تيئن اکيون کوليون، ۽ گيوبرٽ کي ڇڙيون هڻندو ڏسي، پڇيائين: ڇا آهي؟
رٽ کي هٿ ۾ ٺلهو ڏنڊو هو، پيڻ سان ٻالهه، ڪيائين: ڏنڊا مون هنيا مانس- نه ته توکي آڦت ماري وجهي ها!

"ڇوڪري، تو هي ڪم ڪن سندو ڪيو؟"

"تڏهن ڇڏي ڏيانس، ته پـل توکي خون ڪري وجهي؟"

"ڇگو مون کي کٽي ڪرسيءَ تي ته ويهار. پاٺي ڊڪ ٻه ڏينم. مٿو پيو جنڊ وانگر ڦرينم."

رٽ اُنا کي ڪرسيءَ تي ويهاريو، ۽ پاٺي ٻه ڏنائينس. پر اُنا جو ڇتائي گيوبرٽ جي منهن ۾ ٿئي نهاريو، سو هيءَ ڏکي پئي- پڇيائينس: مري ته ڪونه ويو؟

اُنا ٻه سهڪي پئي- چيائينس: رٽ، اهڙي ته ڪا وائي نه ڪڍ.

پوءِ پير پير ۾، اچي گيوبرٽ جي نار ڏٺائين. نار هن جي هلي پئي، تڏهن وڃي پيٽ ۾ ساهه پيس. رٽ کي چيائين: هاڻ اچ ته کٽي کٽ تي سمهاريونس.
پر رٽ ورندي ڏنيس: پيون جيڪي چئين، سو ڪريان. انهيءَ مرونءَ کي آءٌ هٿ ڪونه لائيندس.

اِئين سمجهايس ته وري به اسان جو هيءُ ٽئي: هيترا ورهيه اسان کي پاليو نپايو اٿس. هاڻي به پاڻ ٻچڙو نيو، ته ان لاءِ اسان کي حق ڪهڙو، جو اسان سائس وير ٻاڌي رکون؟ اسان تي ڏنڊ ڏوهه آهي، جو هن ويل اسان سندس ٽهل نه ڪريون. لائق انسان کي ته جڳائي، جو پاڻ سان ئي وڙهي، ته پريکيا مهل سندس رهجي اچي." تڏهن لاچار ڀيڻ جي ڳالهه مڃيائين.

ڪيو برٽ کي آثاري هنڌ تي سمهاريائون، ته هن به اک ڀٽي، ۽ سامت ۾ آيو. پوءِ ته ستت ننڊ ڪجي ويس، ۽ سج اڀرڻ تائين ڦوڪون پئي ڇڏيائين.

جوت ٻري، سنجها ٿري، ته رت ڀيڻ کان پڇيو: هاڻ ڇا ڪجي؟

ڀيڻس چيو: در بند ڪر ته ٻڌايائين.

رت در بند ڪري، ۽ ٻتيءَ جي وٽ کي سوري وري اچي اڳيانس ويٺي، ته آواز ڪورو- چيائين اڄ رات تنهنجي 'مصري'...

ڀر رت وچ ۾ جهليس: ائين نه ڳالهاءِ. منهنجو من ٿو منجهي.

"ڀينڙي، تون ڪم ڇگو ڪونه ٿي ڪرين."

"دادي، ماني ته مانيءَ تي ٿڦي پيئون ڪا ڏيندو نسيين؟

"ڀينڙي، تنهنجو ڪو اتي هرڪ هاريل هجي، ته آءٌ جيڪر ويچار ڪريان ٿي ڪونه. سمجهان ٿي، ته تون پنهنجي ونءُ گهٽائيندينءَ ڪانه. گهوٽ جون رڳون ڇڳيون ٿاريندينءَ. ڀر ڀريم جي آسترڳيءَ ڏاران

تون به سندس ڪاتر جهڙي مروٽا کائيندينءَ، تنهن
مان توکي جنس ته ايندو ئي ڪونه. تنهن وچ ۾
پڳهوان نه ڪري، جو هن جي دل به آتانجي وڃي،
ته چائين ٿي، نوبت ڪٿي وڃي رسندي! ڏٺءِ آتاولائي
منجهس ڪيتري هئي؟ پانئي ته جيڪي طلبيان سو تيار
رکيو هجي. هو پاڻ ته هينئر توکي دليؤن جانبؤن
گهري ٿو، پر تون...؟"

"مون کي به، دادي، پاڻ ڏاڍو وڻي پيو. پيون
به دل شاهدي پيئي ڏئيم، ته ٿينداسون ڪڏهن
ڪونه. ستت ئي هڪٻئي جي پيٽ تي پئجي وينداسون.
پر دادي، تون هي ڳالهيون ڪري، منهنجي دل تي
پيا فهم ڇو پئي وجهين؟"

"گهوري وڃانس! مون پينڙي، چيو ته پل پڌائي
چڙهيانءِ، ته وهانءَ جهڙي سنسڪار ۾ ماڻهو آڳو پيڇو
جاچي هليو، ته ڪاٻار بو ڪين. گُنڌي گُنڌيءَ راند ڪانهي؛
وڏي سِرَ تي جوابداري ٿي ڪٽجي. پاڻ چڱو لائق
پريو انسان ٿو ڏسجي. پر سوال آهي، ته لوڪ هيڏي
جا سندس لائي چائي ڪندو، تنهن کي پاڻ ٻڙس ٿي
مُنهن ڏيئي سگهندو؟ مون کي ڏاڍو ڊپ پيو ٿئي،
ته متان ڏيڍر نه ڏيرا ٿي پونس. پوءِ پاڻ مورکو جيوت
مان ئي نه ڪٽڪ ٿي پوي!"

"اهو ڇيائين ڪونه، ته سڀ ڳالهيون ڪٿي ڳوتي،
پوءِ وات وڌو ائم؟ پيون به اڪيون پوري ڪم ڪونه

ٿو ڪري. ٻڌايو ڪين مانءُ، ته ڪيترا ڏينهن ته پاڻ
منهنجي مُنهن تي نٿي ڪين چڙهيو. پر نيٺ، جڏهن
سمجهيائين ته مون ڊاران سندس نٿي سري، تڏهن اچي
دل جو راز سلياٿينم. منهنجي تنهنڪري دل لوڏوني
ڪانه ٿي ڪائي."

"تون سچ ٿي چوين. پر پينڙي، دنيا ۾ اهڙا جيوَ
ڪين پيا آهن ڇا، جي ڀريائين ڏيکاري ڏين، جو
پانءُ ته پريم صدقي پاڻ کهڙو اڪ ٻه لنگهي ويندا،
پر جڏهن ڪا گهاٽي گهڙي اچي مٿان پوين، تڏهن
سَٽ جهلي ڪانه سگهن؟ آءٌ هونئن جيڪر پيٽ
ڪريان ٿي ڪانه. پر آلڊينهوفر نالي جيڪي تو مون
کي لکيو هو، تنهن مان جيڪر آءٌ چوان، ته اهڙو
جيوُ جيڪڏهن مون کان اچي تنهنجي پاڻهن گهري،
ته پوءِ آءٌ هيڏي حجت دليل هلايان ٿي ڪانه. هيلڊار
ٻه ماڻهو برابر نيڪ نيت آهي، پر دنيا جي رنگت
اتس جان تان سرسيري چڙهيل آهي. پيون اکين ۾
سندس نهارجي ٿو، ته منجهيو پئجي. سڌ ٿي ڪانه ٿي
پوي، ته منجهائن ڀاوَ جو شعاع پيو ڇٽي، يا منجهن
سچي شهادت پيئي ٻڪي!"

”ڇا ڏيءُ؟ رت ۾ هيلدار مگيا ائيني!“

”نيني نہ آهي.“

”اجهو مگٽي جو ڪاغذ - پڙهي ڏس. هيلدار جي صحيح چٽي پٽي ڏسجي.“

”مون کي تہ ڳالهہ دل سان ٺي ٺٽي لڳي.“

”تڏهن ڀانءِ تہ اسان سان مسخريون ٿو ڪري ڪيئن؟ خط پاڻ پيو ڳالهائي.“

”پر هيءُ جوڙي بہ نہ ٿي. هڪ ٻئي جي پٺ تي پوندائي ڪين!“

”ڇو؟ هيلدار پاڻ هرکيو- هينئر مون کي ڏاڍو پيو وڻندو. آءٌ ساڻس آئينده آنندس بہ ڪانہ. اسان جي رت سندو جو کهوٽ ٿيو!“

”پاڻ ۾ ڏئائون وائنائون ڪهڙو؟ ڪم تڪڙ جو ڪين ڪيو اٿن؟“

”ڇو؟ سنجهہ صبوح پاڻ ۾ گڏ هوندا هئا، پوءِ اچا بہ جي، پاڻ ۾ ڏئائون وائنائون ڪهڙو؟ پيون بہ دل ڦاسائينديون آهي هڪڙيءَ نهار سان، ان لاءِ مدتون ٿو روئي ڪهن!“

ٻنهي ڀينرن انهن ويئي پاڻ ۾ اوليو موکيو، تہ مٺان پيٺهن بہ آيو. ايوا ڳالهہ ڪيئيس، تہ تهرس ٿو رڙو ڪو نہ لڳس.

ايوا شرطائي پڇيس: بابا، اوهان ڇا ٽا ڀانئيو؟
ورندي ڏنائينس: مڱڻي جو ٿي پڇينم؟ هڪڙي
جي پيٽ تي پنجي ويا، ته جهڙن سکي پيون
ليندو ٿي ڪونه.

"اوهان ڀانئيو ٿا ته هيلڊار رٽ جي رکپ سهي
ڪري سگهندو؟

"ڇو نه؟ رٽ جو سياڻ ڏونگر مٿان وهندڙ نهر
وانگر صفا اوجل آهي، پوءِ انڪ کهڙي ٽينديس؟
پر توکي ڳالهه ڇو نٿي وڻي؟ پاڻ آسيس ڪرين ته
پاڻ ۾ سدائين ڪير ڪنڌ ٿي هلن. پريم سندن سدائين
قائم رهي!"

پر ٽيپ وڏا ماسيس ٿي چڙيا - چي، "چوريءَ
گهٽايو ٿي ڪينهي! هھڙو ٽسينگ ليٽائي وڌائين!
هوڏانهن ڏهاڙي ڀڳي به تڏهن بيٺي هوندي هئي!
پاڻ چگو، اهو ٿي اسان جو پاسو چڙهيو. اسان جي ڪل
جو ناماچار وڌيو. اڄ ماٺهو پڇن به نالي کي ٿا. هاڻ
رٽ کي به گيوبرٽ وٽ ڪونه ڇڏيو. ڏينهن - اڌ ۾
هتي گهرائي وئيس. هيلڊار تي به ٽڏو ٽورو ٽيندو.
اسان به پنهنجو پاڻ ملهائيندا سين!"

ڊيٺس ماءُ جو پڌڪو ڏسي، مشڪيو هئي، پر
ڪڇيائين ڪونه ٿي. ماٺس جڏهن چيو: هنن خاندانين
کي نه ته اسان جو پاڇو ڪونه وڻندو هو، هاڻ
اسان جي وٽن اچڻ وڃڻ جي واهه ته ڪئي، تڏهن ماءُ

کي سمجهايائين ته ”امان خوش نه ٿي“. اسان کي
هي ماڻهو پنهنجو شاني شريڪ پوءِ به ڪين سمجهندا.“

”چو ڪين؟ رت جي مامي، جيڇل ماٺس جي سڳي
ڀيڻ. رت جو ڀيون ڪو سڳ ڪو سياڪو، جنهن سان
هي ملهندا مرڪندا؟ گهوٽهڻ کي به ٿي ٻڌايان ته
هيلڊار سان هينئر اسان جو ڪهڙو ناتو ٿيو.“

”تون پاڻ ئي پيئي ٻڌ. هن سان ڳالهه نه ڪڄ.
هو هونئن به مون کي گهٽ ڪو نه ٿو گهري. باقي
رت کي آءٌ واڌائي موڪليان ٿي، ۽ لڪانس به ٿي
ته آمالڪ هيڏانهن هلي اچي.“

آلڊينهوفر کي هيلڊار جو ڪاغذ مليو، تنهن ويل
پاڻ ماڙيءَ جي دريءَ وٽ ويٺو هو. ڪاغذ پڙهي،
اکيون کٽي سمهڻ دريءَ منجهه ڪُپايائين. رت جي
ويٺي ڪان پوءِ گلن جون چڪيون ته ماساتيس کٽي
ڇڏيون هيون، ۽ دريءَ جا طاق به ٻيڪڙيا پيا هئا،
پر عالم رويا ۾ ڪا ته مورت هن ڏٺي پيئي، جو
ڪا ويرم آتان اک ئي ڪا نه ڦيرايائين — نيٺ ڪاغذ
دريءَ تي رکي، اکرن جي مٿان آگر ائين وٺي
گهمايائين، ڄڻ ڪو نالو ٿي ڏاڻائين.

"ڏهه مهينا ٿي ڪين ٿيا، هن هنڌان پيئي ڪڏ ڳاڏيءَ ۾ چڙهيا هئاسين، تنهن وقت ڪنهن ٿي پاڻيو ته اچو ڪي ڏينهن آءٌ سنڌ س آجيان لاءِ هيئن اچي منتظر پيهندس؟ ورڏاتا جو لکيو!"

"پر هوءَ ڪير پيئي اچي؟"

"اڙي، ڪالروٽ!"

"هيڏانهن سنڌس ڪم ڪهڙو؟"

"سمجهيم، رٽ ڪي ٿي ڏسڻ اچي."

"رٽ جي هن ڪي ڪهڙي سڌ؟"

"رات جو ڪلب ۾ مون ڳالهه ڪئي هئي، آتان پڌو ائس."

-"رٽ ڪي اسان ٻروقت ٿي لکي موڪليو هو، ته هاڻ اسان وٽ هلي اچ، پر پاڻ ڳالهه نه مڃيائين، الاجي ڇو؟"

"آءٌ پاڻيان ٿو، ته داديس جهليو هوندس. مون نه ته پاڻ اها سڀ سڻي هئي، ته خير جو وهانوءُ ٿئي، تيستائين رٽ اچي داديءَ وٽ ٽڪندي. پر بابي؟ داديءَ سان رڳو مائٽيءَ جي ڳالهه ڪئيم، ته اچي ورائي ورتائونم، تڏهن آهو خيال ئي لاهي ڇڏيم. پوءِ ٻه منهنجي مرضي اهائي هئي، ته رٽ وڃي ڪنهن مڪتب ۾ ضروري تربيت وٺي. پر ائنا پڇڪڙي

وڏي - ڇپي، اهڙي تربيت برنير بہ ڏيئي ٿو سگهيس،
جنهن وٽان پيون انچر بہ پرايو آهيس. آءٌ هونئن جيڪر
پنهنجيءَ ڳالهہ تي زور رکان ها، پر رت جي پاڻ
مرضي ڪانہ ڏنيم، جو اڄا جو پاسو ئي نٿي ڇڏيائين.
تنهن وچ ۾ سو آءٌ پنجين - ستين ڏهاڙي شهر ۾ وڃي،
ڪيس پيو گهمائي گهتائي ايندو آهيان. ناٽڪ ئي ٿيو،
ناچ ئي ٿيو - جتي ڪٿي وٺي وڃانس، تہ ڀل ڀُوم
پوئيس. مجلس ۾ چڱي پيئي سونهي. اڃا بہ ڪپڙا سادا
ٿي پهري، تنهن تان آءٌ جان تان پيو وڇڙان. تنهن
۾ تون جيڪر هڪڙي مون سان ڀلائي ڪرين،
جو سمجهائينس، تہ آءٌ سوڪڙيءَ پاڪڙيءَ طور ڪجهہ
ڏيانس تہ مون کان ڪٿي وٺي. منهنجي تہ ڳالهہ ئي
ڪانہ ٿي ٻڌي. گهڻيائي منٿ زاري ڪئي ٿيمانس،
گهڻي ئي زور لاتا ٿيمانس، اصل پير ئي نٿي کوڙي

”آءٌ ڇاٽان ٿي، اوهان کي اهڙو جهڙو وڳو
وٺي ئي ڪونہ. ٺهڪندي وڳي سان گهڻي دل آٿو

”هتي ٺهڪندو تہ گهوريو، پر شائستو تہ هجي.
منهنجو خاندان ڏس ڪهڙو! تنهن ۾ مون سان سڳ
ڳنڍي، پاڻ هيئن لڳڙ پيئي گهليندي، تہ ڳالهہ ڪا
ٺهندي؟ في الحال بہ - چار ديداري پوشاڪي وڳا هجنس
تہ ڪم پيو ٿيس - تون سياڻي آهين. ڪيئن بہ ڳالهہ
تي بهارجانس. تون پاڻ ئي وٺي ڏينس. پئسا آءٌ
ڀرينديس. رت کي انت ڪٿي نہ ڏج.“

”رت مچندڙ پائي ڪاڻ. آءٌ به لڪائي اهڙو ڪم ڪريان ها ڪٿي، پر مڌ پنهنجي وڃيس، ته پوءِ گهر مان ته گهر ڪري ڏيئم. تنهن ڏاران، داديس کي به مٺو لڳندو.

”داديس ته هڪڙو اڇرج جهڙو جيوُ ٿي ڏسجي. چاٽائي ائين پئي، جو پاڻ ته آءٌ کو ڪائن مٿي ڪونه آهيان. هڪ لڳا ته ان ٻاري ۾ وڏو وعظ به لکي مڪائينم.“

”اها ٻه اچا گيوبرٽ وٽ رهي پيئي آهي ڪيئن؟“

”هائو. سون سندس ڪاتر پيو ٻلو ڪيو ٿي، پر ڳالهه نه مڃيائين. گيوبرٽ کو بيمار ٿي پيو هو. تڏهن ڪا ڪانئس منهنجي مائٽي قبول ڪرائي هئائين، تنهن لاءِ چئي ٿي، سندس ڳڻ ڪين وساريندي س.“

اتي گاڏيءَ سيٽي هنئي، ۽ گاڏي پاؤ پلڪ ۾ ٺهه ٺهه ڪندي. اچي پليٽفارم تي بيٺي. هيلدار تڪڙو تڪڙو وڃي، گاڏي گاڏي ۾ نهاريو. رت ٿرڊ ڪلاس ۾ ويٺي هئي. دروازو ڪولي، جنسي ڪري هنج ۾ کنيائينس. سامان سڙو به گاڏيءَ مان سندس پاڻ لاٿائين.

هيلدار سنديس ٻانهن ڪري ڪچ ۾ جهلي. اسٽيشن تي چڙهي ڏانهن بئي نهاريو. هيلدار مرڪو هئي ٿيو- جو ڏٺائين ته منهنجي ٻانهن سين کي وٺي پيئي.

اسٽيشن جي ٻاهران ٽپال وارن جي گاڏي بيٺي هئي. رت ان ڏانهن اشارو ڪري، پڇيس: هوءَ گاڏي ياد پوئي ٿي؟

هيلڊار مشڪيو پيئي، ورندي ڏنائين: انهيءَ
ڳاڻ پريءَ ۽ ته هڪٻئي سان سهي ڳهي ٿياسين. پر
اڄ انهيءَ ۾ ڪو نه ٿا ڇڙهون: آلبڊينهوفر کان
سنڌس ٿانگو وٺي آيو آهيان. هلائيندس به آءٌ پاڻ،
جنهنڪري ٻيو ڊپ ڏاءُ آهي ٿي ڪو نه.

اتي ڪالروٽ اچي پرسائن لنگهي. هيلڊار رٽ
کان پڇيو: سڃاڻيئنس ٿي؟

رٽ ڪنڌ سان اشارو ڪيس–"ها."

هيلڊار چيس: ڏس، ڪهڙي نه پوري وقت تي
اچي سُنهن ڪڍيو اٿس؟ اڳئين ڀيري به انهيءَ جي
صدقي ٿي مون کي پتو پيو، ته تون به برابر ڏاڏيءَ
حوا جي پوٽي آهين!

رٽ کي ڳالهه ياد آئي، ۽ وٺي مشڪيائين.

ماساتيس پڇيس: انا ڪيئن آهي؟

ورندي ڏنائين: آها ويچاري اڃا آئي ٻڌي پيئي
آهي. پر ڀانئيان ٿي، ته وهانوَ کان اڳ اچي هٿي
سهڙندي. چارلس به ائين ٿو چاهي. ڪيئن، برابر نه؟

هيلڊار چيس: جنهن ۾ تون راضي.

ڪاڏيءَ ۾ ويٺا، ته ماساتيس سُنهن ۾ نهاري،
پڇيس: وري سُنهن سان ڇا ڪيئي؟

ورندي ڏنائين: شهر جي هوا هيئنر ڀانئي ٿي
نٽي پوي. پيلي ڏاران ڏاڍو وياڪل ٿي گذاريان. اڄ
وري ڀانئيان پيئي، ته بُت ۾ نئون ساهه اچي پيو اٿم.

هيلڊار چيس: تڏهن پهلي سان اصل دل ڀڄي ويئي اٿيئي؟

ورندي واريائين: تنهن ۾ ته شڪ ئي ڪونهي. پاڻئيان ته پاسو مندس ڇڏيان ئي نه.

"ڏسين متان پيلي جي نينهن ۾ آءٌ ياد ئي نه پوانءِ. مون کان ته وڏيڪ ڪو نه ٿي گهرينس؟"

"سچ نه پڇو، ته اها مون کي پاڻ سڌ ڪانه ٿي پوي!

"تڏهن نئين سر وري ويهي توکي پرڀايان؟ ڇهه مهينا مڱئي ٿيا اٿئون، سي جيڪس پورا نٿي سمجهين؟"

"ائين نه چئو."

"توکان مٿي آءٌ ته ڪنهن کي ڪو نه ٿو ليکيان! تون به مون کي اوترو ئي گهُرُ نه! ڀيءَ ڪنهن ٻيجان شئي سان ئي تون گهڻو آر رکندينءَ، ته مون کي پيو حسد ٿيندو. تنهن ۾ پنهنجو سمورو پيار مون کي ئي ڏي! مون کان ميٺو ٻئي ڪنهن کي به نه ڪر!"

رٿ جي ڳلن ۾ لالائي سا اچي ويئي، پر وات سان ڪڇيائين ڪو نه. ماساتيس تنهن تان هيلڊار کي چيو: اوهان جي گهُر واجبي آهي. رٿ اوهان جي ئي رهندي. پر اچا ٻار آهي، تنهن ۾ رکو ته هيرميري ويندي.

هيلڊار ورندي ڏنيس: اهو ته آءٌ به ٿو سمجهان.

وري رت ذي مُنهن ڪري چيائينس: هينئر جيترو ني سگهيئي، اوترو منهنجي سنگ ۾ ني رهج ڪج. پيلاين وٽ وڃڻ ڪان به آئيندي پير جهلجانءِ؟

رت وائڙي ٿي ويئي - ويسهه ئي نٿي آيس، ته هيلاءار ساٿس ڪا اهڙي ڳالهه ٿي ڪئي. تنهن هوندي به پڇيائينس: ڇا؟ پيلاين وٽ آئيندي نه وڃان؟

"نه، ڇو ته هو نيٺ به پيلائي ٿيا. تون هينئر منهنجي ڪنوار آهين! تنهنجو وٽن ريل ڇيل وڃڻ ٺهندو ئي ڪونه. پيو به آءٌ جو سچو سارو ويٺو آهيان. پيلي ۾ ڏهاڙي آءٌ پاڻ توکي وٺيو هلندس."

"اوهان سان منهنجو سنگ ٿيو، تنهنڪري آءٌ ساٿن ناتو ٽوڙي ڇڏيان! مون ڪان اهڙي بيمحابائي ڪانه پڄندي!"

"مون جيڪا ڳالهه ڪئي، تنهن ڪان مُڙندس ڪڏهن ڪونه، تنهن جو خيال رکج."

اهي اکر هن ڇيا ٿي، ڇڻ ته ڪَنجهو ٿي وڳو، جيتوڻيڪ پاهران ڪيليائين پئي.

رت جو مُنهن روئڻهارڪو ٿي ويو. تڏهن ڏانهنس نهاري، پڇيائينس: پياري، منهنجي ڪاتر تون ساهيڙي سڌ به ڪانه سهسائي سگهندينءَ؟ آءٌ پاڻ جيڪر تنهنجي صدقي ڇا نه ڪريان!

رت ماٺ ۾ ئي رهي - ۽ ڪا ويرم هنن پنهي وري پاڻ ۾ ڳالهايو ئي ڪونه. الائيس پهر - چار ڦيرا

ڪوشش ڪئي، ته ڪٿي هنن جو روسامو لاهيان، پر وريو ڪي ڪونه.

اتي چو نه پريان پريان، اُنا تي رت جي نظر پنهنجي وڃي - هيلڊار هيترو سمجهايو هوس، تنهن جي سنپار رهيس ني ڪانه - لغام ۾ هٿ وجهي، گاڏي ڪري بيهاريائين، ۽ خوشيءَ ۾ ٻرجي، وٺي رڙ ڪيائين: "اُنا! نُنا!"

هيلڊار به سور پيي ويو. رت لهي هيٺ ني.

اُنا کي هٿن ۾ پنڊي هئي، آها ڪري پٽ تي رکيائين، ۽ ڊوڙ پائي، اچي رت کي ڀاڪر پاتائين.

خير! اُنا ته وري پنڌ پيئي، ۽ هيءَ وري اچي گاڏيءَ ۾ چڙهي. گاڏي هلي، ته ٿوري ويرم رکي، رت هيلڊارڪان نمانائيءَ سان پڇيو: اوهان کي جيڪس منهنجو هي نمونو نه وڻيو؟ مون تي ڏمريا آهيو؟

هيلڊار ڏانهنس نهاريو ڪونه، باقي ڪَري آواز چيائينس: تون اڃا ٻار آهين. ڳالهه کي سمجهين ڪانه ٿي - مهميز...

"مهميز ۾: پيار، قرب!"

پر پيار آءٌ ڪونه ٿو ڪريانءِ ڇا؟ ڇا ۾ تو گهٽ گهرانءِ؟"

"اوهان برابر مون کي پيار ڪريو ٿا، پر اوهان پنهنجو پيار، پنهنجي ڪاتر ٿا مون کي ڏيو! هي جهانگي ويچارا، مون کي منهنجي صدقي، ٿا قرب ڏيکارين."

آنهي ڏينهن هيلڊار ٽيپهري ۾ ماسيس جي گهر ڪئي. سچ ۾ مُرڪيو ٿي، تڏهن رٽ کي چيائين: پيلاين وٽ آءٌ ۾ توسان گڏيو هلندس.

رٽ ڏاڍي سرهي ٿي. وات مان نڪري ويس: سچ؟

هيلڊار مُرڪي وراڻي ڏنيس: اڄ کان وٺي ڪنهن وٽ ۾ وڃڻو پيو، ته پيئي گڏيا هلنداسين.

رات پيئي ته رٽ دريءَ وٽ ويهي، سندس جاءِ ڏي نهارڻ لڳي- دل ۾ پئي چيائين، ”سو نيٺ منهنجو سپنو سچو نڪتو“! هيڪاري دل ٽپا ڏنس، جو چاتائين ٿي، ته بابو سرگي ۾ انهيءَ جاءِ ۾ رهندو هو، ۽ وري امان جيجل ۾ هتان ئي ويهي، ڏانهنس نينهن ڀريا نياپا موڪليندي هئي.

خير جو پيون ڏينهن ٿيو، ته هيلڊار سويري ئي اچي سڏ ڪيس. ڪيس پنهنجي عملداري پوشاڪ ڍڪي پيئي هئي، سو چيائينس: معاف ڪجُ، جو هي وڳو ڦاريو اٿم. هن ۾ آءٌ پاڻ کي ڏاڍو خوش سمجهندو آهيان.

رٽ ته ساڳي ڪلهوڪي گهگهري ڪري ڍڪي هئي. هيلڊار سندس پوشاڪ ڏي چتائي ٿي نهاريو، ته الائيس کي اچي ڪالهوڪي يادگيري پيئي، تنهن رٽ کي چيو: تون هيلڊار جي ڪنوار، تنهنجي منهن تي ههڙي گهگهي پوي ئي ڪانه ٿي. وري ڪو مٺيو منڊي، ڪو ڏُرُ والي؟ هيئن ته ڀُسي پيئي لڳين. پانهون به هيڏيون لڇڙ ڪو سونهن ٿيون ڇا! ڪنري ننڍو ڪري ڇڏين، ته ڪير تنهنجون پانهون ته ڏسي وائسي. پانهُن ۾ به پيون نه، ته چُوڙائي ڪٿي پاءِ!

رٽ ٻهڪي پئي، ورندي ڏنائينس: نه، نه! مٺيو مُنڊي آءٌ پائيندي ئي ڪانه –

هيلڊار پڇيس: پر آءٌ جي چوانءِ ته، پوءِ؟ چوڙا آءٌ ٿو توکي گهڙائي ڏيان. هاڻ ته اها سو ڳڙي ولنديءَ؟ هيلتائين ته اُئنا اجائي هوڏ ٻڌيو ويٺي هئي، جنهن ڪارڻ اها سِڪ سواد مون ڪني ڪانه ٿي.

"منهنجي منهن تي اهي مٺيا پوندائي ڪين!"

"ڳالھ ڪي ڪيل! آءٌ تڏھن توکي ھرھر پيو ياد
ڏياريان ٿي، تہ تون منھنجي ھاڻ ڪنوار آھين، تنھن
۾ ويس وڳو آبائتو مانائتو ڏڪيندي ڪر! آءٌ پلا
الائيس کي تو سمجھايان. اھا ٿي ٻہ-چار وڳا ۽
ھڪڙو-اڌ ضروري مٽيو وٺي ڏيئي."

الائيس بہ ھيلڊار کي وٺايو-چي، "گھوٽھين سچ
ٿو چوي. ڏھاڙي ڏھاڙي اھائي ھڪڙي کھکھري پائي
سائس گڏ اندر ٻاھر پيئي ايندينءَ ويندينءَ، تہ ماٺھو
ڇا چوندا؟"

ھيلڊار اتي چيو: خير، انھيءَ کي ڏينھن-اڌ ۾
ڏسي وٺبو-پوءِ رٿ کي اشارو ڪيائين سا دستانا
ڏڪي، اچي پرسانس بيٺي. جڏھن شھر جو دنگ ڇڏي
پيلي جي سڙڪ تي ٿيا، تڏھن ھيلڊار پڇايس: ڏٺءِ،
ماٺھن ڪيئن نہ پيئي پاڻ ڏي نھاريو؟ ھاڻ تون آھا
ساڳي رٿ ڪانہ آھين. مون سان جو تنھنجو پلاءُ پڌ ہو
سو اڪثر ماڻھو ھي تنھنجا لڳڙ ڏسي، ورجائيندا تہ
سھي، تنھن ۾ منھنجو چيو مونءِ نہ. ڪپڙو لٽو زيبائتو
ڏڪيندي ڪر. الائيس کي آءٌ...

پر رٿ وچ ۾ ئي روڪيس-چي، "چارلس! اھا
تُنڪ وري متان واتان ڪڍي آڻو. مون سان پيار
اٿوَ، تہ انھيءَ ڳالھ تان لھي وڃو."

"ڏاڍي ڪا زوراور آھين! ھي لڳڙ پيئہ کھليندينءَ
تہ مون کي ڳالھ ڪيئن وٺندي؟"

"اوهان کي تڏهن کهڙو رکيو پاهريون ڏيک ويک گهر جي؟"

"تنهن ۾ ته شڪ ئي ڪونهي؟ خصوصاً تون جا منهنجي مڱڻ ٿيڻ، سو مون کي ته ڏاڍو ويچار ٿو ٿئي."

"آءٌ اوهان کي ڇا چوان؟ پر آءٌ به ٻڌائي ٿي ڇڏيانوَ، ته آئينده آءٌ اهڙي ڳالهه ٻڌنديس به ڪانه."

"تنهن جو مطلب ته تون مون کان سوکڙي پاکڙي به ڪانه وٺنديءَ؟"

"بنهه نه!"

"هيلتائين آءٌ سمجهيو ويٺو هوس، ته اٿنا ٿي جيڪس توکي اهڙا فهم وجهي. جيڪس پورالي..."

"اوهان وڏي ڀُل ٿي ڪئي. منهنجي دادي پُور پچائي چائي ئي ڪانه. مون کي ڏٺيءَ پنهنجي سمجه ڪانه ڏني آهي ڪيئن؟ آءٌ جيڪڏهن وهانوَ کان اڳ، تير جيتري ڪري اوهان کان سوکڙي وٺان، ته منهن هوند پيو چهنڊڙيون پائيم، اندر وارو پيو شرمائيم."

"تڏهن وهانوُ سويل ٿي ڪري ڇڏيون؟"

"هائو، وهانوَ ۾ سيڙاپو نه وجهو!"

هيلدار هيءَ ورائي ٻڌي، ڏانهنس اچرج ۾ ٻئي نهاريو، ته وري چيائينس: ڀلائي اوهان جي، اٿنا جي صدقي وهانوَ جو ترت تدارڪ ڪريو! تنهن تان هيڪاري هيلدار وانڌو ٿي ويو. منهن ۾ ڳهنڊ وجهي،

ٻچڙائينس، ”وهانوَ آءٌ توسان ٿو ڪريان، يا اُنا سان، جو اُنا جو واسطو ٿي وجهيم؟ هر هر وچ ۾ اُنا جي ڳالهه ٿي پايو آئين! چاٽان ٿو، ته داديهن سان ڏاڍي دل اٿيئي؛ پر انهيءَ دل مان مون ۾ ته ڪجهه لهڻو! ڪين آءٌ ڳڻت ۾ ٿي ڪونه آهيان؟“

”منهنجا مِٺا، هيَ ڇا ٿا چئو!“

ائين چئي، منهن پنهنجو ڪري سندس هيانءَ تي رکيائين.

رت جو پاٽمرادو ساڻس هئي سُهڄ ڪيو، تنهن هيلدار جو اندر ٻاهر ٽاري چڙهيو. ٻانهيائين پٽي، ته ڇڙ سرڳ ڏام جو اوج ويٺو ماڻيان. آسالڪ وٺي سندس اکيون ۽ هٿ چميائين، ۽ ٻاڪر ۾ جهڪي چيائين، چيائينس: پياري، هيتري لاءِ ته آءٌ سڪيس پئي! نيٺ پنهنجو وڙ ڪيئي. هاڻ، اُنا ڪاتر ٿي وهانوَ ۾ دير ڪانه وجهبي- ائين نه؟

رت ڳلڙي وانگر ٽڙي پئي. منهن ۾ نهاري، ورندي ڏنائينس: مهل تي شل انسان کي عقل اچي!

”شاباس! ائين جي قرباڻتو ڳالهائيءَ، ته آءٌ ڪو وري توکان پري آهيان ڇا؟ پر هاڻ جاءِ جي ته ڳولا ڪجي. مون واري هاٺوڪي جاءِ ته پوري پوندي ڪانه. آءٌ ٻه ٿو جاءِ ڪاتر نهاريان. تون ٻه اونو رکج.“

رت ورندي ڪانه ڏنيس، ۽ پريان ڪنهن ماٺوءَ وٽن جي جهمٽ سان جهانيون پئي پاتيون، اشاري سان تنهن ڏي هيلدار جو ڌيان ڇڪايائين. هيلدار

جي منهن جو رنگ امالڪ ڦري ويو، ۽ ڏند وٽي ڪرڻيائين – چيائين: اهو بدمعاش ڇولز آهي. مون کي سڪ جي گهڙي ته سهي ٿي ڪانه! اهڙيءَ ويل منهن سامهون بيٺو ٿي هجيم.

"اوهان به هيڏو مٿس ڪوپ ڇو ٿا ڏيو؟ آءٌ ڀانئيان ٿي ته وري اوهان جي ڳاتي ۾ گهڙيو آهي، ته سنڀالي ته هلي پيو."

"آءٌ اهڙي ڳالهه مڃيندس ٿي ڪانه. مون ڪيس اڳي نه آزمايو هجي، ته پوءِ ڪري منجهس ڀروسو ڇجيم."

"ڇو ٿا غريب جو مٿي تي رنج ڪٺو؟"

"مون سان پويس ٿي ڪانه."

"اوهان پاڻ ته ڪو ڇيهو ڪونه رسايو اٿس؟"

"پاڻ جيڪس ائين ٿو سمجهي."

"مون کي ته ساري حقيقت ٻڌايو."

"بيشڪ."

پوءِ تڪڙي تڪڙي ڪيس ڳالهه ٻڌائي ويو، ته ڪيئن نه سنڌس مڱيندي مون تي چري ٿي پيئي، ۽ چاڪاڻ ته ساڳئي سمي ڇولز کي پنهنجي ٿي افعالين نوڪريءَ کان جواب مليو، ته هن به ساڻس آبدو آبد ڪري ڇڏي، جنهن تان ٿي هن جي دل تي اهو وهم ويهي ويو، ته سنڌس مڱينديءَ کي مون ٿي ڏيڙيو!

رت وري پڇيس: اوهان ڀانئيو ڪين ٿا، ته هينئر پاڻ سڏاريو اٿس؟

هيلدار ورندي ڏنيس: ڪم تي سخت نظر اڳئين جهڙي آهي ئي ڪانه، تنهنڪري ڇئي نٿو سگهجي، ته هي کهڙي پاڻيءَ ۾ آهي؟

”بالا عملدار اوهان جو، خدا ترس ماڻهو ٿو ڏسجي. آنهيءَ کي آخر آتس کهل پئي. هروڀرو هن جي وڏن ڏي ڪين ڏٺائين.“

”برابر، پر تنهن هوندي به فرض ادائي ۾ ڪو ٻوڙو پيو، ته ڪن لاٿار هو ڪندو ئي ڪانه.

پئي پيلاين جي گهر وٽ اچي پهتا، ته هيلدار چيس: تون اندر وڃي ساڻن ميل. آءٌ ڪلاڪ کن رکي، وري ٿو اچان. پر پڌاءِ، ڏهاڙي ته ونن ڪانه ايندينءَ؟

رٽ ورندي ڏنيس: ويچارا ڏاڍا قربائتا آهن. اڳئين پيري سنهنجي ٻت جي ٿو ري ڪانه ڪيائون. تنهن ڏاران سون کي پاڻ به، پيلي جي هوا ڏاڍي وٺي ٿي.

هيلدار چيس: پيلي ۾ روز سون سان گڏ پئي پيرو ڪج. آءٌ رکو چوان ٿو، ته هنن ماڻهن سان گهڻو گهاٽل مائل نه ٿيءُ.

هيلدار ويو، ۽ هيءُ باغ مان تڪڙا تڪڙا سراڪا پائي، گهر جي در وٽ پهتي، ته هڪڙو وڏو ڪتو پيچ لڙڪائيندو، اچي ٽنگن ۾ وچڙيس. هن امالڪ ڪٿي آن کي پاڪر پاتو. آتي ئي پيا به ڪتا به پؤن پ ن ڪندا، سڻانس وري آيا، ۽ قرب وچؤن

هٿ پير ٻيهي ڇڏيائونس. ايوا ۽ اٿنا جو هن کي ايندو ڏٺو، سي در وٽ ئي اچي، پاڪر پائي گڏيس. آلدينهوفر جي ماءُ جي هڪڙي ساهيڙي، جا آلدينهوفر جو هتي گهر جهليو ويٺي هئي، ساهيڙيئنس آمالڪ انهيءَ سان به ڏيٺ ڪرايس، جا به انهيءَ وير اتي حاضر هئي. رٽ کي ڏسي، هوءَ مائي ڏاڍي سرهي ٿي. رٽ جي به ماڻس ڏسندي ئي دل ٻجهي ويئي.

ڪنواري ءَ چيس: اڳئين پيري آءٌ هتي هيس ئي ڪانه، نه ته توسان سڃهج ڪريان ها؛ پر هينئر به ويئي ڪانهي. سون سان هيلدار تنهنجون ڏاڍيون اچي ڳالهيون ڪندو آهي. هاڻ اسان وٽ به شهر ۾ پيئي اچج وڃج.

اٿنا تنهن تي شرطايس: اسان کي ته پوءِ ڪس لڳندي.

ايوا ڏين کي چيو: هيلدار کي به هينئر رٽ جو هنن وٽ وڃڻ وڏيڪ وڻندو. تنهن ۾ مون کي ڊپ ٿو ٿئي، ته رٽ اسان کي ماڳهين وساري نه ڇڏي.

رٽ تنهن تي پاڪر پائي، پڪ ڏنيس: پيڻري، آءٌ اوهان وٽ پيئي ايندس؛ پر جيسي ڏهاڙي ڪٿي نه اچان، ته دل ۾ نه ڪجو.

---

ٻڌءِ؟ داديءَ تار مڪي انس. پاڻ ئي سياڻي هيڏانهن اچي."

"سچ!"

"مون کي پيڻ آهي ئي اها. سڌ ته انيئي ـ بابو ۽ پاڻ مون تي ڪاوڙيا وتن، جو آءٌ توسان ٿو وهانءُ ڪريان ـ سو پاڻ، پيا هند ڇڏي، جا هيڏانهن ئي لڙي، تنهن مان سمجهان ٿو، ته سڀ سڻي انس، ته تنهنجو اچي انت سوڌي. هاڻ ڏسان، تون ڪهڙو ٿي آتس اٿـر ويهارين؟ بهتر نٿي هئا، جـي پنهنجو وهانوَ ٿي ويو هجي ها. پـر آءٌ منجهي پيو آهيان، ته رهايانس ڪٿي؟ اهڙو جس ڀريو بنگلو ته مون کي سجهي ئي نٿو. اهڙو جهڙو مڪان ته هن کي نظر ئي ۾ ڪونه ايندو. پاڻ ڀلا محلاتن ۾ رهي ڏٺو انس."

"ونسيٽ جي ڇاپ مڻان، گهڻيئي خالي ڪمرا پيا ڏسجن. مون تنهن ڏينهن آڇاتري آتن نظر ڦيرائي. پاڻ ٻنهي ڪاڻ ڏاڍا خاصا ٿيندا. في الحال پيڻ کي، آني ئي ڪٿي رهايو. اسان جو جيستائين ڪ ڀرٽو ٿئي."

"ڳالهيون ته ڪهڙيون ٿي ڪرين؟ دادي تون ڀانئين ٿي، اچي انهن ڪمرن ۾ رهندي؟ اسان جو ۽ منجهس گذر نه ٿي سگهندو. تون ڀلائي ڪري،

هاڻ جاءِ لاءِ پاڻ نه پتوڙ. اوهان جو زنانو عمل، اوهين رڳو پڪائي پيون ڪنديون".

"سچ آهه بي آزمودڪار، مون کي ڪهڙي سڌ؟ مون کي معاف ڪجو، جو اهڙي او هان سان ڳالهه ڪيم."

هيلدار ڳالهايو پئي، جڻ ٽپال گاڏي ٿي ڇٽي. منهن ۾ به هيڏو سارو ڪٺي گهنڊ وڌو هئائين. ورتو پئي- رٽ کي چيائين: تنهنجن ڳالهين هيڪاري منجهائي وڌو اٿم.

رٽ ڏڪي ويٺي- پڇيائينس: سيٺ، سو ڪيئن؟

چي، "تون پنهنجي ڳالهه تان هٽين ته ڪانه ٿي. مون به گهڻا مٺا هنيا ٿيم ته، ڪپڙي لٽي جي ڪڙائي وٺ، پر تون اڃا به اهي ئي لغڙ پئي کڻين. پوءِ داديءَ وٽ انهن حالن ۾ ڪيئن وڃي هلندو سانءِ؟ ماڻهو مگٺي هوندي، هڪيئي سان الاجي ڪهڙيون سڪون پيا ڪن. تون مون کان سوڪڙي پاڪڙي به نه وٺين!

رٽ جو ڳالهائڻ گهورو ٿيو، چيائينس: سٺا، سڪ سواد به هڪيئي سان ڪجي، ته سونهي پوي. هتي منهنجو هڏ هيٺو، آهه اوهان سان ڪيئن پهچان؟

"پوءِ توکان سوڪڙي پاڪڙي گهري ڪير ٿو؟ تون رڳو پاڻ کڻي مون کان وٺ."

"نه پيارا، نه وري مون کي انهيءَ ڳالهه نه چئجو."

"هيڏي هوڏ! آهه ڀل ڀيو ڪلڻهاب ڏيان، پر تون ڳالهه کي سمجهندينءَ ڪانه. هاڻ وري به ٿو منٿ ڪريانءِ: ڏاهي ٿيءُ- منهنجي ڳالهه ڪري مڃ!"

رت ڪجهه چئي لڳي ڏنو، پر وات کي هٿ ڏيئي، زور سان چپ ڪري پيڙيائين.

هيالدار جو به من آئي ويو. وڏيڪ پاڻ جهلي نه سگهيو- چيائينس: منهنجا ته اوسانا خطا ڪيو ڇڏين! ڀهڙي پريم ڪي جس هجي، جنهن نسبت، نه ته ڪوئي چون ٿا: اونهو اوڙاهه ٿو ٿئي، ۽ جنهن جي صدقي ڏريون جيڪر چا به ڪٽي سهسائين؟ پر ڏسجي ٿو، ته تون ۽ آءٌ هڪڙي جي ڳالهه سمجهون ٿي ڪونه ٿا! هاڻ ٻڌ: آءٌ رڳو هيترو ٿو چاهيان، ته دادي ۽ تي پريندي ٿي تون اثر ڪڍ ڇماءِ. تنهن ۾ منهنجي ڪري ڳالهه مڃ."

رت جو منهن به ڳاڙهو ڳاڙهو لال ٿي ويو. وات مان سو اکر به ڪونه ٿي آکليس، باقي ڪنڌ سان اشارو ڪيائينس، "نه."

هيالدار جو باقي به ڏيرج ويندو رهيو. چي، "ايتري هوڏ مون کان به برداشت نه ڪئي ٿيندي."

ائين چئي، ڪانئس ري سوڪلايو ٿي، ٻاهر هليو ويو. هيءَ تنهن تي ڪجهه مڙيائي پيئي، ۽ ٻنيان سڏ ڪيائينس ٿي، پر وري چم ڪانئي، آئيئي بيهي رهي.

ماماتيس هي رنگ ڏسي، پڇيس: وري ڇو ڪاوڙايو ٿئيس؟

تنهن کي ماڻس ٻڌايو: سو ڳڙي پاڳڙيءَ جا ويئي زور ڪيائنس، پر هن ٻڌس به ڪونه. ڳالهه، ڪل! پڇينس، چوري تنهنجو ڳيندو گهوٽ، تنهن کان

سو ڪڙيءَ سڙي ولندي کهڙو نه مٺو لڳيئي؟ ماڻهي
نه چئي چڙهيس!

رت ڪچيو ڪين، واڻيون جيئن پٿي ڏانهن
نهاريائين. الائيس ڏنو ته هيءَ وچي سائي هيٺ نينديءَ سا
آمالڪ متي ماڙيءَ تي وڻي وئي، ۽ ٺڏي پاڻيءَ ۾
ٿوال پسائي، چيائينس: ماڻهو، ڪير؟ هي ڪرين ڇو
پيئي؟ اهڙين ڳالهين جا ڪي ايڏا ويچار ڪبا آهن
ڪيئن! پيون ته مڙساڙوءَ سان ايڏو شڏو ڪو ڏئي ٿو،
جڙي ٿو؟ هو پاڻ ڏس، تنهنجي ڪارڻ، پاڻ کي
ڪيڏي نه ٿو ڪس لائي، تون سنديس ذرڙي ڳالهه
نٿي مڃين! ماڻهو هيئن ٺڏو ڏکر به نه ٿئي. پيون به
هيلڀار جهڙو رانجهن گهوٽ- مون پاري ته جڪر
آتانس گهورون پيئي گهوري. توسان پاڻ ئي وڙ
ڪيو انس. پوءِ تون جا هيڏي ٽيڏائي ڏيکاريندين،
ته هن جي دل به ڪٿي ڪانه ٿي پوندي؟ تنهن ۾
گهيلي نه ٿي، ڳالهه کي سمجهه! قرب ڏيکارينس،
ڪڏهن سانس حجت هلاءِ- پوءِ مجال جي تو کان
رُسي ڪٿي!

الائيس جو هئين اچي پلٽي سو رت کي لڳن ۾
سيالو پئي پيو- هن وري به سمجهايس: هيلڀار کي
وري نه سوڻائج. ڳالهه ڪري مڃجانس.

رت ورندي ڏنيس: پٽيءَ نه!

”سچ چوازءِ، مٺيان نه لڳي ٿي، هيلڀار سان سچ پچ
تنهنجو هئيون هيچيئي نٿو. نه ته، سندس پريم سانگي،

هٿ ڌري به نه ڇڏين؟ وري به جس هن مڙساڙوءَ کي هجي. ڪيڏي پاڻ کي ناٿي جي ڇماٽ هڻئي اٿس! پنهنجي پرائي جا اولاڻا ڏار ويٺو سهي- تون هَٿ-مٿي، سنڌس قدر اهو ٿي سڃاڻين!"

"آها ويل اچي، ته ڏس آءٌ ڪيئن نه ٿي سنڌس قدر سڃاڻان! آءٌ ڇسي ڇٽ ڪانه آهيان. ڇاڻان ٿي ته مون تي وڏو توهه ڪيو اٿس. پر هن ڳالهه ناںءَ وري نه مون کي ڇئج. آءٌ......"

پر اڃا ٿڪ پوري ڪانه ڪيائين، ته ٽپ ڏيئي اٿي کڙي ٿي. الائيس اڇرج ۾ پئي پٽيان نهاريو، ته ڏٺائين جو هيلڊار پيو اچي. رٿ آءالڪ وڃي اکيانس بيٺي، ۽ سنڌس هٿ هٿ ۾ وٺي چيائينس: اوهان اکيٺو ڪاوڙ وچؤن مون سان ڳالهايو به ڪونه. ائين ٿي هليا ويؤ. هاڻ مون کي معاف ڪريو!

هيلڊار ماٺ ۾ ٿي رهيو.

الائيس هيلڊار کي چيو: مون هينئر ويٺي رٿ کي سمجهايو. اوهان به سنڌس ڳالهه دل ۾ نه ڪريو، ٻاز آهي، نيٺ ٺهي پوندي. آئينده اميد ته جيئن اوهان چوندئوس...

پر هيلڊار وچ ۾ ٿي جهليس-چي، انهيءَ ڳالهه تان هينئر لهي وڃ. رٿ پنهنجي هوڏ پوءِ به ڪانه ڇڏيندي. سنڌس پيار ڏيکارڻ جو نمونو ٿي پنهنجو ٿو ڏسجي.

رٿ چيس: پيارا ڇنو سچ ٿا. پر اوهان هيئن ڪوڙو جو ٿا ڳالهايو؟ ٿورو ترسو، پوءِ ويٺا ڏسجو. آءٌ

ڪٿي نه ٿي اوهان جو ڳن ڳايان، ڪٿي نه ٿي آءُ
تهدل اوهان جو شڪر بجا آڻيان! اوهان هيئنر سمجهو
پيا، ته آءُ ڪا وڏي بيشڪر آهيان. منهنجي..."
پر هيلدار هن کي به تڪ پوري ڪرڻ ڪانه ڏني.
ورندي ڏنائينس، "خير، انهيءَ کي ڏسي وٺبو. سون
کي اڳهڻو سري ويو، پڌايو ماڻهوءَ ٿي ڪونه: آلديٺهوڙر
سيائي مگٽي جي واڌائي ڏين ٿو اچي. سندس مرضي
آهي، ته پيٽي کڏ ڪجون، پر آءُ حاضر ٿي ڪونه
سگهندس، جو داديءَ کي وٺي ويندس. داديءَ وٽ
به پڇيو ٿيماڻهوءَ، پهرين پهرو تون ڪنديءَ، يا پهرين
هوءَ تو وٽ اچي؟"
رت پانهن کي ڇهي پيس. چيائينس: اوهان سون
تي هجو ٽا ڪريو؟
پر وري ب ، رت کان پاڻ ڇڏائي، اڌو ڳابرو
دعا سلام ڇٽي، هليو ويو.
الائيس هيٺ لٿي، ته گهوٽس پڇيو: خير آهي؟
هيلدار اڄ سوکو پئي ڏٺو.
الائيس ٿوري ۾ ڳالهه ڪري پڌايس، ۽ چيائين:
رت جو سياهه ڏٺو ڪٿو ۽ اچا پرپل ۽ هيلدار پائنين
ته جيئن آءُ ڪنهن کي هلايان، اڳلو تيئن ئي هلي.
تون پائنين ٿي، ته هي نيٺ هڪڙي جي پيٽ تي
پنجي ويندا؟

ٻئي ڏينهن آٺ سان، ماساتيس وري اچي بابا پٽ
ڪري سمجهايس، تڏهن مس مس مڙي، ۽ ڏاڏيس
ويچاريءَ جيڪو وهاڻو لاءِ وڳو ٺاهي موڪليو هوس،
اهو ڪڍي ڏيکاريائين. پوءِ دريءَ منجهان اکيون وجهي
بيٺي، ته اڇو نو هيلدار ليٺو پاڻي، پر هن يار مرڳو
ٽيشن ڏي ويو ٿي، ته ڪنڌ مٿي ڪڍي، روزمره وانگر
دريءَ ڏانهن اک ڪانه ڦيرائي. هن کي تنهن تان
ڏک ڏاڍو ٿيو. گهڙيءَ ـ اڌ پڄاڻا لهي هيٺ ٿي، ۽
اڳي واري باغ ۾ ٻئي آئي ويٺي. اتي پرواري گهر
مان ڪنهن سڏ ڪيس. هن ڪنڌ ورايو، ته ڏٺائين
جو فرئنڪ ايبرٽ آهي.

فرئنڪ چيس: اڄ ته ٻلي ٻلي ٿي ٻيٺي آهين!
سمجهيم ـ هوءَ ساٿ ٿي اچي. ماسيهن ڪراڙي ٻه
ٿهڪندو وڳو ڏيکي، ڏاڍو پيئي هڏي. ٻر سگ ٻه
چڪي چڪي پيئي ڳنڍي، تنهنجي لاءِ ته اڃا سڳي
روئي ۽ ڏينکهو پاٽي ٻه دل تان نٿو آئر بس.

"فرئنڪ ڏس، وري وات نو ڪرين نه!"

"دل ۾ ا، ڪجانڪ، ٻر آءٌ ڪوڙ ڪونه نو چوان.
امان توڙي ٻيون پاڙيواريون ڪنهن ڏينهن اچي ٻڌ،
ته ڪنڙيون ٿيون پاڻ ۾ ڳالهيون ڪن؟ خير،

مون هيئنر توکي ٻئي ڪم لاءِ سڏ ڪيو. هڪڙي شئي گهرانءِ. ڏينديئم؟"

"چئُو."

"اوهان جي باغ جا نورا گل ڪپنم، اسان جا اچا نرڳائي ڪينهن."

"ڀائڙا! منهنجو باغ هجي، ته آءٌ گل توکي ڏل ڏيان: باغ پرائو، آءٌ گلن کي هٿ ڪيئن لايان؟"

"پنج-ست گل چنديئن ءَ، تہ هنن کسي ڪهڙي سڌ پوندي؟ تنهنجي اکين ۾ ديد ٿو ڏسان، تڏهن وات ٿو وجهانءِ. ماسيهن ۽ ماساتيهن سان جيڪر آءٌ حجت هلايان ٿي ڪانہ. هنن جا پار سجهنم ڪين ٿا؟ گلدستو ٺاهيندس. ڏاهي ٿي ءَ."

"گلدستو ڪيڏانهن ڪندين؟"

"ٻڌايانءِ ٿو. پر منهنجي ٻہ ڳالهہ سچ."

"ڀائڙا! وري مون کي نہ چئو. آءٌ ري ٻچيو، اهڙو ڪم ڪڏهن ڪانہ ڪنديس."

"توکي ڏنم، آءٌ ڏاڍو سرهو ٿيس. هنن کان جيڪر گهران، پر کهٽ وڌ ڳالهائيندم."

"گلدستي جي ڳالهہ وري ڪهي وئين؟"

"گلدستو آلڊيئهو فر ڪاتر ٿو ٺاهيان."

"چو؟"

"سندس جنم اچوڪي ڏينهن ٿيو هو، جنهن جي سڌ مون کي ٻہ آهي. سو آءٌ وٽس گلدستو کڻي ويندس، ۽ پاڻ مون کي خرچي ڏيندو."

"سندس ڄمڻ وار جي توکي سڌ ڪيئن پئي؟"

"ٻه ورهيه ٿيا، آءٌ پير چوندي پئي گهر موٽيس، ته واٽ تي مون کي گڏجي ويو. چيائينم: ڪهوڙي کي لغام کان جهلي بيهه، آءٌ پيلي ۾ ڪا شئي وساري آيو آهيان، آها وٺي ٿو ڪٿي اچان. اتان موٽيو، ته پڇيائينم: عمر گهٽي اٿيئي؟ مون ورندي ڏنيس: ورندي مهي جي پهرينءَ تاريخ، ٻارهين ۾ پير پوندم. تڏهين ٻڌايائينم: آءٌ به ساڳي ڏينهن ڄائو هوس. هاڻ آءٌ ته پاڻ ۾ ياراڻي پايون. سو، پڙُ پهرين مهي ڏٺي، ته امان کان هڪڙو سٺو گلدستو ٺهرائي، وٺس ڪٿي ويس. پهرين البت پئي شڪيس، پر هيڪر سندس اڳيان وڃي بيٺس، ته سڃاڻس ماڻهو ٿي پيس. پوءِ ٻه اندر ۾ جيڪا ڳالهه، ڳاهي ويو هوس، سا ته وسري ويم. خير، گلدستو هٿ ۾ ڏنو مانس، ته پهرين ته پاڻ به مطلب ڪو نه سمجهيائين. پر آماڪ يادگيري پيس، ۽ ڪيسي مان اڌ گيني ڪڍي، ڪٿي هٿ ۾ ڏنائينم. ايترو سو شرطائي چڏيائينم ته 'گل هي ٻه ڇڳا، پر مون کي جهنگ جا گل وڌيڪ وڻندا آهن. تنهن ۾ آئينده جي چاهين، ته آءٌ خوش ٿيان، ته انهيءَ جي يادگيري رکج. اڄ هي جهنگ جا گل ته ميڙي آيو آهيان، پر چيم، ٻل باغ جا گل به هجن، ته وڌيڪ مزو ڏينس."

"هاڻ اهي گل مون کي ڏي، ته گلدستو آءٌ ٿي ٺاهي ڏيانءِ. باغ جي گلن جي ڪپتي پوءِ ٿيندي ٿي ڪ نه."

فرنڪ آمالڪ ڪٽي گل سنڌس جهول ۾ اڇلايا، تن
منجهان هن هڪڙو سهڻو گلدستو ٺاهي، جيئن هاڻ ويڙم
۾ مندر. جنهن جي لاءِ ٺارا هيو ائيئي، وڃي انهيءَ کي ڏي.

فرنڪ گلدستو وٺي سنڌس ڏورو ٿي پيو، ته
ڏاڏين جو هٿ سڄيو ڏڙو ٿيو پيو هوس. پڇيائينس:
ماڪيءَ جي مک ته ڪونه ڏنگ هنيئيءَ؟

رت هٿ کي پٺي لڪائي ڏنو، ته فرنڪ جي
اک وڃي ماڪيءَ جي مک تي پيئي، جا مُئي پيئي
هئي. چيائينس: ڏس، مک ڇڪ پاتو ائيئي نه؟ پر
توکي سڌ به ڪانه پيئي!

"هي سنڌا نه هجن، ته جيڪر آءٌ اجا به ڪين
سمجهان، ته ڪو مک ڏنگيو اٿم."

"امان کي چوندو پڌو اٿم، ته جن کي دل تي
ڪا گهٽتي هجي، اهي دک سور لڪائين ڪونه.
مٿان توکي به ڪا چت سان چنتا لڳل آهي؟"

رت، نٿو چئي سگهجي، ڪهڙو آتر ڏنس ها. پر
رت کي آن ويل ماسيس سڏ ڪيو، ته اچي اندر
ويهه، آلديٺهوفر پيو اچي، سا وري ترسي ڪانه.
فرنڪ به انهيءَ ويل پسار ٿي ويو.

آلديٺهوفر کي رت ويجهو پوندو ڏٺو، ته بدن
۾ هڪڙو ٿڌو سيالو پنجي ويس، ۽ گل به لالائي
لڳس. اڪيچنپ ۾ هو اچي اڪيانس بيٺو. ڏاڏين ته
اکيون موڻ ۾ ڏئي اٿس، ۽ ڪجهه چويم به پيو، پر

تنهن هوندي به هن جي ليکي ته آلدينهوفر ۽ سندس
وچ ۾ ڪا ديوار اچي ويئي هئي. هٿ هٿ ۾ به
ڏنائينس ائين، ڄڻ سڌ ئي ڪانه ٿي پيس. آلدينهوفر
توڙس پئي ڪاڏو، ۽ ڪن ماتر اڻ لڪائتي چايا هن
جي سانت واري سروپ تي به پهچي ويئي، پر اتيئي
پاڻ سنڀاري، هن جو هٿ ڪٿي ڇڙهن تي رکيائين.
رت جي ماسيءَ ۽ ماءات ائي، پوءِ آلدينهوفر جي
آجيان ڪئي، ۽ هنن پاڻ ۾ ڳالهايو پئي، ته به هن
کي سڌ ڪانه ٿي پيئي، ته ڇا ٿو وهي ڇا ٿو واپري.
دل ۾ ڏڪ ڏڪ آها اچي ٿيس، پاڻءَ ته درياهه ٿو
اٿلي، جنهن جو آواز ڪنن ۾ ٿي پڙيس. پرون به الائي
ڪهڙا ڪهڙا پئي پيس. انهيءَ مان اچرج وري ڪهڙو،
جو آنند به پئي آيس، پر ڪو سندس اندر مان آن ويل
پيهي نڪري ها، ته سڌ پويس ها، جو پاڻ ويچاري
آنهيءَ کي نيسائڻ لاءِ ڪٿا ڏاڍا پئي هنيا.

رت جي مٿي کي اتي چڪر اچي ويو، ۽ رڙ
ڪري پٽ تي ڪري پيئي! ماسيس ۽ ماءاتيس
آمالڪ اٿي ڪنيس. ماسيس ڏٺو، هٿ سڄيو پيو اٿس.
سمجهيائين، ته باغ مان مکين ڪان چڪ پارائي آئي
آهي. وٽـي چنڊ ڪڍيائينس، ته چوڪري هيٺرو ٿو
چنجئي، ته سنڀالي گلن ۾ هـٿ وجهه، ته پڌو
اٿڙو ڪيو چڙين. ڪالهه هتان پيلاين وٽان بس
هٿ سڄائي آئينءَ! اها ڳالهه هيلدار پڌي، ته چوندو

چا؟ هيترا پيرا توکي جهليو ائس، ته اوڏنهين ريل چيل نہ ويندي کرا"

ماساتيس به مهميز کيس - چي، "اهڙو وائي پتر ماڻهو وري چگو کيئن؟ باغ ۾ گهمڻ ڦلي، هر هوش ته پنهنجو جاءِ رک.

ماسيس کي ته اهائي اچي گهٽي لڳي، ته نٽانس کيڏي مهل به اچي سهڙي؛ پوءِ هن جا جي هي حال ڏسندي، ته سمجهندي چا؟ هيءَ پيڙي اچا کنهن وڏي بحر ۾ اچي چنڪي ها، پر آلڊينهوفر، رت کان پڇيو: ڏاڍو سور هوندءِ؟

رت کنڌ سان اشارو کيس، "ها."

آلڊينهوفر ماسيس کي چيو: مون کي ذرو تيل جو ته ڏجو. ڏنگ کي تيل مکيس، ته سوج هٽجي ويندس.

ماسيس ورندي کانہ ڏني، پر بخيلي ڏاڍي ويس.

آلڊينهوفر، رت جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي، منجهس نهاريو ائين پئي، ڄاڻ ته سندس ڀاڳ ويٺو جاچي. اتي ٻاهران گاڏيءَ جي کهڻ کهڻ جو آواز ٿيو.

الائيس آسالڪ دريءَ سان منهن کڍي، وڏي آواز چيو: اڙي نٽانس!

رت هٿان ڇڏي ڪانہ، پر ٻريان ئي اک ٽيٽ ڪري نهاريائين، گاڏيءَ منجهہ هڪڙي اهڙي مهاندي تي وجي اک پيس، جنهن کي ڄاڻ ته اڳي ڪٿي ڏٺو هئائين.

---

”هي منهنجي لاءِ مسواڙ تي بنگلو ورتو اٿيئي؟ هن کنڊهه ۾ رهندي ڪير؟ پاڻيو هوءِ، ته دادي ءَ کي وسعت ئي ڪانهي ڇا؟“

”ڇهڙو حال حبيبان تهڙو پيش پرين – هن ٻهراڙيءَ ۾ هن کان بهتر مڪان ته آهي ئي ڪو نه. تو کي جنهن ڏانوَ واري جاءِ کپي، تنهن لاءِ مٿا ته گهٽيئي هنيمءِ پر ڪا هجي، ته ملي!“

”مون کي ته ماٺ ئي لڳي، ته تنهنجو نيپاج کهڙو، تون هتي ڪيئن اچي پئين؟“

”مون کي هن جهنگ سان بهشت جي فرحت پيئي اچي.“

جهنگ ۾ رهي، پنهنجو رس پرک پاڻ ته نيسائي ڇڏيو اٿيئي. اڌ دهقاني ته ني ويو آهين، باقي اڌ ٿين ۾ به گهٽي ويرم ڪانه لڳندئي. پر هي وري ڇا؟ سچو ڏينهن مٿنهن مامهون سچ بيٺو ئي هوندم! مون کي ڪا آس ۾ پنهنجي ڇهڙي ڪاري ڪرڻ آهي ڪيئن، جو ههڙي ڏانوَ جي جاءِ ڪٿي منهنجي لاءِ ورتئي؟ آءٌ پنهنجو هتي هڪ گهڙي به ڪانه رهندي سانءِ، تنهن ۾ منهنجي لاءِ ڪو ٻيون مڪان هلي ڳول!“

نيٺ هيلدار هيئيون مٿيون ڏيئي مچايس. پر وري ڇپائين ته سينگار جو ڍول مون کي هي نه کپي!

پوءِ ته ڪا ويرم سامان جي کڻ پاءِ ٿي پيئي. هتان جي شئي هُتي، هُتان جي شئي هِتي. هيلڊار جا ماڻهوئي ويچارا ٿڪجي پيا. چڙهه ٿي نڪري وين. آس واري پاسي کان پڙدا پڙديون ٿنگيا، ۽ اندر صفن ۾ اوندهڙو ٿيو، تڏهن هيءَ ڀاڳن ڀري سرهي ٿي. تنهن تان هيلڊار ايترو سو ورجايس: اونده سان هيتري جا دل اٿئي، تنهن سان ڀانئجي ٿو، ته طبيعت تنهنجيءَ کي سوجهرو ڏسڻ ئي نٿو لڳي. شايد تنهنجيءَ دل جي تَهن اندر اهڙي ڪا شئي ڏسجي ٿي، جا سج جي ساڪيا کان پيئي ڏنو ڇڏي.

پر پيٽس سڏو آتر ڪونه ڏنس، رڳو چيائين: جهنگ ڀيلي ۾ ڏٺو الاجي ماڻهن جا آهي؟ ههڙين ڀنگين ۾ سندن گذر به الاجي ٿئي ڪيئن ٿو؟

هيلڊار ٻُڌايس: جنهن ماڻهوءَ جي طبيعت سالم هوندي، ۽ پاڻ نويڪلائي-پسند هوندو، تنهن جي لاءِ هتي گهڻائي موج آهي.

"پر ڀائڙا، تون ماڻهن جو هڪڙو سڪيلڌو پٽ، ڀيڻڙيءَ جو هڪڙو دادلو ڀاءُ، ناز جو پاليو- تون نويڪلائي-پسند ڪڏهن ٿئين؟ شهر ۾ ڀائي، ڪنهن توکي دوس نٿي ڏنو، يا ڪٿ ۾ هئين ٿي ڪين، يا پنهنجن پراون وٽ تنهنجي هلندي ڪانه هئي، يا ڪو خانداني پلڪَليرو تـو وٽ وار ڪين وڃائي ها- ٻڌائينم ته، سهي ڪهڙي داءِ ڏجي، جهنگ تنهن ڏيئي، هيڏانهن ڀڄي آئين؟"

”مطلب ته تون اهو سڄو ڪاهه بيڪار، آلا پنهنجي ايندين. هاڻ مهرباني ڪري، وري ان باري ۾ مون کي نه چئجانءِ. آءٌ هتي بلڪل خوش آهيان. جهنگ مان ڏينهن لڳي ويو اٿم. شهر جي موج ڪي ڇنڇماهيءَ ياد پيو ڪريان. پر جيڪو مزو جهنگ مان ٿو اچيم، سو شهر سونو ٿي پوي، ته به منجهانس نه ايندم.“

”بابو! آءٌ به ته اچرج پيا ڪانون، ته اهي ويچار تو جهٽيا ڪٿان؟ اسان جي آکه ۾ ته پيرڙهين ڪان اهڙو سنياس ورت وارو آپڇيو ئي ڪونه. پوءِ توکي چوٽ ڪيئن لڳي؟ پر آءٌ ته سمجهندي آهيان، ته تون ٻه-روپو آهين! سچ چئجانءِ، اندر ۾ ته ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو پاڻ سان وڙهندو هوندين؟“

”هڪڙي جيوَ سان ٿي ٻاهر گهڻو پيو وڙهان. باقي اندر ۾ ته منهنجي ساڻت لڳي پيئي آهي. ائين نه چائج، ته آءٌ ڪو چلولو ۽ چنچل سڀاءَ وارو آهيان. جهنگ سان پريت منهنجي يا عمر قائم رهندي.“

ٿوري مهل ماٺ ٿي. ذري ڪان پوءِ پيٽس پير واري گهر ڏانهن منهن ڪري پڇيس: هن بنگلي ۾ ڪير ٿو رهي؟

هيالدار ٻڌايس: اسان جو بالا عملدار.

”آلڊ ينهوفر تڏهن اچا هتي ٿي آهي؟“

”آلڊ ينهوفر! تون سڃاڻينس ڇا؟“

”خير، ڪٿي ڪري ڏٺو هوندو ماڻس - پر پاڻ اچا پرڻيو ڪونهي؟“

”نه!“

”وٽس تڏهن رهن ڪير – ماڻهن؟“

”ماڻهنس شهر ۾ ٿا رهن. هتي ماڻس جي هڪڙي ماهيڙي، سندس گهر جو هلت پيئي هلائي.“

”ائين؟ تون لوديئر مان رلين ملين، ڪين نه؟“

”منهنجو جو بالا عملدار ٿيو، سو منهنجو ته ڏهاڙي پيو منجهس ڪم پوي. پر پاڻ ماڻهن سان گهڻو گڏجي مسجي ٿي ڪو نه. نويڪلائي-پسند آهي.“

”نويڪلائي-پسند ته تون به آهين. هي جيڪس توکان به چار رتيون سرس ٿو ڏسجي.“

”برابر.“

”ڪارڻ؟“

مون ڪي به ذاتي خبر ڪانهي. پر ٻُڌم ٿي ته ورهيه ٿيا، مگيو ويٺو هو – پوء مگ الاجي سندس گذر ڪري ويئي، ڪي ٻئي ڪنهن سان وڃي پلئو ٻڌائين. تڏهانڪر هي مڙس ويگاڙو وتي.“

”تڏهن آهو درداج ڏينهن تائين دل ۾ساندينهو اچي؟“

ڏسجي ته ائين پيو. ۾ زال ذات مان سو ايمان نيٽ نڪري ويو اٿس؛ زال ذات کان دور پيو وڃي.“

”وفائي انهيءَ ڪي چيو اٿن!“

”وفائي؟ تو منهنجي ڳالهه ڪن لائي ٻڌي؟ مون چيو چا؟ زال ذات سان هينئر پويس ٿي ڪانه!“

’پائڻوا، جهنگ ۾ رهيو آهين، ته دنيا جي آچار وهنوار جي پوري سڌ ني نٿي پوي ٿي. آلڊينهوفر زال ذات کان ونءُ چو ٿو وڃي؟ چو ته جنهن کي هيڪر پنهنجي دل ڏني هئائين، انهيءَ جهڙي ئي ڪا ليس ٿي ڪانه ٿي- آهائي سندس اکين جو نور هئي، آهائي سندس من جو مٺيو هئي!“

هيلڊار ڪڇيو ڪين، ڪاهن کي وٺي نچايائين.

پيٽس چيس: دل هن جي بين عام ماڻهن جي دل جيئن ڪانهي. هن جي دل- ڇا چوان- ڪيئن توکي ٻڌايان؟

هيلڊار کي ياد اچي پيو ته رٽ، انٽا جي ڳالهه ڪندي، ڇا چوندي آهي- سو، پيٽر کي ٻڌايائين: هن جي دل ’سون ورني‘ آهي!

”هائو، سون ورني! ڏاڍو پورو اڪر ٻڌايو ائنيم. آءٌ جيڪر تنهنجيءَ دل ناناءُ اهڙي ساک ڪانه ڀريان.“

”نه؟ پر ڪهڙي خبر؟“

ائين چئي، هيلڊار نهاريو ائين، ڄڻ آڪاس جوت مان منجهه ٿي لڏائين، ته آئيندو منهنجو ڇا ٿو چوي؟

رڪي رڪي، ووي پيٽس ڳالهه چوري- چي، ”جس هجي هيلن کي، جا ٽيشن تي ته آئي. ٻانهن ڇگي پيئي سونهي. پر مون ته ڀانئيو هو، جو تون ليٽ نيٽ آتي ڪائيندين!

هوالدار منهن ٻجهڙو ڪري چيس: ڪالهيون ڳهڙيون ٿي ڪرين؟

"ڇو؟ ڳهڙي منجهس گهٽتائي آهي؟ خاندان امان جهڙو به ڪونه اٿن ڇا؟"

"مون سمجهيو، تون ڪٿان پيٺي اچين!"

"تون ڀانئين ٿو ته تنهنجي هن ٻگ تان ڳالهه ڪڍيم؟ آءٌ هروڀرو ائين ڪانه ٿي چوان ته مون کي اها مائٽي وڻي ٿي نٿي. ڀانهن تنهنجي جي ڪيڏي واري، آبائتي مانائتي هجي، ته آءٌ ڇو ارهي ٿيان؟ پيون به تو سڀ ڳالهيون ڪيون، پوءِ اهو ڪم ڪيو هوندو. بابو ته آءٌ سڀ ڄاڻون ٿا- بابي ته انهيءَ سورنَون وارث به منهنجي ايڊورڊ کي ٿاڦي ڇڏيو."

"ڇا، تنهنجي ڪڪي کي؟"

"هائو، امان جيڪو ورثو ڇڏيو، تنهن جو ته ٽبضو تو ڪڏهوڪو ونڀي ڇڏيو."

"پڌهن مون کي بابو پٺيءَ مڪائيندو ٿي ڪين؟"

"اهڙي آس تو الاجي ڪيئن ٿي رکي؟"

"تو پاڻ نٿي ناڪار ڪئي، ته مون کي اهو ورثو ڪونه کپي؟"

"تون ڇوين ڇاٿو؟ بابو جو ڪڪي جو سنڀاليندڙ ٿيو، پوءِ آءٌ چوانس ته ڪڪي کي ورثو نه ڏي! پيون به تنهنجي نانءَ ته پائي به ڪانه ٿي رکيائين، پوءِ آءٌ ڇالاءِ ڪڪي کي ڪس لاراهيان؟"

”بابي جا هي حال، پوءِ تون تڏهن هتي ڇو آئين؟
ماڻهي جڏهن وڃيو ئي نٿي، تڏهن تنهنجو باقي هتي
ڪم ڪهڙو؟“

”منهنجو ڪم؟ هڪڙو ته ڇيم، آءٌ پاڻ اچي واتي وين
توکي اها خبر ٻڌايان، پيو ته مون کي پنهنجو ٻه
سانگو هو.“

”ڪوڙ! سراسر ڪوڙ!“

”جس هجيئي، شاباس هجيئي! پر هنن دهقانين جي
سنگ ۾ پيو ڪير تون ڪهڙو سکيو هوندين؟“

”مون کان چُڪ ٿي. سچ، زبان مان اهڙو اکر
ٻاهر ڪڍڻ نه کپندو هوم. آءٌ توکان معافي ٿو گهران“

”پر مون کي ته ڪوڙو ٺهرائي ڇڏيئي!“

”مون کان ڳالهه لڪاءِ نه. آءٌ سمجهان ٿو ته ڪا
نه مڙيائي ست سڻي، تون هيڏانهن آئي آهين؟“

”ڳالهه هيئن...“

”بابو جيڪس هڪڙي حساب، وصيت ڦيرائي منهنجي
نالي ڪري ٻه!“

”هائو...“

”پينڙي، هيڪ نه. آءٌ ته آءٌ توکي وڏايان: هائو،
هيءَ ماڻهي چنان، ته پوءِ سو بيشڪ بابو ورثو ڪري
ڏئيم! ڪيئن؟ ائين نه! نوڪريءَ پيري ٻه بابي
ساڳي رمز ويڙهائي هئي، پر آءٌ خبر اٿيئي ڪونه
مڙيو سانس.“

"ورثو ٻيءَ ريت ٻه توکي ملي سگهي ٿو."

يعني؟"

"بابي وصيت ۾ ڄاڻائي ڇڏيو آهي ته ڏسو پاٿو اهڙو اڃي ٻڌي، جو پکوان ککي کي پاڻ وٽ گهرائي وٺي، ته پوءِ بابي جو وارث تون ٿي آهين."

هيلدار ڪچيو ٿي ڪونه. منهن تي ڇايا پنجي ويس. پيٽس پيار جو هڙو کهائي پڇيس: پوءِ ڪندين ويچار؟ هيلدار ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو- ورندي ڏنائينس: تو مون کي جيڪس ٻنسي جو يار سمجهيو آهي؟ ورثي ڪارڻ تون پاڻين ٿي، آءٌ ٿڪ ڇڏي ويندمس؟ خبردار، مون سان انهيءَ ڳالهه جو وري ذڪر ڇوريو اٿيئي!

"پاڻڙا، آءٌ ته تنهنجي منگهڙي ڪانه آهيان. مرضيءَ جو مالڪ آهين. تهيو، آءٌ پلا هاڻ آئان ٿي. ککي کي ڇڏي ڪيتري ويرم ٿي اٿم."

ڪنوار کي توسان پوءِ ڪڏهن گڏايان؟ اڄ ٿي وٺي اچانس؟"

"اڄ؟ نکو هيئنر ته آءٌ وڃي ٿي ساهي پٽيان. تنهنجي ڪنوار کي ٻه ڪنهن ڏينهن ڪري ڏسنديس."

”ڀيڻڙي، ڇڳون ته لسيون ڪري ڇڏ. لنوانڌڙين
تي هيئن وار ڪي نهن ٿا جڙن ٿا! دستانا به ته
پوندءِ ني ڪين. گهوڙنهن به آچي ويو.“

هيلڊار ايندي ئي ڪيس ۽ ماساتيس کي ڪيڪاري،
هن جي گهڪهيءَ ڏانهن نهاري چيو: هن ۾ رجين به
ڪانه ٿي؟

الائيس ٻڌايس: اندر ٻاهر پائڻ لاءِ گهگهي انس ني اها.

هيلڊار شرمندو به پئي ٿيو، پر چيائيس: مون ڪالهه
ليٺو به ڪونه پاتو. مخاف ڪج، داديءَ ڇڏيو ئي ڪين.

رٿ ورندي ڏنيس: مون سمجهيو، ضرور اوهان کي
داديءَ ترسايو هوندو.

پر رٿ جو زور ڏيڻي دستانا پئي پاتا، تنهن تي
هيلڊار پڇيس: هٿ کي ڇا ٿيو اٿيئي؟

”ڪالهه ڪو مک ڇڪ پاتو اٿم. پر سوچ
له ويندي.“

”باقي اهو ڇڪ ڪهندو هو! دستانا وري ڪيئن
پوندءِ؟ ڏهيو، اٿين ئي هل.“

”واٽ تي هيلڊار کي ته منهن ۾ شور پيو ئي هو،
پر نيٺ رٿ زبان چوري-چي، مون کي ته پيئي

دک دک ٿئي. داديءَ کي اوهان جي آءُ الاجي
وڻنديس کي نه! مون سان هلندي نهي؟"

"تون ٽڙڪج سا نه، هوش جاءِ رکج، پوءِ نهي
چو ڪين هلندي؟ پر توکي تربيت جا ملي ڪانهي،
سو منهنجو به هنيون پيو وگهري. هوءَ ڀلا ماڻهوءَ
جو انت هيتري ۾ سوڌي وڃي. پر تون به اجايو
ڏپ ته چڏي ڏي. آءُ ته ساڻ آهيائين نه؟"

گهوٽ-ڪنوار اندر صفي ۾ گهڙيا، ته سائڻ پنهنجيءَ
ساهيڙيءَ هيلن سان ويٺي ڳالهيون ڪيون. ڏٺي ٽو
چاڻي ته پاڻ هن کي سچ پچ ايندو ڏٺائين يا نه، پر
هيلڊار سندس آجيان لاءِ ترسيو ڪونه. رت کي
پرسانس بهاري چيائينس: دادي، ڪنوار! هيءَ سائڻ
تڏهن به پاڃائيءَ کي ڪٿي آءُ-جيءَ ڪري سو نه،
اکين ۾ چشمو وجهي، ڪا سهل ته ننهن ڪان وٺي
چوڻيءَ تائين ٻئي جاچيائينس.

هوءَ جا ساهيڙيس، تنهن به وٺي سنديس اهل ڪٿي-
پاڻءَ ته اکي ڪڏهن رت کي ڏنوئي ڪونه هٿائين.

رت جو منهن سو ڳاڙهو لال ٿي ويو، پر هٿ
ڪانه هاريائين، اکيون ڪٿي نيٺان جي منهن ۾ ڪپايائين.

نيٺ جيئن تيئن سائڻ جي زبان تان سهر لٿي- پاءُ
کي چيائين: ٻانهن لائيي ڪانهي!

پر هٿ ڊگهاري پاڃائيءَ کي ڏنائين، ته هوءَ
جا ٽورو شڪي، تنهن مان سهي ڪري ورتائين،

تہ ڪا مڙيائي هٿ ۾ وِڌ ائس. اتي ئي جا سوچ ئي اک ٻيس، سو پاڻ کان پڇيائين: هٿ ڪيئن ڇنو ٿيو ائس؟

هيلدار ٻڌايس: ڪالهہ کو مک ڇڪ پاتو ائس، تنهنڪري هٿ سُڄي پيو ائس.

پيڻس چيو: آءٌ بہ ڇوان، ڪجهہ تہ آهي!

پوءِ ساهيڙيءَ ڏي مهڙ ڪري، آن کي ٻڌايائين: هيلدار جي ڪنوار اٿيئي!

پر هيلدار چيس: انهيءَ کي اڃا ئي سڌ آهي.

سائڻ چيو: تڏهن تہ ڀاڻ ڇڱو!

هيتري ويرم گهوٽ- ڪنوار ڀيٺائي هئا. هيلدار کي ڇڪ پئي ويا، پر سور پئي پيئائين. نيٺ سائڻ پاڇانيءَ کي ويهڻ جي صلاح ڪئي.

رکي رکي، پاڇاڻي کان ٿي پڇي: عمر گهٽي ٿيندي پئي؟

رٽ کي جو وڌانس پريندي ئي آب بہ هي ملئو، سا ڇڻ ٿڏو ٽکر ٿي ويئي. تنهن هوندي بہ اُنمانيو جواب ڏنائينس: ستر هن ورهيہ!

نڻانس چيو: تون تڏهن اڃا ٻار چئبينءَ. آءٌ تہ تہ توکان پورا ارڙهن ورهيہ وڏي آهيان!

هن ٻاڪين ٻريءَ جي هن گفتگو ۾ بہ وڏي معنيٰ رکيل هئي! رٽ کي ڇڻ شرطايائين ٿي، تہ پاڻ کي مون سان ڀيٽي پوءِ چؤ تہ حسن، نزاڪت ۽ جوڀن جوانيءَ ۾ هن وقت بہ ٿاهوڪي ڪير پيئي لڳي؟

نہ تہ عمر ۾ بہ تون منهنجي ڌيءَ سونهين- رٽ

سندس ورجاءُ سهي ڪيو، نه ڪين دل ۾ ڪيو، ۽ دل ۾ چيائين، 'آهو حسن ني گهوريو جو حسن واريءَ کي هٿيلو بڻائي!'

پوءِ ته سائڻ ماءُ پيٽان ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ ڇڏي، اچي فرينچ ٻوليءَ ۾ ٻلٽي. پاڇايس ٻڌايس، ته آءٌ اها ٻولي چاٽائي ڪانه، ته ٻاڻ ساهڙيءَ کي ميچ ڏيئي، وري مُرڪيائين. هن ڪان پڇيائين: ڀلا انگريزي ته چاڻين؟

رٽ ڪان ڳالهائڻ اڪليو ڪونه ٿي، پر جيئن تيئن ورندي ڏنائينس: "نه".

"مٺيس، انگريزي به نه!"

"دادي، فرينچ ۽ انگريزيءَ جي، سمجهون ٿا، توکي چڱي ماهيت آهي. پر اسان جو انهن ٻولين ۾ ڇا وڃي؟ اسان جرمن-جرمن ٻوليءَ تي زبان نٿي وري ني ڇا؟"

"بس، تنهنجي ڪنوار جي ڇاڻي ني اها جرمن ٻولي، ته اسان به جرمن ٻرليءَ ۾ ٺيون ڳالهه مهاڙ ڪريون. مون ڀانئيو..."

اتي آيا سندس ڪڪي کي اندر وٺي آئي.

سائڻ جو ڌيان تنهن تان وڃي هٽ ۾ ڪتو، ۽ هوءَ ڳالهه پوري به ڪانه ڪيائين، ۽ ٽ ڪان مٺيون وٺي، ڀاءُ کي ني چوي: جئي شال! وٽيٺي تو، نه؟

ايڊورڊ يڪدم ماءُ ڪان ٻاڻ ڇڏائي وڃي هيلڊار کي لڳو- پڇيائينس: ماما، ماسي؟

هيلدار من آچل تي ٻهريائين ۽ ٽيجي کي تڙي ني ڪڍيو، پر وري پاڻ سنڀالي، کيس هٿ کان ولي، رٽ جي اڳيان ويهاري، چيائينس: اڇا تنهنجي مامي.

ايڊورڊ جون اکيون وڃي رٽ ۾ کُتيون. سُنهن جو ڏنائينس سانو هيڏ نيو پيو انس، سو ڪنڌ پيو ڌوڻي، چويس ٿو: امان جهڙي ٿاهوڪي تون آهين ڪانه، ڪپڙا ۽ کهڙا ڪينا پاتا اٿيئي؟

مائس تنهن تان ٿهه ٿهه ڪري وٺي ڪليو، پر تڏهين ۽ ٻاهريون پنو رکندي آئي. پٽ کي جهليائين: بابلا، ڏس وري...

هوءَ جا ساهڙيس، تنهن وري هيلدار ڏي مهڙ ڪري، ڦوڪڙو آچلايو: اوهان سان هي تيرُ ڪين لاهيندو! ناناڻي رڳ چڪي انس.

سائڻ چيو: ٻاٻو ۽ ائين چوندو آهي. اصل پارئي هيلدار جا پيو هلي. ٻاٻي پنهنجو وارث ۽ تڏهن ئي ڪيس نه.

هيلدار جو منهن تپي ٽامڙي ٿي ويو. چپ پئي چٿيائين.

سائڻ پٽ کي چيو: بابا، ماميءَ سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي ڪڏج ـ ڏاهو پٽ ڪر يانس.

ايڊورڊ هٿ کٽي ٻليان لڪايا، ۽ رٽ جي هٿ ڏي نهاري، چيائينس: هٿ اٿيئي، ڇا اٿيئي؟ توکي آءٌ هٿ ۾ هٿ ڪونه ڏيندس!

هيلڊار هيڪاري اچي ڪاٿو. پاڻيجي کي هڪل
ڪيائين: ڏينس هاڻ هٿ هٿ ۾!

پر ايڊورڊ صفا پڙ ڪري بيٺو. ورندي ڏنائينس:
نٿو ڏيانس. ڏسو، امان کي به پيئي ڪل اچي!

رت جي دل ۾ آن مهل ڇا وهي گذريو هوندو،
تنهن جو تصور هرڪو پاڻ ڪري سگهي ٿو. هيلڊار
کي جوش ايڏو پرجي آيو، جو منهن جون رڳون
به ڇڻيون پئي ڏنيس. پاڻيجي کي پانهن کان ڏونداڙي،
چيائينس: ماڻهين لچڻ به اهي سيڪاريا اٿيئي؟ ورڻي جاچور!

هيلڊار کان به وات مان اهي اکر نڪري ويا.
سائڻ جو منهن ورن ورن پئي ٿيو. ساهيڙيس ڪنگهه
جو ميڻهن ڪري، تنهن کٽي پئي پاسي ورايو.

سائڻ، پاڻ جي منهن ساموهون، اوچي ڳاٽ بيهي
چيو: خبردار، وري منهنجي ڪڪي کي ڪي
چيو اٿيئي!

پر هيلڊار پيڻ کي پڏو به ڪين، پاڻيجي کي پٺ
تان ٿورڙو مٿڀرو کٽي، وري آتي جو آتي ڪيس
هيٺ بيهاري، پڇيائينس: ڏين ٿو هٿ هٿ ۾ يا نه؟

ايڊورڊ وري ورندي ڏنيس: نٿو ڏيانس. زور
ته ڪونهي!

پر پڻ، پاڻ کي چيو ٿي پئي: متان ڪڪي کي
هٿ لاتو اٿيئي، ته آنهي وچ ۾ هيلڊار پاڻيجي کي
چماٽ ٺوڪي ڪڍي. ايڊورڊ وڃي پٺ تي پيو.

پر اک ۾ منهنجي ڳوڙهو ٻہ ڪونہ ٿي ڏنو. اُنهي چوڪر هڪڙو وس ڪري چڪو: ٽپ ڏيئي، آماڪ رت جي ڳچيءَ ۾ لڙڪي پيو. چيءِ، "هاڻ آمان مون کي ڪٿي جهلي ٻہ، تہ ٻہ آءٌ توکي پيار ڪندس!" هيءَ رنگ ڏسي، مون کي ماٺ لڳي ويئي!

هيلدار ٻاٺيجي کي چيو: مار سان نيٺ سڌو ٿئين؟

ٻاٺيجس وراڻي ڏنيس: اڌمئو نہ ڪري ڇڏيوم ها، تہ ٻہ اوهان جي ڳالهہ ڪانہ مڃان ها.

"تڏهن ڀلا، نيٺ ڪيئن مڃيئي؟"

"مون اوهان جي ڳالهہ ڪانہ مڃي: مون ماميءَ کي پاڻيهي ٻاڪر پاتو!"

"سو ڪيئن؟"

"مون کي ڳالهہ ڪرڻ اچي نٿي. پر ياد اٿم تہ جهنگ ۾ هڪ لڳا هڪڙو ڦٽيل هرڻ ڏٺو هوم، جنهن نهاريو اٿين پئي ڇڻ ڇيائين ٿي: مون کي هٿ متان لائيندا آهيو. شڪارين اڳيئي اڌمئو ڪري ڇڏيو اٿم - رت جي اکين هيٺان آها ڏيکاري پئي ڏني."

ماميءَ کي اها ڳالهہ ٻڌائي، وري رت جي منهن ۾ نهاري، ڀڇيائينس: مون تي ڪاوڙ تہ ڪانہ اٿيئي؟

---

"اڄ هوڏانهن بنگليءَ ۾ ڏمڇرنيءَ کونه پيو ٿوي.
ڇو نٽانهن کيڏانهن ٻاهر نڪتي آهي ڪيئن؟"

رت، ماسات کي آترئي کونه ڏنو.

"نٽانهن جي سڪ ته هاڻ مون کي ڪانهي، نڪا
توکي ئي سندس ڪا ڳالهه مهارُ وٺي ٿي، پر ڏسين ٿي،
توسان هلي ڪيئن پيئي؟ وري هيلڊار..."

"چپ، متان کي وڏيڪ ڪڇيو اٿيئي."

"آءٌ ته ڪٿي ٿي ماٺ ڪريان، پر..."

"تنهنجو مطلب آهي، چارلس پيءُ جي خاطري نه
ڪري ڇا؟ منهنجي ڪارڻ..."

سچ، تنهنجي ڪارڻ هن جو رنج مٿي تي ڇو
ڪٿي؟ پر اڄوڪيءَ تاريخ، ڏسندي ۾، منهنجو ته
وهانوءُ ٿئي ها ٿو. هيلڊار کي ته جيڪس، پنهنجي وهانو
جي ڳالهه ياد ئي ڪانهي."

"پينڙ ي، اڃهري نه ٿيءَ. هر ويرو سندس نيت ۾
شڪ نه آڻ. هيل سوڊو ته چڱو سيتو پئي هليو آهي."

"هائو، ڇونه؟ خير، انهيءَ کي ڏسي وٺبو! پر
تون پنهنجي شڪل ته ڏس. منهن جو رت باقي به
سڪائي ڇڏيو اٿيئي-ڇو، هينئر ٻاهر گهمڻو نڪرين
ڪانه؟ آلڊينهوفر جي گهر هن هڏيءَ وٽ هلندينءَ؟
ويچاري ڏاڏو پئي سارئي."

"هل ته ٻيئي گڏجي، منهن ڏيکاري اچونس."

رت، ماسات سان گڏ، آلڊينهوفر جي گهر آئي ته ڏٺي، پر ٻاهرين دريءَ تي پير رکندي، اندر ۾ الاجي ڇا پئي ٿيس. هيڪاري جيا ماڙيءَ واريءَ دريءَ تي اک پيس، تنهن تي اکڇنڀ ۾، عالم رويا منجهه، الاجي ڪهڙا ڪهڙا نظارا ڏسي ورتائين.

خير، هي ٻيئي اندر گهڙيون، ته ٻڍڙيءَ ٻاڪر پاتي، اچي هن کي آڪير سان ملي. چيائينس: سون ته ٻانئيو، سون کي وساري ڇڏيئي. وري به شڪر، جو لڌو ته پاتئي. نيچ آئينءَ، جيءَ آئينءَ! منهنجي ته دل ڏاڍي پيئي توڏي ڪيي! توکي ته آءٌ ايترو ياد به ڪانه هونديس.

رت اچا سندس ٻاڪر ۾ ئي هئي، ته وراڻي ڏنائينس: آءٌ ته جيڪر ٻانئيان، تو وٽ ڏاڍي پيئي پيرو ڪريان.

"اهڙي اميد ته آءٌ ٻڍڙي ڪانه ٿي رکان. پر تڏهن به، پنجين ڏينهن، ائين ڏينهن ته وٺ ايندي ڪر."

هينئر، آءٌ تڪڙو تڪڙو پيئي تو وٽ ايندس."

"ڏيڙي، سمجهان ٿي، ته ٻين کان توکي واند ڪائي ملندي ڪانه هوندي. انهن جو حق توتي سون کان اڳ گهڻو لڳي."

"ٻي اهڙي ٻهر آهيئي ڪانه."

تڏهين تہ پاڻ چگو. سون کي نہ نہ ڊپ ٿيو، ته اهي نه ڏکڙو ڪيون. پر هڻڏ؟ آءٌ آهيانءَ ٻڍڙي، گهڻو گهڻو پيار ڏيکاري، سون کي ڪاري نه ڇڏجانءِ."

سچ پچ ٻلڙيءَ کيس ڇيو ڪي ٻهون ٿي، ٻر اهي اکر واتان نڪري ويس.

ٻلڙيءَ ماساتيس کي ٻانهن کان وٺي پلنگ تي ٻر ۾ کڻي ويهاريو، ته هن وري ڇا ڪيو، جو ننڍڙي منجي ريڙهي، پاڻ آنهيءَ تي سندس پيرن اڳيان ٿي ويٺي.

ٻلڙيءَ ڏاڍا مٺا هنيس، ته مٿي ٿي ويهه ٻر هن ٻنهه ڪون مڃيس: چيي، "هتي آءٌ ڏاڍي سولي آهيان؛ ٻانئيان ته سدائين تو وٽ هيٺن ويٺي رهان."

اتي ٻاهران ڪنهن جي اچڻ جو آواز ٿيو. ٻلڙيءَ کن ڦرڙايا، ته پيليءَ اچي چتايس، جو اميرياڻي گورنر آئي آهي. هن کي ڳالهه وٺي ڪانه ٻر آئي کي آدر ڪيئن نه ڪري؟ پوءِ اندر وٺي آيس. رت کي سا اهڙي چڙ ويئي، جو پاڻ کي جهلي مشڪل ٿي سگهي-چي، نرلجي، ڪهڙو منهن کڻي، هڙي جتي پڙش جي گهر لنگهي آئي آهي؟ تنهن کان پاٽ ۾ پاڻي پائي، ٻڏي نٿي مري!

اميرياڻي اندر گهڙندي ئي سڄو صفو نظر مان ڪڍي ويئي. پوءِ پلنگ تي ويهي-جتان تنهن وچ ۾ الائيس آئي کڙي ٿي هئي-ٻلڙيءَ کان ٿي ٻڇي: آلديٺهوفر تنهنجو ڇا ٿئي؟

ٻلڙيءَ کي سندس هي اوتراهو سوال وڻيو ڪونه ٻر لاچار سور پيي ويئي. منهن ۾ گهنڊ وجهي، ورندي ڏنائينس: آءٌ ڏنيس، تڏهانکر آءٌ رهان ٿي

هنن وٽ. ماڻس منهنجي ساهيڙي ٿي، تنهن اسان
ماءُ - پيءُ کي ڇڏيو ٿي ڪين.

"ڇڏهن پيءُ چاڻو پيءُ به انهي؟ پنهن ڪري چا؟"

"جيئي شال، برلن ۾ طبابت ڪندو آهي."

"پرٽيل هوندو؟"

"نه."

"سو وري ڪيئن؟"

"مگيو ويٺو هو. پر ڪنوار سندس کي مگڻي ٿي اچي
دهڪو ٿيو، ۽ سون جهڙي پانهن تڪهي ڪان."

"تنهن کي ڏينهن گهٽا ٿيا؟"

"گهٽيئي."

"پوءِ پيءُ ڪا پانهه ڪاڻ ٿي ملبس چا؟"

"پاڻ آن پچاٽا وهانوَ جو ويچار پنهنجي لاهي ڇڏيائين.
اج ڏينهن تائين اهو درد دل تي ويٺو ٿي اٿس. پيو
وري ڪم ڪان به، واندڪائي ڪان ٿي ملبس."

"تڏهن ته سون کي هڪڙيءَ ڳالهه تان هيڪاري
مات ٿي لڳي - دل ۾ نه ڪرين ته پڇانءِ؟"

پلڙيءَ سهي ڪيو، ته ڪهڙو ٿي سوال پڇيم، پر
وات سان وراڻي ڪان ڏنائينس، ڏانهنس نهاريائين ائين،
ڄڻ چويس ٿي: چو نه؟

اسيريائيءَ پڇيس: پنهن جڏهن آهي ته ڇڙو سيرُ،
تڏهن تون ڪيس اڪيلو ڇڏي، هتي ڪيئن اچي
رهي آهين؟

ٻڍڙيءَ ورندي ڏنيس: منهنجي دل تہ گهڻائي ٿي گهري تہ آءٌ وڃي پٽ وٽ رهان، پنهنجي ٻہ پيري پيري لڳيم پيو، پر هتي آلڊينهوفر کي ڪيئن ڇڏي وڃان؟ گهر سندس ڪير سنڀاليندي؟

اميرياڻيءَ، ڪِلي ڪِلي چيس: پاڻ پرڻجي نٿو؟

انهيءَ تان مُنهن ڳاڙهو ٻڍڙيءَ جو ٻہ ٿي ويو. پر ٻاهر جيڪا رت کي لڳي! وس ڪو نہ ٿي هليس، هونءَ جيڪر مُنڊي پنهنجي ڪڍيس ها.

ٻڍڙيءَ ٻڌايس: پاڻ تہ سون کي تنهن ڏينهن ٻہ ڏاڍا زور ڪيائين، تہ هاڻ ٻل وڃي پُٽ وٽ رهُہ، پر سون چيس: تون وهانءُ ڪر، تہ پوءِ آءٌ اهڙو ڪم ڪريان ...

"پوءِ، پاڻ ڪهڙي وراڻي ڏنائين؟"

"چيائينم: اهڙي سون سان ڳالهہ ئي نہ ڪر."

ٻڍڙي، اتي انهيءَ بهاني سان تہ مهمانن جي لاءِ ٿول ٿانگر تہ گهرائي وٺان، آٿي ٻاهر هلي ويئي. اميرياڻيءَ هينئر رت ڏي مهڙ ڪري، ڪيس چيو: معاف ڪجانم، جو تو وٽ پيروئي ڪو نہ ڪيو اٿم. ڏاڍي لاچار آهيان. وار ئي ڪاڻ ٿي مليم. پر پاڻُم تہ منهنجي ڪٿر ڏيٺي ڇڏي هوندءِ!

رت جي ڇاتيءَ ۾ پٺي ڌَڪ ڌَڪ ٿي، سو انهيءَ تي ڪٿي هٿ رکيائين، پر هن کي نهايت ڌِهر ۽ ڌيرج سان ورندي ڏنائين: چارلس پنهنجا وڙ پاڻهي پيو ڪري.

مون پاڻ ائين سمجهيو. پر وهانوَ جو ڀول تہ
هڪڙي سان ڀائنيان ٿي، پيار وس ۾ ٿي ڪيو اٿوَ؟"
رٿ پنهنجون ڀوريون اکيون کڻي مُنهن ۾ کُڀايس.
چڻ چيائينس ٿي: هي سوال ڪهڙو ٿي پڇينم؟
اميرياڻيءَ چيس: آءٌ هتي آيس ٿي انهيءَ ڪاتر، تہ
پنهنجين اکين سان ڏسان، جو چارلس پنهنجيءَ ڪنوار
کي پيار ڪيئن پيو ڪري! ڀلا چارلس، ۽ پيار! سچ
ٿي چوان، تہ مون کي اچرج لڳي ٿي ڪو نہ ٿو. مون
تہ اڳي ئي سمجهيو ٿي تہ قصو ڪيئن هوندو. منهنجي
هٿن جو پاليل، آءٌ تہ چڱيءَ ريت سڃاڻانس. تون
ڇوڪري، پنهنجي سنڀال ڪج. متان ڀيڙيءَ چاڙهي
ڦرهو نہ ڪڍي وٺيئي. طبيعت ڏسين ٿي، ڪهڙي گرم
اٿس! سمجهان ٿي، تہ توکي ڀوءَ بہ ڏکيو بکيو ڪو نہ
ڇڏيندو. چاڻي ٿو تہ تنهنجو ڪو ڀيون اوهي واهي
ويٺو ڪونهي. پر ڳالهہ ۾ رهندو ڇا؟ تنهن ۾ چارلس
هينئر ئي کڻي توکان ڪنڌ ڪڍائي، تہ تون گهٽو ويچار
نہ ڪج. اسان مقدس مائٽ تہ ويٺا آهيون! توکي
اڙيو ڪو نہ ڇڏينداسون! هاڻ آءٌ تہ پاڻ ۾ گڏجون
تہ سهي. هيءَ ڳالهہ ڪنهن سان ڪج ڪا نہ!
پر جهڙو هٿ ڏکاڙي رٿ کي ٿي ڏنائين، تهڙو
هن بہ زور سان ڪري هٽ ڀري آڇليس. هوءَ ڀڄ ڙي
جا ان مهل اندر آئي، تنهن کي پاڻ اچرج لڳو تہ
رٿ ڪيو ڇا؟

اميرياڻيءَ کي سو بدن ۾ لوچو اچي لڳو. ٻڍڙيءَ کي ٿي چوي: هي انيٽي هن جا حال! آءٌ ٿي هٿ ڏيانس ته هي مون سان سڳ ٿي ڳنڍي.

پر الائيس يڪدم منهن تي ٺوڪي ڏنس-چي، "تو هٿ ٿي ڏنس، ڪين وڏ ٿي وڏس؟ تو جيڪس پانئيو هو ته رت کي نڪ ناس آهي ٿي ڪانه، سا تو کي تنهنجي هن اڏ نڪي ڳالهائڻ تان ورجائيندي ته ڪونه، پاڻ توسان ٺهي ويهندي. پر مٿان ڪو اهڙو ويچار ڪيو انيٽي، نيڏڪي پانهن ڪانهي!"

اميرياڻيءَ کي جا هيءَ تڙي نڪتي، سا ڏاڍي اچي ڪيڪي وڃي ٿي. پر، ته به شرم کي پرچائڻ لاءِ ولي چيائين: مون ڳالهه کهڙي ڪئي، توهان سمجهيو ڇا؟ پيون به مون پاڻ چڱي صلاح ٿي ڏنيس. پر هاڻ سنديس مرضي، آءٌ ڇو پاڻ کي وچ ۾ ڪوڙو ڪريان؟

اميرياڻي پوءِ اچي ٻڍڙيءَ کي لڳي، ته ڪمرو ڪمرو ڪري مون کي سارو بنگلو هلي ڏيکار! هتي اوس گهڻيئي رنگ ٿيا هوندا، انهن جا بيان به سربستا ٻڌائينم. پهلي جي بالا عملدار جو بنگلو، تنهن نسبت قصا ڪٿندائي ڪين. پر ٻڍڙيءَ چيس: بنگلو ته ڏيکاريائين ٿي، باقي هتي خاص ڪا اهڙي ڳالهه ٿيائي ڪانهي، جنهن جو قصو آءٌ ڪٿي تو کي ٻڌايان.

"ڪا جن جي ڳالهه، ڪا ڀوت جي ڳالهه، ڪنهن ويچاري سيڪايل جي سِڪ جو قصو، يا محبتي مستان جو درد ڀريو احوال!"

"سون کي ته اهڙو حادثو سجهي ئي ڪو نه. امان
جو ته خير سک جو پيو وقت گذري. ڇا جو جين، ڇا
جو پوت! ڇا جو هي، ڇا جو هوا!'

وري ڏاڪڻ تان مٿي ماڙيءَ تي پئي ويون، ته
ڏاڪا آگهاڙا ڏسي، اميرياڻيءَ پڇيس: ڇو؟ غاليچا
هتان ڪٽي ڇڏيا اٿو ڇا؟

ٻلهڙيءَ چيس: آلڊينهوفر جي غاليچن سان پوي ئي
ڪا نه. پاڻ چوندو آهي ته 'ماڻهو ڏاڪڻ تان پيو مٿي
چڙهي، ۽ سندس آواز نه ٻڌجي، سمجهڻ گهرجي جو
هو خوشامد ڙيو آهي.' تنهن ڪان مرگهو غاليچا آتي
وڇايون ئي ڪين.

"غاليچن سان ڏاڪڻ پئي سونهي! تون نٿي سمجهائينس؟'

'هو اها ڳالهه ٻڌي ڇو ٿو؟

ڳالهين ڪندي، ٻلهڙيءَ کو ڇاڻايس ته ڏک جيو
هن گهر ۾ آهي ئي ڪو نه. ڏٺي پاڻ کي خوش، ٻيلي
پنهنجيءَ ۾ پورا. منهنجي ٻه سک جي پئي نبهي.

تنهن کي لٽهه ڦهه چيائين: تون ۽ ٻيلي ته سڪيو
وقت پيا ڪاٽيندا هوندؤ. پر آءٌ نٿي ڄاڻنيان، ته کو
آلڊينهوفر خود پاڻ کي سڪيو ٿو سمجهي. ٻاهران
چڱو ڀيو متارو، رشت پشت هوندو، پر مڃاڻ ته اندر
سان ڪا ٽڙيائي لڳل اٿس!

ٻلهڙيءَ کي انهيءَ تان ڏاڍو اچرج لڳو. پڇيائينس:
تون آلڊينهوفر کي سڃاڻين ڪيئن؟

اميرياڻيءَ مشڪيو پئي - ورندي ڏنائينس: ٽورا ڏينهن ٿيا ته ڪنهن ٺياڪر جي گهر ۾ ڏئو هومانس.

پدڙيءَ پڇايس: پاهران ڪلمڪ ڪونه ٿو ڏسجي، سو برابر، پر اندر جو آرام گهٽوئي اٿس. حياتيءَ کي پاڻ خدائي ڏات ڪري ٿو ليکي، تنهن ڪارڻ عيشي جيون جيئڻ نفساني لذتن مان ڪيس مزو اچڻي ڪونه. تنهن هوندي به، سنسار کي تياڳ ڪونه ڏيئي ڇڏيو اٿس، پر سنسار جي ڏيک ويک تي آجهڙي ڪونه ٿو.

پدڙي پوءِ نيلي ڪمري ۾ وٺي آين. پڇايائين: شڪار جي منڊ ۾ مهمان اچي مڙندا آهن ته نيرن سين کي هتي ڪرائبي آهي.

پر آتي جو پيٽ تي چيٽ گُل هوئي ڪونه، ۽ سامان سڙو به منجهس جاڏو پيو هو، سو اميرياڻيءَ چيو: ڪمرو پُسو پيو لڳي!

الائيس تنهن تان ورجايس: پُسو ڇا ۾ آهي؟ چڱو پيو سونهي.

تنهن کي ورندي ڏنائين: هائو، ڪم ته نپندو هوندو، پر وار ڦير منجهس ڪجي، ته جان تان دول پيون ٿي پوديس. آءٌ جيڪر گهر ڏياڻي هجان، ته خاص هن ڪمري جو ته رنگ ڍنگ ئي ڦيرائي ڇڏيان!

پدڙيءَ تنهن تي چيس: اوهان امير خاندانين سان اسان جهنگ جا ماڻهو ڪا ريس ڪري سگهنداسين؟ اسان جهانگي هيٺري ۾ ئي سرها.

هيلتائين ته اميرياڻيءَ سڀ سان ٻئي ويڪ ڪڍي.
ڪٿي سامان جاڏو ٿي لڳس، ڪٿي مورت ڪانه ٿي
وڻيس - مطلب ته پاڻ سرهي ڪانه ٿي ڏٺي. پر ٻڍڙيءَ
جڏهن تالو لاهي ديوانخاني جو در کوليو، ۽ چيائين
ته سرڪاري ڪم تي ڪامورا ايندا آهن، ته آلڊينهوفر
هتي گڏبو اٿن، تڏهن اميرياڻيءَ جو منهن گل جيئن
ٽڙي پيو. ڀلا ڇت ۾ هنڊيون ٽنگيل، ڀتين تي سونن
چوکٽن ۾ آرسيون ڪتل، درين تي زريءَ جا پردا
لڳل، چوڌاري اڇيءَ مخمل جا ڪوچ پيل! هيءَ
سارو جنسار ۽ سينگار ڏسيو، سرهي ٿي ٿي. پر هن
جون اکيون هن نظاري مان اڃا ڍاپيون ئي ڪين
هيون، ته ٻڍڙيءَ ڪري پاسي وارو در کوليو. هيءَ
جان ڪري اوڏانهن نظر ڦيرائي، ته هيڪاري تپرس
۾ پئجي ويئي- رڳو زري زربفت لڳو پيو هو!

ٻڍڙيءَ ته پئي چپن ۾ مشڪيو. پر هن اڃا هتي
نيڻن کي نيرن ئي پئي ڪرائي، ته وري وٺي پاسي
وارو پيو در کوليائين. اميرياڻيءَ کي سرهائيءَ وچؤن
وات مان رڙ نڪري ويئي. رت ته ڄڻيو جو بنهه
جهنگ جي سائي مَنَتَهَ ۾ بيٺي آهيان؛ سڳنڌ جي هٻڪار
اها پئي آئي، ڄاڻ ته ڪنهن عطر ڪٽي اوتيو هو!

ٻڍڙيءَ ٻڌاين: آلڊينهوفر جي جيجل امان پٽ وٽ
اچي ته رهن ٿي هن ڪمري ۾، پٺيان ڏاڪڻ سان خود
آلڊينهوفر وارو طبق گنڍيو پيو اٿس.

اميرياڻي ته ڪپڙن ۾ نه پئي ماپي. هڪڙو ناچ
سو ڪونه ٿي وڌائين، باقي هلي ٿي ته پير پٽ سان
ڪونه ٿي لڳنس! پر هڪڙو ٽيڪ سان گاديلو
رکيو هو. هيءَ پنهنجي جُتي جا چُڪ ٺاهي، آمالڪ
وڃي آنهيءَ تي ويٺي. ان ويل سندس سونهن ڪا
هئي! چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر ڪِڙي پئي!
پدڙيءَ سندس منهن ۾ نهاري چيس: بس! هتي ته
باقي تو جهڙي ڪا پانهن هجي!
رت ڪي سا انهيءَ هلڪي ڳالهائڻ تان پدڙيءَ تي
ڏاڍي چڙ لڳي. دل ۾ چيائين، "جهڙي نڪار جيو
ڪي هھڙي پاڪ سڪان ۾، هيءَ رکو وٺي به چو آئي؟
جنهن جي لاڏ پٽ..." پر انهيءَ ويچار کي وري
پنهنجي سُنهن سنهن به نروار ڪونه ڪيائين.
اميرياڻي گاديلي تان اٿي کڙي ٿي، ته پدڙيءَ چيس:
ڪن تسه هڪڙي پي ويهه! آءٌ ته پانئيان جو تو تان
اڪ پاسي ڪريان ٿي نه!
اميرياڻي وري اُهي جڙي ويٺي ته پدڙيءَ بلڪل
ماپيا ۾ چيس: هيئن جيڪر آلديهو فر توکي ڏسي؟
اميرياڻيءَ تنهن تان ڪوڙ ڪوڙ ڪٽي منهن ۾
شور وڌو، ۽ آمالڪ اٿي کڙي ٿي - چي، "ماڻهن کي
پنهنجو شرم ئي ڪونهي."

”آءٌ سڙڪ ڏيو، شهر مان پيئي اچان. هيءَ وڏراهه
ته ٻڌائجانءِ، ڪٿي وڃي ٿي پوري ٿئي؟“

”مون کان نه پڇ. آءٌ ڪونه ٻڌائيندوسانءِ.“

”تون مون مان هيئن ڇپ ڇو ٿو پوين؟ ڀلا
سڌ اٿيئي، ته هيلڊار ڪٿي هوندو!“

”مون کي ڪهڙي سڌ؟ پر تون هتي پنهنجي
پريتم لاءِ ترسجانءِ نه! مونکي هلي وڃ.“

پر رت مونکي اچا شاهي سڙڪ وٽ آئي، ته ٻڌيان
گاڏيءَ جو آواز ڪن تي پيس. هيءَ آسائتي اکيون
پائي بيهي رهي. گاڏي پرسانس لنگهي ته گاڏيءَ
واري آسالڪ ڪري گهوڙي کي جهليو. هن آڪير
مان وٺي هيلڊار کي سڌ ڪيو.

هيلڊار، ڪنڌ مٿي ڪٿي اچرج ۾ پڇيس: ڇو؟

هيءَ منجهي پيئي. پر هٻڪي هٻڪي ٻڌايائينس:
اوهان کي گڏجڻ ٿي آيس!

هيلڊار ڇيس: سو ته هتي؟

پوءِ ته پاڻ گاڏيءَ مان لهي هيٺ ٿيو، ۽ گاڏيءَ
واري کي چيائين: تون گاڏي هڪليندو اڳيان هل.

رت کي سڌ ئي ڪانه ٿي پيئي، ته الاجي هيءَ
ڳالهه منهنجي وٽي اٿس يا نه! ويچار پئي ڪيائين ته
ڇا ڪيس چوان - ته هيلڊار جي وڃي پريان ڪنهن

ماٺهوءَ تي اک پئي، جنهن ڳالهه جون چڪيون ٻئي ڪنيون ۽ پاتيون.

هيلدار ويجهو اچي پڇيس: هي ڇا پيو ڪرين؟ ڀهريائين ته هن ٻڌو ان‌ٻڌو ڪري ڇڏيس.

هيلدار وري رڙ ڪري پڇيس: ٻڌين ٿو، هي ڇا پيو ڪرين؟

تڏهن لاچار ورندي ڏنائين ۽ چڪيون ٻاهر وينديون، ٻند ويٺو ڪريان.

"ڇو، تو ته ڪو نه لڳو اٿيئي؟ هن منڊ ۾ چڪيون ٻاهر ڪيئن وينديون؟"

"ٻرڪ سون کي ڇيو، نه ته منهنجو ڪهڙو ڪم!"

"اڳلن لکيو هو، تنهن کي ٻه يا چار هفتا ٿيا، ان جي پونواري اچا هيئنر ٿي ٿئي؟ چڱا ڪاٽي جا نمڪ حلال نگهبان ٿيا ويٺا آهيو! ڏسجي ٿو، تون هتي هلي ڪو نه سگهندين. هرويرو ڪم ۾ بگاڙو پيو وجهين."

"اوهان کي ڪا اختياري ڪانهي، جو هيئن مون تي حڪم ٿا هلايو! آءٌ پنهنجي عملدار جي فهمائش پٽاندڙ ويٺو داڳينا پڌان! پيون ٻه ڏهر ڪانه پهچي وئي آهي، جو اڳلا داڳينا وڌندائي ڪين. ٻرڪ ته ٿا هوت لاتي ڪانه ٿي."

"آءٌ تو کي چوان ٿو، هڪدم هت جهل - تون موقوف آهين!"

”موقوف؟ سون کي مقرر اوهان ته ڪونه ڪيو هو؟ موقوف به ته اهي ڪنم، جن مقرر ڪيم. اوهان مفت الاجي زبان چو پيا هلايو!“

هيلدار تپي لوهه ٿي ويو. ڏاڍي هٿ ۾ ڪپ جهلي، ڏانهنس آلر ائين ڪيائين، جو پاڻ ته متان ٿو وجي پويس؛ پر رت جهلي ورتس- چي، ”متان!“

هيلدار پاڻ چڙائي آنهيءَ کي به چڙب ڏني: چي، ”تون وچ ۾ نه پوُ! تنهنجو ڇا وڃي؟ هن جي اڄ مڙيائي جوڙ پچائڻي اٿم- گهٽا ڏينهن پئي مذاقون ڦيون اٿس. توکي ڏپ ڇا جو ٿو لڳي؟ ڪٿهانس ڪونه ٿو.“

ائين ٿي پر ڪري، وڏي هڪڙو سنهن ڌارو ڇهڪ هن کي لڳائي ڪرايائين. شولز جي منهن جي مشڪ مشڪ ۾ زلزلو پئجي ويو. شينهن وانگر گجندو، اچي ٿي هيلدار کي چهٽيو. پر هيلدار ماڳهين اڳيان اچڻ ڪونه ڏنس. پر ڌڪ پيا به ڦهڪائي ڪڍيائينس.

شولز آنڙندو، وڃي پري پيو. هيلدار چيس: ماڻهو هوندين ته وري سنڀالي هلندين. حال اهوئي لڳندءِ، ته ڪيچ ڪندءِ.

پر منهن تي هن کي جواب ڪونه ڏنائين، هيلدار پٺ ڏني، تڏهين پٺيانس سڏ ڪري، چوي ٿو: ڀڄا اسان جو به ڪنهن ڏهاڙي وارو اچي ويندو!

هيلدار، رت کي ٻانهن کان جهليو ائين هو، پاڻ ته ڪيس ڪٿي پڪڙيو هٿائين. هوءَ به، سندس هي

ڍنگ ڏسي دهلجي ويئي هئي، ۽ لڳا اچا پئي کانڌاريس.

اڳيرو وڌيا، تڏهين ايترو سو چيائينس: اوهان هي ڪيو ڇا؟

تنهن کي ورندي ڏنائين: توکي سڌ ڪانهي. آءٌ ٻنهي ڄاڻڌي تپڙ آهيان. هي بدمعاش ۾ ته آهين ئي خوار هئم. وري اڄ ڏٺي، ڳالهايائين ڪيئن ڏسي؟ تڏهين چيم، ته مون ته لاهي ڇڏيانس. پر تون دل ۾ نه ڪج. آءٌ ڏاڍو لاچار هوس، پاڻ جهليو نه ٿيم.

رت سنهن نماڻو ڪري، چيس: هو وري به ڪهي ماڻهو، تنهن سان اوهان کي هيئن...

پر هيلدار وچ ۾ ئي جهليس: اهي سڀهون ته هاڻي نه ڏينم! اڻين منهنجو سپاهي مڃجي ڪو نه پوندو،

ائين ڳالهه ڪندي، ٻيلاين جي گهر کي اچي ويجها پيا. اتي هيلدار جي ڪن تي ڪو آواز پيو، سو وٺي ڪن ڦرڙايائين. پڇڻ لڳو: آواز ڇاجو آهي؟

پر ٻه وکون اڳتي وڌيا، ته هيلدار ڏٺو، جو جهنگ ۾ محفل لڳي پيئي هئي. تڏهن ياد آيس ته برابر دادي ۽ چيو ٿي، اڄ سڀني جي ماني موڪلائيندس، نچاڻان ان جو سمورو بندوبست هتي ئي رکيو اٿس. جهنگ ۾ هيڙو رنگ لڳو پيو هجي، ۽ هيلدار ان کي اورانگهي وڃي! پر جڏهن رت جي گهگهي ۽ ڏي اک ڦيرايائين، تڏهن منهن هارجي ويس.

رت کي چيائين : دادي ء جي محفل تي به، تون هنن حالن سان هلندينء؟

رت کي پنهنجيء گهگهيء جي سادگيء تان حجاب کونہ ٿي ٿيو، پر کنڊن مان لنگهندي هيٺيون ڪا ان کي هيڏي ساري انڪ اچي ويئي هيس، تنهن ڪارڻ جيڪي سو پاڻ بہ شرمائجي ويئي.

هيلڊار کي صلاح ڏنائين : اوهان پل وجي محفل ۾ شامل ٿيو. آءٌ لنگهي پئي پاسي تي ٿيان.

هيلڊار چيس : ائين وري ڪيئن ٿيندو؟ آءٌ چڙو وري ڪيئن ويندس؟ تنهنجي پڇا ڪانہ پوندي؟

"نہ پيارا، آءٌ انهيء محفل ۾ ڪانہ هلنديس. سون کي چڏيو. محفل ۾ الاجي ڪير ڪير آيا هوندا! آءٌ پاڻ کي الاجي ڇا پيئي سمجهنديس. وري ڪو آبتو سبتو آتي آڻان ويهان، تہ مرو پرو اوهان بہ رنج ٿيو."

"اها گهڙي بہ تنهنجي هلي ايندي. آتي هلي پاڻ اسانجن چاڻن سجاڻن سان هير ـ سير، ڪين هنن کان ماکِهين لـي کوهہ پيئي پري پڇين! تنهنجي ڪاڻ آءٌ تڏهن پنهنجن سگـ سياڪي وارن سان سنگ بہ ڦاکون ڪري، رکو توسان ۽ تنهنجن پيلاين سان ئي پيو سگـ جوڙيان ڇا؟"

"چگو آءٌ هلان ٿي. بر اوهان هيئن ڪؤڙو چو ٿا ڳالهايو؟ آءٌ ڊنيس، تہ متان اتي ڪجهہ ڪري نہ ويهان تہ پوءِ اوهان کي بہ ڏکـ نہ ٿئي."

’ڏج نہ، هلي آهہ. ڏس، دادي بہ پيئي سڏ ڪريئون.“

رت کي ته اڃا ۾ ني سمجهيو ٿي، ته سون کي هنن
وڏن ماڻهن جي محفل ۾ مانُ کهڙو ملندو. هيءَ
آئي، ته ڪا ڏس ته ڏاڍهس نهاري هجو جو پيئي
آس کلي، ڪا وري ڀر واريءَ کي ٿونٽ سان
اشارو ڏيئي، ڪوڙ ڪوڙ پيئي ڪنگهي. ڪنهن ته
وري پنهنجا چارئي چنيءَ پاند انهين پئي سوڙها
ڪيا، ڀانءِ ته ڊپ ٿي ڏس ته متان هن جو پلو لڳيم
ته ڇٽي نه پوان، ڪنهن وري ڏنو وائنو سوڙو
ڏيئي، پريان ئي انهين پئي لڪايس ته: تون هتي
سونهين ڪانه ٿي. اسان سورن ۾ ڪانءَ پئي اڳين.
مڙساڻن بہ گهٽ ڪانه ڪئي- هڪڙو ٿو چوي:
هيلدار جو عقل ته ڏسو! ’چوندي ڀندي ٿي چوڙو وڃي
گهڙيو ڪرين.“ ٻچينس، پنهنجي خاندان مان توکي
لائق ٻانهن ملي ڪانه ٿي ڇا، جو هن ککيءَ هاٿيءَ تي
دل ٿي ويئي؟ پر آءٌ ڀانئيان ٿو، ته هاڻ پڇتايو انس.
اسان کي جو ويجهو ئي نه پيو اچي، تنهن مان سهي
ٿو ڪريان ته پنهنجي ڀُل معلوم ڪئي انس- ٻئي
ٻوڪ ڇڏيو: هيلدار جهڙو خوراڪي، ۽ جهڙيءَ
ڪوجهيءَ ڪوڙهيءَ تي ريجهي! ڀائي، ڪا منجهس
اهل چالائي ڏٺائين، ڪنهن سنڌس آريڪڻ تي آجهڙيو،
ٻچينس، تنهنجي مت هئين چڙ ڪيئي؟ پر نڪو: ڪنجا
چي، اڄها، نيٺ سنجهانس ڪڪ ٿي پوندو!

جڻ جيڪا رت سان ٻٽاس ڪئي! اهڙي اٽڪل
ويڙهايائين، جو پاڇايس پڻيانس ٿي پيئي رهي، ۽
آنان وائڙن جيئن پئي نهاريائين. هيلدار کي مڙساڻن
سڏ ڪيو، سو ته وڃي پيالي پاڻيءَ ۾ ساڻن پيڙو ٿيو.
هيءَ ڪري سا ڪري ڇا؟ پيلاين جي باغ جا وڻ
ڇڻائي ڇڻا پئي ڏنا. دل ۾ چيائين، سراڪو پاڻي،
او ڏانهن تيرڪي ٿي وڃان. پر اڃا دل من پئي هنيائين،
۽ ڪنڌ ون پاسا جاچيائين، ته اميرياڻيءَ ساهيڙين کي چيو:
اچو ته لڪلڪوٽيءَ راند ڪريون، آگ آءٌ پاڻ ٿي ڏيان.
مڙساڙو پل پيا پٽن چاڙهين. پاڻمرادو اچي شامل ٿيا،
ته واه، نه ته اسان پاڻ ۾ ٿي بس آهيون. آءٌ هاڻ
پنجاهه ڳڻيان ٿي، اوهان سڀ وڃي لڪو. پوءِ اکين
کي رومال ٻڌي، اچي ٿي اوهان کي ڳوليان.

اميرياڻي ٿيهه ڳڻيا هئا، ته رت لوڙهي تائين پهچي
ويئي هئي. لوڙهي ۾ ڀرگهل اڳي ئي ٿيل هو، ۽
پاڻ پئي ويچار ڪيائين ته الاجي ٽٽانم پنجاهه پورا
ڪندي، تنهن کان اڳ سنجهانس لنگهي ٻاهر وڃي
سگهندس ڪي نه؛ ته ڀڻيان ڪنهن جي هلڻ جو آواز
ڪن تي پئجي ويس. هيءَ ڇپ ماري، ٻلوط جي اوٽ
۾ لڪي ويٺي. ڏٺيءَ ڪسي پئي آراڏيائين، ته شل
ڪير ڏسي نه وٺيم.

ڪن پل پڇاڙا چائي ڏسي، جو اميرياڻي هڪڙي وڻ
کي ٽيڪ ڏيو، ڪنهن خاص جيوَ لاءِ وياڪل بيٺي آهي.

اتيئي ڪنهن مڙساڙوءَ جو پاڇو نظر آيس، جنهن کي، پڌائين، ته اميرياڻي "لوديئر! لوديئر! لوديئر!" ڪيو بيئي پاڻ ڏي سڏي. هن کي ته اڳي رڳو شڪ هو، هاڻ يڪ ڄميس.

لوديئر اميرياڻيءَ جو سڏ ورنائي، اڳيانس اچي بيٺو، ته اميرياڻي آسالڪ سندس پيرن تي ڪِري پيئي. چيائينس: آءٌ بڇڙي بدڪار، مون توسان ڊوهه ڪيو، هاڻي مون کي معافي ڏي. آءٌ سمجهان ٿي، مون تنهنجي دل ڏاري ڇڏي. پر آءٌ به هن گهڙيءَ لاءِ پئي سڪيس. شڪر، جو نيٺ ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ، اڄ وري توسان هيئن مُڪا ميلو ٿيو اٿم.

لوديئر تپرس پئي ڪاڏو؛ ورندي ڏنائينس: اميرياڻي، هن جو مطلب ڇا؟ مون ته تڏهئين توکي معاف ڪري ڇڏيو. بيون به، مون کي ته توڏي ڪاوڙ هئي ڪانه.

"مون نئي پانئيو، تون مون سان سُهجيئي اهڙو وڙ ڪندين. پر پاڳ منهنجو سولو ٿو ڏسجي. هاڻ مون تي ٿورو ڪر. مون سَرَن-پيئيءَ جو ننگ رک. تون مون کي دل تان آتريو ئي ڪونه آهين. تنهنجي سهڻي صورت ائين ئي منهنجيءَ ڇاتيءَ تي اڪري پيئي آهي. مون هوءَ خطا ڪئي ته سهي، پر سچ ٿي چوان، سک ڪونه پاتم. دل ريڌيم ئي ڪانه. دل جو دلبر منهنجو تون ئي آهين!"

لوديئر تنهن تي ڇان وڇڙن مشڪي ڏنو؟ منهن ڦيرائي هليو ٿي ويو، پر اميرياڻي، جا اچا

سوڍو ڳوڏن ڀر ٿي ويٺي هئي، تنهن آمالڪ ڪٿي
هٿ ڪان جهليس. ڀر هن ٻه هٿ پنهنجو ڪانئس ائين
ڪڍائي ورتو، جو پاڻ ته نانگ جي چڪ ڪان
ٽارو ڪيائين.

اميرياڻيءَ کي آنسون پٽي وهيون، ليلائي چيائينس:
آءٌ جيئن چئين تيئن پاڻ بخشايان. تون رکو منهنجي
منٿ مڃ. آءٌ سڪٽي نالي ٽي هرڪجي، توکان پاڻ
ته ڪڍائي ويس، پر اندر وارو منهنجو سرهو ٽيو ٿي
ڪونه. ڏينهن رات مون کي تنهنجي ٿي تات هوندي
هئي. تولاءِ پيٺي تڙڦندي هيس. هاڻ مون کي جيئدان
ڏي. منهنجي مٿي بت ۾ ساهه وجهه. مون کي نه ته
چنتَ جي ٻه اڄ ٿي هئي. پر مون تو ڪاتر ٽڪ
هٽي نه نهاريو مانس.

لوديٺر وڪ اڏ پٺتي هٽي، وري سمجهايس:
اميرياڻي، تون اجايو پاڻي نه ولوڙ. مون کي ڳالهه
ياد به ڪانهي. تون به گئي گذري کي وساري ڇڏ.
روئڻ پٽڻ مان ڪا ويٺي ويل هٿ ڪانه ايندي.

پر اميرياڻيءَ پچر نه ڇڏيس. وري به منٿ
ڪيائينس: مون کان هيئن منهن نه موڙ. چئي، آءٌ
جاڻان ٿي، تون مون کي سبق ٿو سيکارين، نه ته
وري توکي آءٌ به ڪانه ويٺي آهيان.

لوديٺر جو ورجايس ڪونه، تنهن تان هن جي
جيڪس آس وڌي. چيائينس: تون ڪوڙ ڳالهائيندين ٿي

ڪين، تڏهن ته اٿو ڪڇين. هاڻ ڏاهو ٿي.
مون کي گهٽو نه ستاءِ. مون سان ملهه مرڪ، ته
مون کي به پيٽ ۾ ساهه پوي.

لوديئر وراڻي ڏنيس: اميرياڻي، آءٌ تو کي ستايان ڪونه ٿو. پر تون به انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ. آءٌ سچ پچ ڏٺيءَ جو ٿورو ٿو مڃان، جو تون پاڻمرادو ڪڇيءَ ۾ ٿي مون کان ڪڍائي وڌيئين. نه ته، آءٌ سمجهان ٿو، آءٌ پاڻ توسان پلؤ پڌي، وڏي پڇل ڪري ويهان ها. تنهن ۾ تون به ننڍپڻ جون ڳالهيون وساري ڇڏ. ڏڏو ڪير وري ٿئين پوندو ٿي ڪونه!
باقي صحبت جو ناتو......

صحبت جو ٿي نانءُ لوديئر ورتو، تنهن تان هن کي همٿ آئي، ڳلن تان ڳوڙهو سڪس ٿي نٿي؛ چيائينس: ها، ها، صحبت ڇڙي نه. مون کي پنهنجي صحبت به ڏي. جي آهو سڪلو سڪي ويو اٿيئي، ته پاڻي ڏيئي وري ان کي ساوو ڪر. آءٌ پاڻ ويهي تنهنجيءَ دل جي ڌرتيءَ کي ريج ڏينديس. پيون، مون کي هاڻ اميرياڻيءَ جي نالي سان نه ڪوٺ. آءٌ ڄاڻان ٿي، آءٌ انهيءَ ڪاتر ٿي توسان ڪوڙي پيس. پر اهي اولانيا مون کي نه ڏي.

پر لوديئر هڪڙيءَ تي ٿي بيٺو. ٻڌائينس: تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ هينئر گهٽو گهٽو ته رکو صحبت جو ٿي ناتو ٿي سگهي ٿو. تنهن ۾، نه آءٌ ٿي

توکي کنهن بئي نالي سڏيندس، ۽ نہ تون ئي سون ڏي کنهن ٻيءَ مراد سان نهار.

اتي اميرياڻيءَ بہ اٿي کڙي ٿي. اکين مان چلڪاٽ اُٿين پئي نڪتس، جڻ شعلا ٿا ٻرن. پر پنهنجيءَ ڪاوڙ کي وس ۾ رکي، نهايت ٺهر سان چيائينس: لوديئر! اڄ وري بہ پاڻ ٿي پاياڻءَ!

ڪا گهڙي ماتر ٻنهي اکيون اکين ۾ ملايون، ۽ اميرياڻيءَ بيوس ٿي، وري ڪٽي پنهنجو ڪنڌ لوديئر جي پيرن ۾ رکيو. پر هن مڙس جي واتؤن وري اکر بہ ڪونہ نڪتو. اميرياڻيءَ کي انهيءَ حالت ۾ ئي ڇڏي رمندو رهيو.

اميرياڻي تنهن تي اٿي پيرن ڀر ويٺي، ۽ سڏڪيون پيڙي، چوڻ لڳي: ڏس، تہ انهيءَ جو ڪهڙو نہ ٿي ڀلو حساب وٺانءَ. رت پاڻي نہ رئاڙيومانءَ تہ منهنجو نالو مٽائي ڪٽي ڇڏيو رکج.

”ٻڌءِ؟ تون هي وهانوَ جا ڏهاڙا وڃي ڪٿي ٿي هنڌ رهه. الائيس جو ڏير ۽ ڏيرياڻي ٻارن سميت اچي ويا آهن، سو تو واريءَ ڪوٺيءَ ۾ ڪري انهن کي ويهاريو اٿم. تنهنجي ٽرنڪ به مون ڪٺائي رنڌڻي ۾ رکائي آهي.“

”ماسي، هن اڻانگي ويل آءٌ ڪنهن جو وڃي سک ڦٽايان؟ رات ٿي پوي. ڏينهن جو نٿي چئيم؟ ڏينهن شينهن آهي وڃي ڪو تدارڪ ڪريان ها!“

”هينئر به دير ڪانه ٿي آهي. وڃي ڪو بلو ڪر.“

رٽ منجهي پيئي، ته ڇا ڪريان؟ ڪنهن وٽ وڃان؟ اوڏيءَ مهل چونه هيلدار به اچي پهچ سوڌو اتان لانگهائو ٿي. رٽ آمالڪ سڏي چيس: ڳالهه ته ٻڌجو.

هيلدار پهچ ڪي اتي ٿي بيهاري، پاڻ وٽس اچي، منهن ۾ گهنڊ پائي، پڇيس: ڇئو ڇا آهي؟

رٽ ٻڌايس: ماسيءَ وٽ منهنجي ڪاٽر جاءِ ٿي ڪانهي. هاڻ آءٌ ڇا ڪريان؟ اوهان کي اعتراض نه هجي، ته آءٌ وڃي پيلاين وٽ ٽڪان؟

هيلدار چيس: اسان واري بنگلي ۾ ٻه ڪمرا سپ والاريا پيا آهن. آءٌ نٿو پائيان، اتي ڪو بلو ٿي سگهندو. پر پيلاين وٽ به، آءٌ موڪل ڪانه ڏيندو سانءِ.

ائين چئي، هيلڊار ويو ٿي هليو. پر رٽ منٿ ڪري ترسايس. پڇيائينس: جي پيلاين وٽ ٻه نه، ته تڏهن پيو ڪٿي؟ ڪا ته واهه ڏسيوم؟

تنهن تي ٿو پنهنجيءَ مڱيندي ڪي وراڻي ڏني (جنهن سان سڪ پائي سڳ ٿي ڳنڍيائين): آءٌ وري ڪهڙي واهه ڏسيانءِ؟ تون اهو ته مونجهو من سان نه لڳائينم ها. توکي سچ پچ چاڻ ئي ڪانهي، ته جي اسان جي خاندان ۾ پرڻجي ٿي اچين، ته هاڻ ڪيئن ڪپيئي.

تڏهن رٽ چيس: آءٌ پليس. معاف ڪجو. جو اوهان کي هيءَ ڪن ٻه ترسايم.

هيلڊار ڏاڍو ڌڪو ٿيو. چيائينس: پوءِ ڀلا، ڇا ٿي ڪرين؟

رٽ وراڻي ڏنيس: ڇا ڪريان؟ مون کي ته سڏئي ڪانه ٿي پوي.

"هن ٻڍڙيءَ وٽ ڪي لنگهي وڃين؟ جيستائين پيون ڪو ٻلو ٿئي، تيستائين وٽس ٽڪي پئو."

"الڊينهوفر جي بنگلي ۾؟ نه، اتي آءٌ ڪانه ٽڪنديس."

"ڏٺءِ نه! منهنجي صلاح توکي ڏانوين لڳندي ڪانه. هاڻ تنهنجي مرضي. ٻر جي پيلاين وٽ وڃي ٽڪي آهين، ته..."

"ته ڇا؟"

"ته پوءِ مون کان ٻچو پيو ڪونه ائيئي. آءٌ توسان ڇني ڦاڙي ڇڏيندس."

هيلدار جا ٽيٽري ۾ پيرني ٽپي پيا هئا. رٽ پنهنجون پوريون اکيون کڻي سندس منهن ۾ ڏٺايون.

هيلدار روانو ٿيو، ته هيءَ به پنڌ پيئي. بازار ۾ ٻي ته پهرئين ڪانهن ٿي ڏٺي. هڪڙو چوڪراٽ سو هو، جو سيٽون وڄائيندو پئي ويو. پير آگهاڙا، ۽ ٻت تي لينگهون پئي لڙڪيس. رٽ دل ۾ ويچار ڪيو: هيءَ به سٽت وڃي، پنهنجن ماڻهن جي پونڪيءَ ۾ متو لڪائيندو. پر مون ياڳن پڙيءَ ڪاتر هتي ڪنهن وٽ ايتريءَ جاءِ ڇتي به ڪانهن ٿي لهي! تنهن ڪان ماڳهين موٽي برلن ڏي ڇو نه هلي وڃان؟ پر وري پاڻ کي سمجهيائين: ڇي، اُبهري نه ٿيءَ. ائنا سانڪي اهو لڪ به لنگهائي ڇڏ.

پڊڙيءَ وٽ آئي، تنهن کي آها جاءِ نه لڀي، جتي کڻي ويهاريس. چيائينس: نچ آئينءَ، جي آئينءَ!
"پر آلڊينهوفر ڇا چوندو؟"

چوندو وري ڇا؟ تنهن هوندي به، اجهو اچيئي پيو. کڻي ڪانئس پڇ."

رٽ کي ڏسي. آلڊينهوفر اچرج ڪونه ڪاڏو.

رٽ پڇيس: آءٌ ٻه-چار راتيون هت ٽڪي پوان، اوهان کي اعتراض ته ڪونهي؟ ڏاديءَ کي سئيان لڪي ٿي موڪليان. ٻن-ڇئن ڏينهن ۾، آنهيءَ وٽان ورندي اچي ويندي.

ورندي ڏنائينس: تون بابا، اسانجن اکين تي آهين. پل ٽڪي پيئي هج.

رت ٻڌايس: آءٌ ڀاڻيهي ڪانه آئي آهيان.

هن چيس: توکي بابا، حجاب ڇو ٿو ٿئي؟ ڀاڻيهي
ڇا، هونءَ ڇا؟ پر مون ته ماسيهن جي گهر هيترا
چاچي ماچي ايندا ڏٺا، ته دل ۾ چيو، ته تون اوس
اچي هتي رهندينءَ.

پوءِ ڏينهن منجهند ٽاڻي، رت ٻڍڙيءَ سان گڏ باغ
۾ پئي پسار ڪيو، ته پڇليءَ اچي خبر ڪيس، ته هيلدار
ٿو سڏيئي؛ پاڻ ديوانخاني ۾ ويٺو آهي.

هيءَ ٻڍڙيءَ کي اتيئي ڇڏي، ديوانخاني ڏي وڌي
ٿي، ته ٻڍڙيءَ چيس: ماسانيهن جو وهانءُ ٿئي، تيستائين
ته تون هتي ئي رهي پيئي هُج. ڏسين متان گهوٽهن
کٽي پئي هنڌ وڃي ٽڪائيئي.

”وهانءَ ۾ ته اڃا ڏينهن کپن. پر آءٌ ماسيءَ جي گهر
به موٽي ڪانه ويندس.“

”ڇو، ساڻس جهيڙو ته ڪو نه ڪيو اٿيئي؟ دل ۾
نه ڪج، جو آءٌ توکان اهو سوال ٿي پڇان.“

”ماسي سمجهي ٿي، ته آءٌ اچي آتس پاڻو پيئي آهيان.
سو آءٌ پنهنجي لاءِ پيئي ڪا جاءِ ڳوليان.“

”پر جاءِ ڇو ٿي ڳولين؟ اسان وٽ جاءِ کٽي آهي
ڇا؟ تنهنجي وهانءَ ۾ به باقي ڏينهن گهٽا؟ متان اهڙو
ڪم ڪندين آهين.“

”منهنجو وهانءُ؟ آءٌ نٿي پائنيان، ته منهنجو ڪو
وهانءُ ٿيندو ئي.“

"بابا، ڏيءَ، هي تون ڇو ڇئين ٿو؟ وهانو تنهنجو سدائين ٿيندو! شل سُهم ڇوڙيندينءَ، سُهم ماڻيندينءَ. متان وري ڪڏهن اهڙي آبتي واني واتؤن ڪڍي اٿيئي. هيئن ٿي دل لاهي هٿ ۾ ڪجي. خفقان ته نه ٿي ويو اٿيئي؟"

"آءٌ تڏهن پاڻ کي ڪوڙين آس تي رکندي اچان ڇا؟ ڏسي وائسي، پاڻ پيئي پرمايان ڇا؟"

"ڏاڍو ڪو تنهنجو سياءُ ڏکڻو ٿو ڏسجي. ذريءَ ٿو رڙيءَ ڳالهه جو ايڏو ويچار! پيون به هرک هاريو ته هاريو. متان هينئر ڪنڌ ڪڍائيندي آهين. زبان ڏني، ته ڏنيءِ ڳنڍيءَ راند ته ڪانهي، جو ٺونٺ لڳي، ساهيڙي پڳيءِ پاڻ ۾ ڇني ڦاڙي آئندا؟"

"هيلدار جي دل هينئر سون ڏانهن وري ئي نٿي. پنهنجيءَ داديءَ جو ڍول شول ڏسي، سون تان دل آڻائجي ويئي اٿس. سندس منهن پيو ڳالهائي. پر پاڻ وات مان ڪجي نٿو، جو سمجهي ٿو وچن ڏيئي ويٺو آهيان. پيون هي ٿو ويچار ٿئيس، ته آءٌ وٺي کهڙي ويندس. پر پاڻ منهنجي ڪاڻ پنهنجو جيوت جو سک سهسائي ڇڏي، ۽ آءٌ ويهي سندس پرآپڪار جو قُل ماڻيان؟ ته تنهن ڪان آءٌ نه وڏيءَ دل سان چوانس، ته سون پاڻ توهان تان آسرو پليو."

"تنهنجو من پيو ڊومائون کائي؛ جيءَ جاءِ نه اٿيئي. ڏيڙي، هيلدار جي نيت ۾ هرو ڀرو شڪ نه آڻ. داديس جو آتس برو اثر پيو آهي، آهو آءٌ به

ٿي سمجهان. پر هوءَ ٿري پاسو ڪندي، ته وقت پئي،
آءٌ چاڻان ٿي، پاڻ لهي پوندو. تنهن ڪري تون پاڻ متان
تڪڙي ٿي آهين. شاباس، هاڻ وڃ. هو ترسيو ويٺو
هوندو. پيار سان، حَبَ سان سائس ڳالهائج."

رت اندر آئي، ته گهوٽس پيرن ڀر ٿيي ويٺو هو.
رت ڏٺو، ته ڏاڏي ڪا آتر ويلا ائس! مٿنهن تي ٻه
چاپا پيئي هيس. هن هٿ هٿ ڪري ڏيئي، چيس: مٺڙا،
معاف ڪجو، دير لڳيم، جو ٻڍڙيءَ بيماري چڏيم.

پر پاڻ هٿ هٿ ڪن ماتر مٿس ملايائين، مٿنهن
ٻه ائين ٿي آداس ڪري، پڇيائينس: تون خوش آهين؟

رت ورندي ڏنيس: بلڪل. آءٌ چڱو جو هتي
آيس. ڏاڏو پاڻ کي خوش ٿي سمجهان. هنن ڏاڏي
مٿنهنجي آجيان ڪئي.

"آءٌ وري ٻه ٻڍڙيءَ کي تنهنجي پارت ڪري ٿو
چڏيان. تو کي چڱو سکيو رکندي."

"پر اوهان ٻيئا ڪيترو هوندؤ؟ ويهو ته سهين."

"نڪو، آءٌ تڪڙو آهيان. توسان هڪڙي ضروري
ڳالهه ڪرڻي هيم، تڏهن آيس. سڌ ته هوندءِ ته
ماساتيهن جي ڏڪڪ، دادي پنهنجي هڙون ٿي ڪري؟
مرضي ائس، ته مجلس رونق واري ٿئي."

رت کي مٿجهي آيو، ته هاڻ ڇا جو ذڪر نڪرندو،
تنهن ڳالهه سندس ٻڌي پئي، پر اکيون ٻاهر هيس.

هيلدار چيس: مون دادي کي تاڪيد ڪيو آهي،
اها تنهنجي لاءِ وڳو ٿاهي سوڪليندي. تنهن ڪري هن

ٻيري تون هوڏ نہ ڪج. آءٌ ٻانڊ ٻہ پنهنجي ڪانہ
ڪا سوکڙي توکان کھڙي تہ وٺان. مون کي رکو
ٿورس ٿو لڳي، جو تون منهنجي ھيءَ ٿورڙي ڳالھ
چو نٿي مڃين. پر بس، توسان پڪڙمُس جو، سو مٺي
ڪري پيو ٻوڪيان. پيا مون سان، انهيءَ تان اوس،
ريسون ڪندا هوندا!

رٽ ورندي ڏنيس: اوهان تہ پنهنجا وڙ ٿا ڪريو،
پر اوهان هن ٻيري ايڏي تڪليف وٺوٿي نہ. مون
دادي کي لکي موڪليو آهي. انهيءَ وٽان وهانوَ
تي ڪَرَڙَ جهڙو وڳو ڏينهن اڌ ۾ اچي ويندو.

انهيءَ تان مڙس اچي مٺيو: چي، ائنا جيڪي چوي،
يا ڪري، سو منهنجي لاءِ پيمانو ٿيو ڪيئن؟ آءٌ انهيءَ
سان ٻڌل آهيان ڇا؟ ڳهيلي نينگرا! تون ڀائين ٿي تہ
ائنا توکي اهڙو وڳو سيئي موڪليندي، جو تون وهانوَ
تي پائي سگهندينءَ؟ سڌ اٿيئي، دادي ۽ هيلن ڪهڙا
ڍهڪندا وڳا ڏکي ايندي يون؟ انهن سان ائنا جو
موڪليل وڳو مٽ پوندو؟ تنهنجي سمجھ تان
تہ مون کي پيون ٻہ ٿورس ٿو لڳي. داديهن کان
سوکڙيءَ پا ڪڙيءَ وٺڻ ۾ پنهنجي گھٽتائي ڪانہ ٿي
سمجهين. مون کان سوغات وٺندي، مهٽو ٿو لڳيئي!
مون کي ٽڏهن ست ڌاريو ڪري ٿي ليکين؟

"ائنا ۽ آءٌ ڀينر آهيون!"

"۽ ٻانڊ ڀيڻي؟"

"اسان ڀيڻي ٻ؟"

"چـٽو! چـٽو!"

"اسان پيئي، هڪيئي سان ڏينهون ڏينهن ڏاريا ٿيندا وڃون!"

"انهيءَ لاءِ ٽلاهي ڪير؟"

"ٽلاهي..."

"ترس آءٌ ٿو توکي ٻڌايان. تنهنجي هوڏ، تنهنجي مٽن مـٽت ۽ تنهنجي خودي! اچا ٻه ڪي ٻيون چوان؟"

پيارا، مون کي ٻه ته پنهنجي ڳالهه ڪرڻ ڏيو."

"تون پاڻ ڪهڙي ڳالهه ڪندينءَ؟ خير، آءٌ توکي جهليان ڪو نه ٿو، پر آءٌ ٻڌندوسانءِ ڪو نه."

ائين چئي، پاڻ ٻاهر هليو ويو. رت کي سڌ ڪانه ٿي پيئي، سا ٻه پٺيانس ڪاهي هلي. منٿ ڪيائينس: ائين ڪاوڙجي نه هليا وڃو. منهنجي ٻه ته ڳالهه ٻڌو.

ورندي ڏنائينس: چوانءِ ٿو، هرڪو ڳالهه سان ڳالهوڙو ٿي پوندو. آءٌ ٻـ توکي پنهنجي آخرين فيصلي جي سـڌ ـ ٻڌ ين ٿي؟ آخرين فيصلي جـي سـڌ ڏينهن ـ اڌ ۾ ڏيندس. تون جو ڏهاڙي ڏهاڙي مون سان ههڙي هوڏ ٻڌي ويهنديءَ، تنهن کان ماڳهين، هڪڙي صفائي چو نه ڪري ڇڏيان؟ ڳـٽ ڳڇيءَ ۾ وجهي، پوءِ جو آءٌ هٽ هٽان، تنهن کان ساڄهر ٿي چو نه پاڻ سنڀاليان؟

هيلدار کي وٺي ڪا ويرم نبري، ته ٻه هيءَ ڪنهن سائل وانگر در وٽ بيٺيائي هئي. اوچتو وٺي چرڪ ڀريائين. سامهون آلديپهوفر پئي آيو. مـنهن لال پئي

ڏنس، پاڻ ۽ ته آس ۽ ٽامٽي ٽي ويو هوس. وٽ جو هن کي ڏنو، تنهن ٻوڙي وڃي سندس هٿ پڪڙيو. سڄي ٽڙڪي پئي. ليلائي چيائينس: منهنجي پهرياڻين ڳالهه ٻڌي، پوءِ مون کي ڏوهه ڏجو. آءٌ ڪا من متي، هٺيلي ۽ خود-پسند ڪانه آهيان، جيئن پاڻ ٿو سمجهين. آءٌ سچ پچ ڪنهن اصول مٿي آهيان.

آلڊينهو فر پنهنجو هٿ سندس هٿ مان ڪڍيو ئي ڪونه. هوءَ جا ڏکي پئي، تنهن کي پاڻ آڌر ڏيئي، آمالڪ ڪٺي اندر ڪيائين. پڇيائينس: مون اڳي ڪڏهن توکي سبب ڏنو آهي ڇا، جو تون ڀانئين پيئي ته آءٌ اڀرو ٿي توکي ڏوهه ڏيندس؟

رٽ چيس: نه. پر آءٌ اوهان جي گهڻي گنڀير تا ڏسي ٻنيس.

"آءٌ هونءَ گهڻو گهڻو ته، اک سان سڌهم ڏيندو آهيان، پر هينئر ته زبان سان به ٻه اکر چوندو سانءَ. آءٌ توکان پڇان ٿو، ته، جڏهن هيلڊار سان تنهنجي دل ٻڌي به ڪانه ٿي، تڏهن تو ساڻس وهانو جو ٻول ڇو ڪيو؟"

"هيلڊار سان منهنجي دل نٿي ٻڌي؟ سچ پچ آءٌ پاڻ نٿي چئي سگهان."

"معاف ڪجو، جو توکان اهڙو نازڪ سوال پڇيو اٿم."

"انهيءَ جو اوهين ويچار ڪريو ٿي نه. پر آءٌ ڀانئيان ٿي ته، پهريان ئي چڱڪ مون کان ٿي. آءٌ اوهان کان ڳالهه ڇو لڪايان؟ مون هيلڊار جي ڳالهه

دکو هن ڪري مڇي جو چپُ، آئنا ۽ آءٌ آئندي جي آت پت کان ڇُٽي پوندا نه سين. آءٌ گهر جي دکن سورن کان ٿي پڪيس. پر هيئنر آءٌ سنهري آهيان ته ڪو وڏو گهٽڪو ڪانهي. هيابار سان منهنجي پونت پوندي ڪانه. تنهن ڪري آءٌ پاڻ ٿي کيس وڃڻ کان رهائي ڏيان. هروڀرو پاڻ به پوءِ دکي ٿئي، ۽ آءٌ به سک ڪونه ڏسان، تنهن کان هيئنر ئي ڪٽي ڪري آسرو پليان."

"خبردار، جي اهڙو اُبتو ڪم ڪيو اٿيئي. وڃڻ ڏنو سو ڏنو. وڃڻ کان اڳين ڪير ڦري؟ ڏٺيءِ وٺان به اهڙو ماڻهو ڏکجي نڪري. تنهن ۾ به وهانوءَ جو اقرار، حياتيءَ ۾ ڇا، پر مماتيءَ ۾ به قائم، متان اهڙي اُبهري ٿي آهين. ڪاغذ ۽ صبر سان، پيار ۽ حب سان تني هنئين تي چنڊو وجهي، تاري چڏينس."

"گهرڻهن جي چٺي. سندس ماڻهو سڀهون ڏيئي ويو."

رت چٺي پڙهي، ڇپ ٽُورا ڪري، چٺي ڪٺي ٻڍڙيءَ کي ڏني.

ٻڍڙيءَ پڇيس: ڇا لکيو اٿس؟

ڇيائينس: پڙهي ڏس.

ٻڍڙي، چٺي پڙهي ٿي، ته سندس آواز ٻڏو پئي.

"پياري، آلڊينهوفر ٻون ڪان تنهنجي موڪل وٺي چڏي آهي. تنهن ۾ تون اڄ وهانوَ جو ڏينهن سنڌن گهر ۾ ٿي گهارج. ڪير ٻه ڪارڻ پڇيئي ته دڪڙو نه پيون ڪٿي عذر ڏجانس. آءٌ پاڻ ٻه قاڪيد ڪري ٿو چڏيانءِ، ته اهو سوٽي وڳو ڊڪي ڏِک تي نه اچجانءِ."

ٻڍڙيءَ کي سراپ وٺي ويو. دل ۾ چيائين، ته محبت صحبت وارا ته هڙا پار ڪين هلندا آهن.

رت کان پڇيائين: تون پوءِ چاٺي ڪرين؟

رت نهايت لهرسان ورائي ڏنيس: آءٌ ڪانه ٿي وڃان. آلڊينهوفر ڪٿي ڪارڻ پڇيو، ته ڳالهه ڪانئس لڪائيندس ڪانه.

"دادينهن وٺان جيڪس اڄ وڳو اچي ٻه وڃي."

"نڪو. آءٌ ته آسرو پلي ويٺي آهيان. پنسو هٿ مان ڪونه ڇڏو اٿس، تڏهن نه موڪلي سگهي آهي."

مٿان آلڊينهوفر ٻه اچي سهڙيو.

رڻ ڪان پڇيائين ، هيلڊار توکي موڪل جو لکيو؟

رڻ کي ڳلن ۾ لالاڻ اچي ويئي، ۽ ٻڍڙيءَ ڪان ڇڄي وئي، ڪٺي هٽ ۾ ڏنائينس.

آلڊينهوفر ڇڄيءَ تي اک ڦيرائي، چيس: هائو، برابر. موڪل نانءُ مون کيس وات وڌو. هاڻ آءٌ توکي ان جو ڪارڻ ٻڌايان؟

"سوني ڪپڙا ڏکي، ڏک تي آءٌ ڪيئن وڃان ها؟"

"پر انهن سوني ڪپڙن ۾، آءٌ پاڻ توکي ڏک تي وٺي هلندس."

"مون سمجهيو. اوهان چاتو ٿي، ته هيلڊار مون کي پاڻ سان وٺي ڪونه ويندو، تڏهن اوهان ڪٺي هي نمونو ورتو."

ڪين نبري ته ٻاهرئين در تي ڪڙڪو ٿيو. آلڊينهوفر ته ويو هليو. ٻڍڙيءَ هڪل ڪري، اٿي پڇيو: ڪير آهي؟ تنهن تي ورندي آئي: مسيءَ جو پارسل هينئر ٽپال وارو ڏيئي ويو، آهو آندو اٿم.

پارسل ۾ هڪڙو سٺو ٺهڪندو وڳو پيو هو. انهيءَ تان سرهائي جيڪا ٻڍڙيءَ کي ٿي! چوي: دل تان بار لهي ويو اٿم! ڏيڙي هن وڳي ۾ ٺهندينءَ ڏاڍو! جس پرڻ سبڻ واريءَ کي به هجي، نمونو واه جو عمدو رکيو اٿس! هاڻ پائي ته ڏس.

رڻ کي وڳو منهن تي پيو ڏاڍو ٿي. ٻڍڙيءَ چوني به اهڙي ئاهي ڪئي هيس، جو پانءَ ته ويڏي هن جي ٿي ٻڙهي.

ڀڄڙي پيئي ڏري.

رت کي چيائين: هيٺ جيڪر داديءَ ڏسيئي؟

رت پنهنجيءَ داديءَ جو نالو ٻڌي وجد ۾ اچي

ويئي. چي، دادي! منهنجي دادي!

رت وري وڃو لاهي ٿي رکيو ته ڀڄڙيءَ چيس:

لاهين ڇو ٿي؟ پاڻ سنهري ويهه نه. باقي ڏک ۾

ويرم گهٽي؟ هوڏانهن نهار، مهمان ديول ڏي وڃن

پيا. الدينهوفر جي گاڏي به پيئي سنهري جي. اوجهو،

پاڻ به اچي ويو. پر هي ڇا؟ بنهه پنهنجيءَ جيجل

واريءَ گاڏيءَ ۾ ٿو چاڙهيئي! واه! واه! هاڻ ڏک

ٿل سک جي نبري!

الدينهوفر ٻنهي وٽ آيو، ته رت کي ڏسي اچرج

۾ پئجي ويو. پلا سوٽ مان ڦري پوپٽ ٿي پيو

هو. رت پاڻ سا منجهي پيئي. هن وري سو ٺنهن

کان وٺي چوٽيءَ تائين بيهي جاچيس، سو هن جي

اکين جي آهاءَ چڻ سندس اکيون ٿي چيڙيون.

رت ميٺهن ڪٺيهن ڀڄڙيءَ کان پڇيو: چارلس

کي ڪالهه وٺندي؟ ڀانئين ڪيئن ٿي، هن مان به

ويڪ ڪڍندو؟

ڀڄڙيءَ ورندي ڏنيس: ويڪ ڇاجي ڪڍندو؟

ڏس ته ڪهڙي نه ٿي وٺيس. ڇگي سونهي پيئي.

الدينهوفر ته اچا ماٿ ڪيو بيٺي ڏانهنس نهاريو.

پوءِ انهيءَ کان پڇيائين: اوهان کي ڪالهه وٺي ٿي؟

هن ورندي ڏنيس: مون کي تنهنجي سيڪا ڳالهه وڻي ٿي. پر هُنَ سوٽي وڳي ۾ تون مون کي سرس لڳندي آهين.

اهي اکر هن نوع اهڙي ۾ چيا، جو ٻڍڙيءَ اچرج ۾ ٿي، آمالڪ وٺي سندس منهن ۾ نهاريو.

نوڪر چاڪر به پنهنجي کي گڏ ويندو ڏسي، پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا.

هڪڙو ٿو چوي: جوڙي سا واه جي ٿي ٺهي!

تنهن کي ٻيون ٿو ٻڌائي: پنهنجي خاوند جو جيئس اميرياڻي وڌيڪ سونهي.

"اميرياڻيءَ کان يرو، آنهين ٿي ڀلي! سونهن جي کاڻ کي چا کبو؟ هٽ ۾ ڏس، ڪهڙو نه پيئي ڇڄي؟ ٻيون به سڪڻيءَ ٻاهرئينءَ سونهن کي ڏٺي باهه ڏيندو! هيءَ مائي سدوري اندر جي ڪاري ته ڪانءُ آهي. ڏس ته وِڏوهه ۾ نمرتا ڀڪنس پيا."

"پر هُنَ جي اندر مان تون پيهي نڪتو آهين ڪيئن؟"

"چو؟ هُنَ جي ڳالهه ٻڌي ڪانءُ اٿيئي چا؟ پيءُ کي چيڙي، پاءُ کي ڪيئن لاوارث ڪرائي ڇڏيائين! هتي به چون ٿا، ول پيئي ولي ته ڪيئن مڙيوئي کهوٽ. ڪنوار جي وچ ۾ ڦيٽارو وجهايان."

---

محفل ۾ رت اچي پاڻ کي ڪبوتر وانگر پٽي پائنيو. وڏ گهراڻيون هونئن جيڪر نهارينس به ڪين ها، پر آلڊينهوفر جي سانگي، ڪنهن ڪي جرات ڪانه ٿي ٿي، جو ساڻس ڪٽي ڪا آبتو هلي. هيڪاري اميرياڻيءَ آلڊينهوفر ڪاڻ جو سرڻ وانگر والارا پٽي ڏنا، سو سڀن جون اکيون هن ٿي جوڙي ۾ وڃي کتيون. اميرياڻيءَ وڏائي وس هلايا، ته ڪٽي آلڊينهوفر جو ڏيان پاڻ ڏي ڇڪايان، پنج-ست گهمرا تم وٽانئس لنگهي، تہ چاٺي ٻجهي ڪنڌ ڪٽي هن جي ڪلهي سان ڇهايائين، پر هن نهاريس به ڪونه ٿي.

هيلڊار وري هيلن سان جوڙيدار ٿيو پٽي ڦريو. آلڊينهوفر کيس ويجهو ايندو ڏسي، پاٺمرادو رت کان پاسي پٽي ٿيو، پر هن يار رت سان هڪ لـڱا سو اڌ ڇڇريو ڳالهايو، نہ تہ، پيون سارو وقت هيلن جي سان لـڳو پٽي وتو.

ڏِڪَـ جو پهريون دؤر پورو ٿيو، تہ ڪن مهمانن چيو: هاڻ ناچ بہ ڏسجي. اني ٿي پڙدو مٿي ڪنيو، ۽ هيلڊارءِ هيلن ناچ ڪندا، اچي ناظرينن جي سامهون بيٺا. رت کي ڳلن تان لڙڪ لڙي پيا. دل ۾ چيائين: مون ڪان هيءَ ڳالهہ لڪايائين ڇو؟ انهن بہ تہ ڪونہ هوندو، جو چيو هوندائين، پل اوچتو ڏسيم، تہ هيءَ

اچرج ڪانه ٿي. ڇو ته جهلي پاڻ مڪانئيندم، ته ڏرڪ تي اچجانءِ ها. پڪ ٿي پڪ سمجهيو اٿس، ته هيءَ انهيءَ جي لائق نوريائي آهي، جو اُنت ڏيانس.

نوريءَ ڪان پوءِ رت وري پيون رنگ ڏنو. اميرپاٽيءَ ڳايو پئي، ته آلڊينهوفر جو ويچار الاجي ڪيڏانهن ڪجي ويو. رت جو ته هنئون ئي وڳوريو. آئي اچي اڳيانس ويٺي. ڳالهائي ته ڳالهائي نه پيو سگهيس. نوڙيءَ ۾ ڳنڍو انڪي پيس.

اميرپاٽيءَ راڳ بند ڪيو. ته رت ڏي نهاري، هن پڇيس: ڇو؟ منهنجو ڏپ لڳءِ ڇا؟ مون ته رڳو راڳ ٿي پڙو. نه ته...

پر ڳالهه پوري ڪانه ڪيائين، رت ڪي پانهن ڪان وٺي، پر واريءَ ڪوٺيءَ ۾ هليو ويو. رت جو تڏهن وڃي جيءُ جاءِ ٿيو.

ڪن ڪانه نبري، ته هيلدار هڪڙي مڙساڙوءَ کي ساڻ وٺيو، رت کي اچي چيو: آئي هن ساڻ جوڙيدار ٿي، ڇيڪلي پاءِ!

رت ورندي ڏنيس: اوهان کي سڌ ڪانهي، ته آءٌ ڇيڪلي پائي ڪانه ڄاڻان؟

”ڇا، ڇيڪلي ڪانه پائي ڄاڻين!“

”مون کي معاف ڪجو، جو مون اڳي ئي اوهان کي اها ڳالهه ڪانه ٻڌائي ڇڏي.“

”ڳالهيون ته پيون ٻه ڪي ٻڌائي ڇڏينم ها. پر ٺهيو. هاڻ ڇيڪلي پائي ڄاڻين يا نه، هن ساڻ آئي، هڪڙو-ٻه ڦير ڦريو ٿي ڪساءِ.“

”آءٌ وري بہ اوهان کان معافي ٿي گهران. ڇيڪلي آءٌ پاڻي کانہ ڇاڻان، پوءِ هڪڙو-ٻہ ڀيرا بہ ڪيئن ڪسايان؟“

هن مڙساڙوءَ تنهن تي وٺي مڇ کي مروڙيو. هيلدار کي چيائين: هڪڙي ڳالهہ ڪٿي کانہ پڌي. ڇيڪلي نہ پاڻي ڇاڻي، اڃرج ڇنبو!

هيلدار پنهنجي پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري ويو. سنگتي کي چيائين: تون زور سان آڻاري، مٿي وٺي وڃينس ڇيڪلي اوس پائيندي.

پر هن مڙساڙوءَ اڃا رت کي چيلهہ ۾ هٿ وجهي آڻاريو ئي، تہ رت ڀڄتي هٿي، هيلدار کي چيو: اوهان ليکو لنگهي نا وڃو. هڪڙي ڳالهہ ۾ بہ زور!

هيلدار مٿو ڀڃي ڪنهيو، ورندي ڏنائينس آ وري بہ منهنجو ڪنڌ هيٺ ڪيئي! خبر اجهائي بجليءَ جيئن ونڙي ٿي وڃي. دادي سچ ٿي چوي: نيات وارا مون کي تنهنجي افعالين، اڳي-پوءِ، ٽالهيؤن لاهي ڇڏيندا.

رت کي ڳوڙها ڀڃي ڳڙيا. چيائينس: آءٌ سمجهان ٿي، آءٌ هن عتاب جي لائق آهيان. پر آءٌ بہ ڪهڙي وهہ وڃان؟ ٻڌايو، ڪيئن اوهان کي خوش ڪريان؟

هيلدار وري ٻيلو ڪونہ، تڪڙو تڪڙو هليو ويو.

اتي ماسيس اچي رت کي ورائي ورتو. چي، چوري، ڪهڙو نياڪ لڳني؟ ڪنهن ڳالهہ ۾ نٿي هن سان سرچين! پائنين ٿي، تہ منٿائنتو پهريائين

پاڻ نيو، ته تو مان به ڪجهه نه پيو. وڏي الاڄي
ڇا ۾ ويٺي آهين؟ اهو سڪتو ڏر ڇگو ڪونهي ٿي،
هن ڪي ڪاوڙائي، هاڻ پتر نيو، بيٺي پٺيانس نهار.
آءُ ته سمجهان ٿي، ته وري پاڻ توڏي نهاريندو به
ڪونه. تنهن ۾ ڇگيان سمجهين، ته ساجهر ئي هتان ٽپڙ
سوءِ. وڃي داديهن پيڙي ٿيءُ.

هيءَ اڇا پيون به ڪجهه گهٽ وڌ ڳالهائيس ها،
پر مٽان ڏيٺس اچي ويئي، تڏهن هن جي زبان
به جهلي.

ماڻس ٽري پاسي ٿي، ته الائيس رت ڪي چيو: توسان
خير ته آهي؟ منهن ڇو هيئن سڄايو اٿيئي؟ آءُ ڪو
جهڄان وجهلان ٿي ڇا؟ هت ته پنهنجي گهر ۾، اسان پاڻ
مهمان پيا لڳون! اميرياڻي هلي ائين پئي، ڇو ڏ ِڪَ ٿي
ڪا پاڻ ڪئي اٿس. هاڻ اچ، ته هڪڙي ڳالهه پڌايانءِ.
آءُ پانئيان ٿي، ته اميرياڻي آلديهوفر تي چري ٿي
پيئي آهي. هرهر پيئي منجهس اٽڪي. سڌ نٿي پوي،
نيٺ ڳالهه ڪٿي بيهندي؟

ٻريا ٽي هفتا نبري ويا هئا، جيئن تنهن ڏهاڙي، هيلدار منع ڪئي هيس، تيئن رت وري پنهنجي پهلي وارين ساهيڙين وٽ ليو ڪونه پاتو هو. پاڻ به هيلدار تنهن وچ ۾ وٽس آيو ڪين، پر ڇهن نيا ٻو ڏيئي، وري هليو ويندو هو. اڳي جو رت کي ڏسندو هو، ته نهن پيا ٿرندا هئس، آها سرهائي هينئر سندس منهن ۾ رهي ڪانه هئي. منهن ۾ جي سونهن نه پيو هوندو هوس، ته ڳالهائڻ ته سندس بلاشڪ ٻورو ٿي پيو هو. رت سان اهو عرصو انت هئي. ويهي ويهي، جڏهن ايندو هوس، ته هيلدار کي صاف چئي ٿي ڏيان ته پنهنجي به نه ٻڌي؛ تنهن ۾ توهان تان حرف لٿو؛ توهان وٽ ڪا پنهنجي لاءِ ٻي لائق ڳولهن ڳوليو. پر وري انهن جو ويچار "هوش" جاءِ آئيندو هوس، تڏهن پاڻ کي هيڻيون هيٺ، مٿيون مٿي، ڪٽي زبان جهليندي هئي.

نيٺ هڪ ڏهاڙي دل اچي ڪنيس، ته اڄ ته ساهيڙين وٽ لنگهي وڃان. پياري کي به پڻ سنيار ٻائين پر پيون ڪارڻ هي به هو، جو ٻانئيائين ته ڪيئن به مڙيو ٿي آلد ينهوفر جي منهن ڪان ٿري ٻاسو ڪريان!

پيلي ماٽ لنگهي پئي، ته پڻيان ڪنهن جو آواز ڪن تي پيس. منهن ورائي ڏٺائين، ته هيلدار پئي آيو.

پڇيائينس: آءٌ به توهان سان گڏ هلان؟

هيلڊار ورندي ڏنيس: آءٌ ٽلاءِ ڏي ٿو وڃان. تون هلي ڇا ڪندينءَ؟ وات تي ٻي وندر به ڪانهي، ڪک ئي پوندينءَ.

”اوهان جي هوندي، آءٌ ڪک ڪانه ٿيندس. تنهن ڏاران اوهان سان ڪا ڳالهه به ڪرڻي اٿم.“

تڏهن بيشڪ مون سان هل. پر آءٌ ته هتان وڃ مان ئي هلون ته گهڻو وقت نه لڳي. داديءَ تاڪيد ڪري چڏيو اٿم ته موٽي سگهو اچج. پاڻ اڄ ٿپهري ڪالروٽ وارن وٽ ڪندي.“

”چڱو، هڪڙي ڳالهه هيءَ ٿي ٻڌائيمانوَ ته داديءَ ڪالهه چٺي لکي اٿم...“

”هون...“

”ڏادي ويچاري تنگ آهي. گيوبرٽ کي نيٺ جواب ڏنائين. گيوبرٽ ته وڃي مائٽن وٽ رهيو آهي. پر پاڻ دادي...“

”پر اهي ڳالهيون مون کي ڇو پيئي ٻڌائين؟ ٻيون چنتائون چت سان ٿورڙيون لڳل اٿم ڇا؟ آءٌ اڳيئي ورتل...“

”پيارا، معاف ڪجو، مون کان چڪ ٿي...“

”پر تون هن ويرو ويٺينءَ ڪيڏانهن ٿي؟“

رٽ سمجهيو، اصل ئي ٻڌائيندي سانس، ته ڏادي ٻچان ويندس، پر تڏهن به صاف چٺي ڏنائينس: آءٌ پيلاين وٽ ٿي ويس.

هيلڊار جو ڪهنڊ آيو رهيو. پڇيائينس: ”پيلا ٻن وٽ ڇو؟“

”وڃي چوان ٿي ته ٿورڙن ڏينهن ڪاڻ، مون کي ڪري پاڻ وٽ رهائين.“

”ڇو؟ آلڊينهوفر جي بنگلي ۾ آرام نٿو اچي ٿي ڇا؟ آتان به ڪڪ ٿين ٿا ڪيئن؟“

”آلڊينهوفر جي بنگلي ۾ آءٌ ڪانه رهنديس... جو نٿي چاهيان... اوهان سان... ڪؤڙي... پوان!“

”تون هي ڇوين چائي؟“

”منهنجا پيلا چاهيو آهيو، ته مون کي اتي وڌيڪ نه رهايو.“

”ڇا؟ آلڊينهوفر...“

”آلڊينهوفر جي حق ۾ متان ڪو گمان آندو اٿو. آءٌ پاڻ ڪيس ڏسان ٿي، ته اندر ۾ الاجي ڇا پيو ٿئيم. هيءُ پانسَ به ڏاڍا پاڻ سان متا هنيا اٿم، تنهن ڪان پوءِ اوهان ساڻ پانسي اٿم. تنهن ۾ آءٌ وڃي ٿي پيلاين ڪان پڇان ته داديءَ ۾ مون کي پاڻ وٽ رهائيندا؟“

”اٿنا جو هيئنئر ته بلو ڪرين ٿي، پر وهانوَ کان پوءِ اٿنا ڪٿي رهندي؟“

”وهانوَ کان پوءِ؟ وهانوَ کان پوءِ گذر سندس اسان وٽ ٿيندو.“

”اسان وٽ! سو وري ڪيئن؟“

”ڇا؟ اوهان هي چاڻا ڇئو؟ دادي اسان وٽ نه رهندي، تڏهن ڪيڏانهن ويندي؟ ويچاري اٿنا...“

”ويچاري اٺنا! ويچاري اٺنا! اٺندي به اٺنا، ويهندي به اٺنا! رکي اٺنائي اٺنا! هيءَ جا مون کي آلڊينهوفر واري ڳالهه ٻڌايئه، تنهن تان به آءٌ حسد ۾ سڙان جلان ڪونه ٿو. چڱو ڏينهن- اڏ ترس، ته آءٌ پاڻ ٿو توکي ٻڌايان. آءٌ به ڏسان، ملڪ ڪيئن پيو هلي!“

رت کي ان مهل ڏرتي به ڦاٽي جاءِ ڪانه ڏني، نه ته اماالڪ ٽپ ڏيئي، منجهس گهڙي وڃي ها. وات مان ٺڪو ڪونه ڪڍيائين، پر منهن سو هيڏ ٿي ويس. دل ۾ رکو چيائين: چا؟ سيڪ سندس پيڪ ٿي پيئي. پر هيلڊار وري جو اتي وَڏُ وڌس، ته داديهن کي تڏهن هي تنهنجا پار اڪيئي سجهيا ٿي؛ تڏهن پاڻ به شرمايائينس، ته سنڀالي ڳالهايو، اهي اوهان جا وين آءٌ ڪانه سهندي س.

”سو تون مون کي ڌمڪائين ٿي؟ تڏهن ڀلا ٻڌ ته توکي ترڙي ڪڙي اتي ئي ٻڌائي ڇڏيان.“

”آءٌ هينئر اوهان جي ڳالهه ٻڌنديس ئي ڪانه، جو اوهان جو من ٺهر ۾ نه آهي.“

”تون ڄاڻين ٿي، ته جڏهن جوش منهنجو ٺرندو، تڏهن آءٌ ڪو ڀيون فيصلو ڪندس؟“

”نه، اهو آءٌ ڄاڻان ٿي، ته پوءِ به اوهان ڪو فيصلو ڀيون ڪونه ڪندا. پر نيٺ جي ڇنٽي ڦارٽي اٿوَ، ته هيئن ڪاتيءَ سان ڇو ڇنو؟ سر هي مٿُهن، سا ڪي ڳالهه ڪري سگهو ٿا.“

”ڏيکارينم ٿي، ته ڪهڙي نه ڏهر واري سياڻي
عورت آهين! ڄاڻين ٿي، مَنَ ائين ڀِتو پاڻي ٿي وڃيم!“

”نه، اهڙي اميد مون کي آهي ئي ڪانه، پر آءٌ پاڻ
هن وقت هڪڙو فيصلو نٿي ڪري سگهان. باقي اوهان
جيڪي اکر واتان ڪڍيا، تنهن لاءِ آءٌ توهان کي ري
گهري معافي ڏيان ٿي. ٻيون ٻه، هينئر جي آءٌ اوهان جي
ڳالهه ڪري ڇڏيان ٻه، ته عمر لاءِ منهنجو اندر جو سک
ڦٽي پوي. تنهن ڪري ٻه-چار ڏينهن ٿيرن، پوءِ جي
سانده سٺيءَ سان مون کي چيوَ، ته اوهان ڪان هي
بار وڌيڪ کڻبو نٿو ٿئي، ته آءٌ پاڻ اوهان جي سک
ڪاڻ اوهان کي وڌيڪ زور ڪانه ڏينديس.“

رت ائين چئي، هلي ويئي. هيلدار ڳاڙهو ڳاڙهو
لال ٿي ڏٺو. چي، آءٌ ته چريو ٿي پوندس!

واٽ تي رت کي منهن سامهون آلدينهوفر گڏجي
ويو. آلدينهوفر گهوڙي تي سوار هو، پر هيءَ ٽڪرو
ٽڪرو پير ڪٽي، وڃي اڳيان بيٺس. چيائينس: اوهان
کي هڪڙي وينتي ڪرڻي اٿم؟

آلدينهوفر گهوڙي کي آسالڪ ڪٽي ٻيهاريو.

رت ڳالهايو ٿي، ته هيڪي ٿي: چئي، اوهان
مون نسبت الاجي ڇا سمجهندؤ؟ پر آءٌ ٻه منجهي پيئي
آهيان، ته اوهان سان ڳالهه ڪيئن ڪيان؟

تنهن تي آلدينهوفر چيس: هينئر نه، ته پوءِ گهر ئي
ڪري ڳالهه ٻڌائجانم.

”نه، نه، گهر الاجي همٿ ٿئيم، نه ٿيم. تنهن ۾ هينئر ئي پڌرو.“

”چڱو. جيئن تنهنجي مرضي.“

انساني سڀاءُ! هوڏانهن هيلڊار ساڻس ڪوڙو پيو هو، ۽ هيڏانهن هن اشراف ساڻس مٺو پئي ڳالهايو، پر رت کي دل تي گهاوُ اهڙو ئي پئي پيو!

خير، آلڊينهو فقير کي چيائين: ٻيڙيءَ تنهن ڏينهن ڳالهه ٿي ڪئي، ته آءٌ جيڪر مهينو ماس وڃي پٽ وٽان ٿي اچان، پر ويچار ٿو ٿئيم. ته پنهنجيان گهر ڪير جهلي ويهندي؛ تنهن سوڙنون پٽ وٽ به نٿي وڃان. منهنجي دادي... پر اتي نڙيءَ ۾ ڳنڍو اٽڪجي پيس. اڳتي سندس زبان هلي ٿي نه. اکين مان ٽاهه ٽاهه ڳوڙها پئي ڳاڙيائين.

آلڊينهو فقير پاڻ حيرت ۾ پئجي ويو. پڇيائينس: بابا، ڀيون ته سڀ خير آهي؟ دل تي ڪهڙو درد اٿيئي؟

”منهنجي درد جي ڳالهه ڪٿي ڇڏيو. اول داديءَ جي ته ڳالهه ڪري رهان.

آلڊينهو فقير يڪدم ڳالهه پروڙي ورتي. چيائينس: تنهنجو مطلب آهي ته ٻهڙي وڃي ڪٿي، ته داديهن اچي منهنجو گهر جهلي ويهي؟

رت وات سان ورندي ڪانه ڏنيس. ڪنڌ سان اشارو ڪيائينس، ”ها“.

”توکي جيڪس خبر ڪانهي، ته مون وٽ هيڪر ٿي آئي، ته پوءِ آءٌ وري موٽائي بنهه ڪانه ڏيان. تون سڀاڻي داديهن جي وري طلب ڪرين؟“

”دادي اوهان وٽ هوندي، ته وري آءُ گهر ٻنهي ڪان ڪنديس. ڇو ته مون کي پڪ آهي ته اوهان وٽ هوءَ ڏاڍو سکيو وقت ڪاٽيندي.“

”هيلڊار ته ڪونه اعتراض آڻيندو؟ آنهيءَ کي اها ڳالهه قبول آهي؟“

”هيلڊار! هيلڊار ته ائين پيو چاهي، ڀانءِ ته اِئنا ۾ سندس ڪجهه ڪونه وڃي.“

آلڊينهوفر کي هاڻي به پتو پئجي ويو. هينئر سمجهيائين، ته منهن ۾ موکي ۾ اداس ڇو پيئي ڏسجي. چيائينس: داديهن کي هينئر جو هينئر لکي موڪل ته هيڏانهن هلي اچي. آءُ چاهان ٿو، ته تنهنجي ماءُ ڏاڍي پريت آهي. مون کان جيتري آهر ٿي سگهندو، اوتري آهر کيس سکي رکندس.

رٿ تنهن تي سندس هٿ وٺي چپن تي رکيو. آلڊينهوفر پڇيس: هي ڇا ٿي ڪرين؟

ورندي ڏنائينس: داديءَ کي اوهان آجهو ڏنا ڏيو، تنهن لاءِ آءُ اوهان جو ٿورو ٿي ڀڄا آڻيان. آءُ اوهان کي پڪ ٿي ڏيان، ته ڀاڻ اوهان جو ڏاڍو هڏ ٺاريندي. ڇو ته ’دل سون ورني‘ اٿس.

”هيلڊار ڪڏهوڪو ڀيو تنهنجو پڇي. مهلون ٿيون اٿس، باغ ۾ پيو اچي وڃي. مون کي چيائين ته فلاڻي اچي، ته امالڪ مون ڏي موڪلي ڏجانس.“

”هيلڊار! ڪهڙو ڪم هوندس؟“

”ڏاڏو آتو پيو ڏسجي. پر تو باغ ۾ ڪونه ڏٺس ڇا؟“

”آءٌ باغ ڏي لڙيس ئي ڪانه، جو اتي ڪارولائين ۽ هيلن بيٺيون هيون!“

ايوا اٿي دريءَ وٽان ٻاهر نهاريو.

چيائين: سچ ايڊورڊ به ساڻ اٿن. پو پٽ پيو جهڻي. پر هيلڊار الاجي ساڻن ڳالهيون ڪهڙيون پيو ڪري؟ هو پيئي ته وڃن ٿيون هليون. هيلڊار، ايڊورڊ کي وٺيو هيڏانهن پيو اچي.

ايوا ڳالهايو ئي پئي، ته رٽ به ٻاهر ٿي نڪتي. پڇيائينس: پوءِ وٺس وڃين ٿي؟

رٽ جا چپ پئي ڏڏيا، ورندي ڏنائينس: ٻيون ڇا ڪريان؟ سڌو ته هونديس، ته ڪيترن ڏهاڙن کان هڪٻئي سان اکر ڪونه ڳالهايو اٿون. توکي ڪجهه چوڻو هجي، ته چؤ؟

”آءٌ پيون ڪونه ٿي چوانءِ. پر هيلڊار سان ڳالهائج مٺو. ڏسان ٿي، ته چيت تي ڏاڏي ڪا چنتا اٿس.“

”آءٌ ته ساڻس منهنجو گهٽو ئي ڳالهايان، پر ڪيس جي منهنجو ميڙاج وڻي. منهنجي به ته هاڻ جيڪس تانگهه ڏسجي ئي ڪانه ٿي.“

”متي، ائين نه چؤ.“

ايوا وري به ڳراٽڙي پائي، نراڙ تي چمي ڏيئي، چيس: هاڻ سگهي وڃ. پاڻ سنڌ وٽ پيٺو انيئي.

رت اکياس اچي پڙايس: چارلس، آءٌ آئي آهيان، ته پهريائين ته پاڻ وٽي چرڪ ماريائين. پوءِ چيائينس: آءٌ ته هيڏانهن اندر ٿي وڃون.

ڪا گهڙي ته پيئي ماٺ ۾ هئا. نيٺ هيلڊار ڳالهه چوري. چئي، تو مون کي مهلت ڏني، تنهن لاءِ آءٌ تنهنجو تهدل ٿورائتو آهيان. تو مون سان پنهنجا لائق ڪيا، جو منهنجي ڳالهه نه پڙهي.

پر هيلڊار ڳالهايو ويئي، ته رت خالگيءَ ۾ ئي پئي نهاريو. هيلڊار کي به جرات ڪانه ٿي ٿي، جو منهن سامهون ڪٿي نظر ڪريس. رت اداس اهڙي پئي ڏني، جو هن جا ڍڍر پئي ڍرا ٿيا.

پڇيائينس: تون منهنجي ڳالهه پڙهي ويئي؟

ورندي ڏنائينس: هائو!

”مون تنهنجي چٺي پڙهندي، وجي پاڻ سوڙي ڏنو.“

”آهو آءٌ سمجهان ٿي. اوهان جو منهن پيو ڳالهائي.“

”پڇيئي ڪين؟ راتيون تارا ڳڻيندي وهايون اٿم. آءٌ توکان ڪجهه ڪين ٿو لڪايان. پر سڌ ئي نٿي پوي، ڇا ٿيو اٿم. اڳي جو اندر وارو سهم ڏيندو

هوم، سو بہ چپ ٿي ويو ته ڏسجي. پر تون مون
تي ڪاوڙيل تہ ڏاڍو هوندينءَ؟

”نہ پيارا، آءٌ اوهان سان ڪاوڙ ڇو ڪريان؟“

”تون مون ڪان وڌيڪ همت واري آهين. آءٌ
تنهنجي اڳيان ڏڪو پيو ٿيان. آءٌ اها ڳالهہ پاڻ سان ٿو.“

وري ڪا گهڙي، نڪي هن ڪجهہ، نڪي هن ڪجهہ.

نيٺ هيلدار، ڳاٽ اونچو جهلي، اکيون کڻي رت
جي اکين ۾ ڪٽايون. پڇيائينس: تو کان هي درد سٺو
ڪيئن ٿيندو؟

رت وٺي چرڪ ماريو.

ورندي ڏنائينس: آءٌ ڪمہ پيس. اوهان رڳو پنهنجي
ڳالهہ ڪريو.

”آءٌ نهايت شرمسار آهيان. مون پنهنجو وچن نہ
پاڙيو. وعدو پڄم. ڊهلَ نڪو سهي سگهان. پهريائين
سمجهيم ٿي، تہ لڪ لنگهي وڃي پار پوندس. پر هينئر
پاڻ ۾ اها جرات سارين ٿي ڪانہ ٿو. ڏاڍو پاڻ سان
جهيڙيو اٿم. دل اڃا بہ پيئي تڙفي. پر لاچار آهيان.
مون تو کي انت ڏنو. تون تہ مون کي هينئر
دليؤن ڌڪاريندينءَ؟“

”نہ. اها آءٌ اوهان کي پڪ ٿي ڏيان. اوهان کي
تہ پاڻ شابس هجي، جو ڪچيءَ ۾ ٿي ڳالهہ کي سمجهي
ورتوَ. اهڙي همت بہ ڪنهن کي ٿي! وهانوءَ ٿي
وڃي ها، انهيءَ کان پوءِ ڏهاڙي پيئي ڏمري پوي

ها، تنهن کان وري ٻه، هيءُ ڇيڙو ڇيڙو، ۽ ڇڳو ٿيو.
آءٌ پاڻ اوهان جو ٿورو ٿي مڃان."

"تڏهن تو مون کي رهائي ڏني؟"

"هائو."

رت آتي جو آتي چيچ مان منڊي لاهي، پڇاڙيءَ
جو ان کي مٿاڇرو ڏسي، ڪري ٻئنچ تي رکي، جا
هيلڊار آمالڪ کڻي کيسي ۾ وڌي.

"آءٌ ڪو تنهنجي ڪاتر جوڳو بلو پيٽي ڪريان،
تون اعتراض ته ڪو نه ونديءَ؟"

"بس. ٻيو ڳالهه مون سان ٻنهه نه ڪريو. منهنجو
مٿو ٿو ڦري. مون کي ڇڏيو."

"آءٌ اجهو اٿان ٿو. پر مون کي ٻڌاءِ ته سهين،
ته تون هاڻ ڇا ٿي ڪرين؟ هتي ٿي رهي پونديءَ...؟
مون توکي ڪٿان ڪري آندو، هاڻ...!"

"دادي اجها ڏينهن-اڌ ۾ آئي ڪي آئي. منهنجو
بلو پيٽي پاڻهي اها ڪندي. هاڻ آءٌ اوهان کان معافي
ٿي گهران."

انهن چئي، پنهنجو همٿ ٿي ڏکاري ڏنائينس، ۽
هيلڊار هٿ ڪو نه ورتس، رڳو ادب سان ڪري
ڪنڌ نئڙايائين.

ايڊورڊ، تنهن وچ ۾، هئي هيڏانهن هوڏانهن نچيو ٽپيو.
تنهن جو هينئر رت کي ڏٺو، ته وجهي ٿي هلي، سو
ڇنبڙي پيس، ته مامي! پاڻ سان وٺيو مون کي ٻه هل.

رت چمي ڏيئي، چيس: تون مٺا، ڪيڏانهن هلندين؟
آءٌ ڏاڏو پري پري تي وڃان.

"ڪيترو پري؟"

"هرڻا جي ماٿر ۾!"

"آها وري پري ڪيئن ٿي! ڏاهي ٿيءُ، مون کي
به وٺي هل."

هيلڊار تنهن تي چيس: تون اوڏانهن نه وڃ. تون
اتي ئي ويهه. پر هن شيطان ڇوڪ جواب ڏنس: آءٌ
هتي ڪو نه ويهندس. آءٌ اوهان ڪان ڊڄان ٿو.

رت چا ڪري؟ تڏهن ٻي انڪل ويڙهايائين.
چيائينس: ڏس، اٿنا پيئي اچي. آنهيءَ سان گڏ وڃ،
ته مرغ ڏيکاريئي. چوندو آهين نه، مرغ مون کي ڏاڏو
وٺي تو؟ توکان هٿ سان آنڊا ڪين وٺي کائيندو آهي!

ايڊورڊ جو ڌيان جو اٿين مرغ ڏانهن ڇڪجي
ويو، سو پڇيائينس: مرغ ڪٿي آهي؟

تيتري ۾ اٿنا کير جو جام ڀري، مٿنهه وٽ اچي
پهتي هئي، تنهن چيس: مون سان هل، ته مرغ
ڏيکاريانءِ. پوءِ ساڻس ويهي رانديون ڪج.

ايڊورڊ تڏهن بس. رت جي پچر ڇڏي.
رت ويئي تي هلي، ته وري اٿنا چيس: کير ته
پي وڃ.

ورندي ڏنائينس: کير پوءِ ٿي اچي پيئان. آءٌ گهٽي
ويرم ڪانه لائيندس.

رت پٽ ڏني، ته هيلڊار، اٿنا کي چيو: دادي ٻه
ڪلاڪ اڌ ۾ اچي سهڙندي. توهين اها ڪن ايڊورڊ
کي ڪٽي پاڻ وٽ ويهاريو.

اٿنا ورندي ڏنيس: ويٺو هجي. اسان جون اکيون
ٿڪيون. ايوا کي ٿي چوان، آها ويهي ٿي وندرائيس.

هيلڊار سندس شڪريه بجا آڻي، وري پارت ڪيس:
آج لڳي هونديس. پاڻيءَ جهلو به ڪرائجوس.

اٿنا، ايڊورڊ جي پاسهن آئي، ايوا کي ڏني، ته
ايوا هيٺ مٿي پئي ٿي. پڇيائينس: توسان خير ته آهي؟

ورندي ڏنائينس: خير اڄ ڪونهي!

"ڇو؟ ڇو؟"

"هيلڊار مائٽي ڇيني ڇڏي!"

"سچ؟ پر چڱو ٿيو. پوءِ جي ڏهاڙيءَ ٻچ ٻچ ڪان،
وري ٻه شڪر، جو هينئر ئي رت جي جند آجي ٿي."

ايڊورڊ تيتري ۾ دڙها پئي هنيا. ٻنهي پينرن
جي چت چني ويو. تڏهن ٻنهي تپائي ڏنائين. چي،
مرغ؟ مرغ؟

اٿنا کي ته گهر جو ڪم ڪاج ئي گهڻو هو. ايوا
باغ ۾ وئي، وڃي مرغ ڏيکاريس.

مرغ سان رانديون ڪري، ۽ ڊوڙون پائي،
جڏهن ٿڪو تڏهن سج لٿي، ايوا موٽائي جاءِ تي
وئي آيس.

آئي ويهي ويهي، ايوا کي ٿو چوي: دادي، اهو
مرغ مون کي ڏيندينءَ ته؟

ايوا ورندي ڏنيس: تون مٺا ڪٿي رهائيندينس؟ هن جو جهنگ کان سواءِ ٻئي هنڌ گذر ٿي ڪونه سگهندو.

"آءٌ ٻاهر ئي ٿو تڏهن هتي رهي پوان؟"

"اُچ ٓ! تون وري هتي ڪيئن رهندين!"

"سچ! سون کي تون ڏاڍي وڻين ٿي. پوءِ ته، ڀلا سون کي مرغ ڏيندينءَ؟"

"آهو ته چڱو، پر هينئر بک لڳي اٿيئي؟ اڄ ته ڪجهه کارايانءِ."

"بک نه، باقي اڄ ڏاڍي اٿم."

اِتي جاري تي ڏٺائين، جو ڪير جو جام پريو رکيو هو. لسوهه ڏيئي وڃي آهو کنيائين، پڇيائين: پيئان؟

ايوا چيس: اهو ڪير رت جو آهي. پر تون پل صحت جان ڪرينس. ائنا وٽ پيون ٻه، ڪير هوندو. رت کي آتان ڏيندي.

ايڊورڊ تڪڙا ڊڪ پريندو ويو.

پر ايڊورڊ تڪڙا ڊڪ ٿي پريا، ته ايوا سمجهايس: رڳون تتل اٿيئي. ڪير جهلي جهلي پيءُ.

ايڊورڊ کي جام ڇپڻ تي ئي هو. چيائين: ڪير ٺڌو ڪونهي.

ايوا ڊنو پڻهه، جام ڪانئس ولي ڊڪ پريو، ته ڏٺائين جو ايڊورڊ سچ ٿو چوي. پر ڪير اعڙو سوادي لڳس جو ٻه-چار ڊڪ تڪڙا پيا ٻه پري ويئي. وري جام ايڊورڊ کي ڏيئي، چيائينس: پيءُ چڏ.

رٽ ماڙ ۾ ڦهندي ٿي وڃي جهرڻي جي ٻنءِ تي
ويٺي. هوڏانهن مٿي ۾ ٽان ٽان، ڪنن ۾ ٽاڙيون،
ڇاتيءَ ۾ ٽڪ ٽڪ پئي ٿيس، هوڏانهن ساڳئي ٽائي
ائين ٻہ پئي ڀانئيائين، جو دل تان وڏو بوجو لهي
ويو اٿم. تڏهن ٻہ ائين ڪونہ ڄاتبو، تہ هينئر ڏک
ٿيس ٿي ڪونہ ٿي. ڀلا آسون اميدون سڀ ڇٽي ٿي
ويس. ڪيڏا ڀانءِ تہ اندر ۾ سٽا ڳنڍيا هئائين!

ويهي ويهي، پنهنجي منهن ٿي چوي: هينئر آءُ
سنڌس منهن تي تہ ڪانہ چڙهنديس. آءُ هتان ماڳهين
ڀڄي ٿي وڃان. ائين ٿي ڪنهن جو آواز ڪن تي پيس.
ڪنڌ مٿي ڪيائين تہ آلڊينهوفر اڳيانس بيٺو هو،
جنهن سنڌس ڳالهائڻ ٻڌي ورتو هو.

چيائينس: تون هتان ڀڄي ڇو وڃين؟ آءُ توکي
ڇڏيندس ٿي ڪين. آءُ انهيءَ ويل کان تنهنجي ڪَڍِ
لڳو اچان. مون کي پڪ هئي، تون اوس هتي ٿي
اچي آرامي ٿينديءَ. آءُ سمجهان ٿو، تنهنجي ڇا ڇا
هوندي تہ آءُ توکي هن ويل ڪجهہ چوان نہ، پر
توکي ويٺي ٿو ڪريان تہ مون کي ڇَڏ نہ وڃهہ،
ڇو تہ آءُ تنهنجو ڇيو مڃيندس ٿي ڪونہ، ڀوءِ ڇا ٻہ
ٿي پوي.

رٽ منٿ ڪيس: هينئر مون کي ڇڏيو. هينئر آءُ
ڪاٻہ ڳالهہ ڪانہ ٻڌنديس.

”مون ڏي تہ مٺي نهار.“
”مون تي ٻاجھہ ڪريو. مون کي ڇڏيو.“
”ٻاجھہ تون مون تي ڪر، منھنجي ڳالھہ ٻڌ.“
”ٻاجھہ! آءٌ نماڻي اوهان تي ڪھڙي ٻاجھہ ڪريان؟
اوهان کي ٻاجھہ جي ڪھڙي درڪار؟“
”مون کي ڪھڙي درڪار؟ آءٌ پاڻ چئي نٿو سگھان.“
رت ڪٽي ماٺ ڪئي.

”چوويھين ورهين جو هوس، ڪنهن هنڌ ناچ
پئي ٿيو. منھنجي اکين ڪنهن مرگھہ-نين سان اک
لڳي ويئي. ٻارهن مهينا اسان ڪنهن نياڪر کي
انت ڪونہ ڏنو. تنهن وچ ۾ هن جي ماءُ بہ ڪا
گذر ڪري ويئي. ماڻس جو عذر لٿو، تڏهن مون
منٿ ڪيس تہ هاڻ وڌيڪ نہ ترس. پر مون کي
دلاسا پئي ڏنائين، آءٌ آتس چريو هوندو هوس. نيٺ
هڪڙي ڏينهن اخبار ۾ چا پڙهيم، جو جنهن کي مون
الاجي ڇا ڪري ٿي سمجھيو، سا وڃي ڪنهن امير
سان پرڻي! منھنجو هوش گوش آڏامي ويو. من
ماندو، دل بي آرام، چوان پيو هي ٿيو ڇا؟ آءٌ
ديوانو ٿي پيس. اهڙيءَ حالت ۾ ڪم ڪنهن ڪان ٿو
پڄي؟ تڏهن شهر ڇڏي، اچي هي جھنگ وسايم.
جھنگ مون سان وڙ ڪيو. آءٌ سندس ڪھڙو ڳڻ
ڳايان! هن جي بيوفائي مون کان بنھہ وسري ويئي.
باقي سندس مورت مون وٽ نشانيءَ طور هئي، سا بہ

تنهن ڏاڙي ياد هوندءِ، تنهنجي ڏسندي سورت ڦاڙي هن
جهرني ۾ اڇلائي ڇڏيم. من منهنجو پيءُ ڪڙيءَ آيو،
ته آءٌ علم جي تحصيل ڪي لڳي ويس. سنسار ڪي به
مون وساري ڪونه ڇڏيو. پر سنسار جي پٽيان ديوانن
وانگر ڪونه ٿي پيس. ڪنهن ويل اوچتو چو نه
هڪڙو سدا گلاب هن پيلي ۾ ٽڙي بيهي! مون کي
سندس اچائي ۽ پوترتائي ڏسي جيڪا سرهاڻ ٿي!
دل جو ڪنول ڪلي پيو. پر هن ٿيءَ ۾ عقل عشق
تي غالب وڏيڪ ٿو رهي، تڏهن پاڻ پٺي روڪيم.
نيت جڏهن پڪ ٿيم ته اهو سدا گلاب ٿي پنهنجي
هٻڪار سان مون کي معطر ڪندو، تڏهن مجاڻ ڪو
پيون اچي وچ ۾ پيو! پر سمي پيئي، سندس ڪاتر
سدا گلاب ۾ اهو اڳوٽو ڏپ رهيوئي ڪونه. هڙو
بي بها جوهر جهيڙو پٺي لڳس. تڏهن ڪٿو ٿي ڪٿي
ان کي پٽ تي اڇلايائين. پر هن پيري مون دير
ڪئي ڪانه. امالڪ ڊوڙي اچي ان کي پٽ نان
کنيو اٿم! اڳيئي دير وجهي دل کي درد رسايو هوم.
منهنجا سدا گلاب! منهنجا املهه ماڻڪ! منهنجا بي بها
جوهر! توکي آءٌ ڇا چوان؟"

هي ڪير هو؟ آلدينهو فر هو! جنهن جي يا ته
ڪنهن ۾ اک ڪانه ٿي ٻڏي! جنهن اميريائيءَ کي
به ٺوڪاري ڇڏيو هو.

رت ڪان پڇيائين: پوءِ آءٌ آس رکان؟ تون مون
تي وڙ ڪندينءَ؟

رت ورندي ڏنيس: آءٌ گھوري وڃان. آءٌ اوهان جي، اوهان جي آهيان.

آلدينھوءَ متو آگھاڙو ڪري، ٻانھون ٻڌي، ڌڻيءَ جا ٿورا مڃيا.

رت پڇيس: هي ڇا ٿا ڪريو؟

ورندي ڏنائينس: ڌڻيءَ جا ٿورا ٿو مڃان، جنھن نيٺ مون کي دل جو دلبر ملايو. پوءِ ڪٺي رت کي ٻاڪر ۾ جھليائين، ۽ نرڙ تي چمي ڏنائينس.

رت کي پھرينءَ رات وارو سپنو اچي ياد پيو. چيائين: هاڻ سمجھيم. سپني ۾ به بابي اوهان ڏي ئي ٿي اشارو ڪيو. سو نيٺ منھنجو سپنو سچو نڪتو.

آلدينھوءَ ورندي ڏنس؟ مون به هن مائٽ ۾ اچي پناهه ورتي، ته پرينديءَ پرون ٻڌم، ته مون سان به وڙ نيٺ هتان ئي ٿيندو. سو ڏس، ته منھنجي آس به هتي ئي پوري ٿي!

پر رت کي اڃا هڪڙو ڪُنڪو دل ۾ هو، پڇيائين: پوءِ دادي؟

آلدينھوءَ چيس: داديھن تان تو ڪڏهوڪو هٿ کنيو. هينئر دادي ڇا جي؟ داديھن هينئر منھنجي حوالي. پرينديءَ ڪين شرطائي ڇڏيو هومانءِ، ته هيڪر مون وٽ شئي آئي، ته آءٌ اها موٽائي ڏيان ئي ڪانه؟

---

آءُ تو کي ڏارين وٽ ڪيئن ڇڏيندس؟ منهنجي رات ڏينهن جي ننڊ ڦٽي پوندي. تون حال ڀڳڙيءَ سان گڏ اسان جي گهر ۾ ٽڪي پيئي هج. داديهن جيسيتائين اچي، تيسيتائين آءُ پاڻ وچي ٽو ڀيلاين جي مٿان، ماڙيءَ منجهه رهان. ائين ته ٺهيو؟

جهنگ مان موٽندي، ڪالهيون ڪندا پئي آيا، تڏهن واٽ تي اهو به ذڪر نڪتو. پر رت جيڪو آتر ڏنس، سو آلدينهوفر ٻڌو ٿي ڪونه، ڇو ته ان ويل سندس ڌيان داختر جي گاڏيءَ ڏي ڇڪائجي ويو، جا ڊوڙندي ائين پئي ويئي، ڄاڻ ته سندس ڇيلهو پٽ سان ٿي ڪونه ٿي لڳو. ڇيائين داختر ڪي شايد ڪٿان تڪڙو سڏ ٿيو ٿو ڏسجي، تڏهن ڪري گهوڙي کي ڇڏيو اٿس.

رت اتي ڏٺو، جو گاڏي ڦيرو ڪائي، يڪدم جهنگ واري سڙڪ ورتي. تڏهن ڊپ وچؤن پڇيائين: ڀيلاين جي گهرن ته ڪونه سڏايو اٿس؟

آلدينهوفر چيس: منهنجي جان! تون ڊپ ڇاجو ٿي ڪرين؟ آتي مڙيوئي خير هوندو! هن سڙڪ تي رڳو ڀيلاين جو گهوڙو ته ڪونهي.

”ائنا ويچاري منهنجي لاءِ اڪيون پايو ويٺي هوندي. مون چيو هوماس، ته موٽندي، اوهان وٽان ٿيندي ويندس!“

هينئر تہ دير ٿي ويئي آهي. سياڻي مون سان گڏجي وڃڻ هلج، تہ پڌائيندا سون تہ مونکي منهن ڇو ڪين ڏيکاريو سين. پيو مون ٿي ڇيومانءِ تہ داديهن اعتراض نہ آڻاريو، تہ آءٌ توکي ٻن-ڇئن ڏهاڙن ڪاڻ پنهنجن ساٿاڻن ۾ وٺي هلندس. منهنجا مائٽ ڏاڍي تنهنجي آءٌ ياءٌ ڪندا. تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي؟

”جيڪا اوهان جي مرضي!

”تون هاڻ منهنجي ٿينءَ. آءٌ توکي پاڻ کان ڪڏ ڪين ڌار ڪندس. منهنجي اها اصل ٻر آهي، جو جن سان قرب ٿئي، تن کي پاڻون پري ڪريان ٿي ڪين ان ڏس ۾ آءٌ ڏاڍو مطلبي آهيان!

”آءٌ بہ اوهان کان پل ڪين پري ٿيندس. سچ ٿي چوان، مون ڀريائين اوهان کي ڏٺو، تہ منهنجي روح ريلو اوهان ڏي ٿي ڏنو.“

آلڊينهوفر جي دل ياوَ سان ڀرجي آئي. خوشيءَ ۾ گڏ گڏ پئي ٿيو. ٻيئي ٻيئي حال اچي ويس.

رت کي باقي آنهي ويل کان ٿي وٺي چونرا کونرا لڳي ويئي. وري جو ڏٺائين، تہ ٻٽيون کٽي ماڻهو ٻنگلي ۾ پيا اچن وڃن، تڏهن کيس وحدت مان جاڳائي ڇيائينس: پير تکڙو نہ کٽو. ڏسو ٿا، ٻنگلي تي ڊڪ ڊوڙ پيئي پوي.

هي ٻيئي ٻنگلي تي آيا، تہ ماڻهن وٺي پڪاريو: سائين اچي ويو.

هن پڇيس: خير آهي؟

ٻڍڙيءَ چيس: خير ڪونهي. داختر کي اوهان وات تي ڪونه ڏٺو ڇا؟

”هائو. پر سو ڇا؟“

”پيلاڻ جي وات تي ڳالهه ڪانه ٻڌيوَ؟“

”نه.“

”ويچارن مان ڦهر ٿي چڪو آهي. اکهٽو وٺائن ماڻهو آيو، چي، رٿ کي ٿا ڪوٺين، جو ايوا ۽ ايڊورڊ کي الاجي ڪنهن زهر ڏنو آهي.“

رٿ جو ته هينئون اڪيئي ٻٺي وکهريو. باقي به پيٽ ۾ اچي گهوڙا پيس.

آلڊينهوفر سندس چيلهه ۾ ٻانهه وجهي، ٻڍڙيءَ کي چيو: رٿ جي خاص پارت اٿيئي. سندس بدران آءٌ ٿو وٺن وڃان.

رٿ جا گهٽ ته گهٽجي ويا هئا، تڏهن به جيئن تيئن اکر وات مان ڪڍي، آلڊينهوفر کي ليلائي چيائين: پاڻ سان گڏ مون کي به نيو. هيڪر ته هلي ايوا جو منڙو منهن ڏسان.

آلڊينهوفر سمجهايس: تنهنجا آنڊا پيا منهن ايندا. تنهنجو ٻت ڪريو، ته جاڙين ڪونه ٿيي، مون کان ڇا آڇهندو؟

پر رٿ روئي رڙي. چي، آءٌ به اوس هلان. مون کي نه ته آرام ايندو ئي ڪونه.

نيٺ جڏهن آلدينهوفر ٻڌايس تہ تون هيئن ٻاڻ سهسائيندينءَ تہ تو ڌاران حياتي باقي بہ مون کي وِهہ ٿي لڳندي، تڏهن لاچار ڪٿي سنڌس چيو مڃيائين. چي، چڱو ڀلا آءٌ ويهان ٿي.

آلدينهوفر جي اکين مان سرهائي ثابت پئي بکي. ڀاڪر پائي چيائينس: آءٌ سمجهان ٿو تہ دل تنهنجي رهي ڪانہ ٿي، منهنجي ڪاتر ڪٿي پاڻ پليو اٿيئي. پر آءٌ توکي وينديئي اجها ٿو خير خبر موڪليان.

ڀدڙيءَ کي هيءُ رنگ ڏسي ماٺ پئي لڳي. دل ۾ پئي چوي: آلدينهوفر ڇوڪريءَ سان هيئن قربائتو ۽ حجائتو چالاڪ پيو ڳالهائي؟

آلدينهوفر بہ سمجهيو تہ ڀدڙي کهڙا پئي سوچ ويچار ڪري، تڏهن ٻڌايائينس: هيلدار سائس اڄ مائٽي ڇني، ۽ مون وٽي سائس آميري ٻاتي.

بس ڀدڙيءَ جيڪا تنهن تان ٿيان ٿيان ڪئي! اجا بہ هوءَ بد خبر نہ ٻڌي هجيس ها تہ الاجي ڪهڙيون واڌايون ورائي ها!

آلڊينھوفر اندر گھڙيو، تہ ڀيلاين جي گھر ماتم لڳو پيو ھو. ايڊورڊ کي رڙ جو ڪينھو اچا ھٿ ۾ ني ھو، جو منجھند ٽاڻي ايوا کان حجت پائي ورتو ھئائين؛ ۽ نرسنسي پلنگ تي پيو ھو.

اميرياڻيءَ ھٿ پٽي مھٽيا، ۽ پارڪيڊي پٽي رنائين،

آلڊينھوفر کي اھو ئي وسواس، تہ ھيءَ ڀال ـ ھچا ڪھڙي پاپي جيوَ کان ٿِي ھوندي؟ ويچار آيس، تہ متان ٻئي ڪنھن جيوَ جو ڪيتو، ھيءَ ابھم تہ ڪونہ ٿو لوڙي؟ پر انھيءَ ويچار کي وري ھٽائي ڇڏيائين. ڇي، نہ. ائين پٽيءَ نہ ھوندو.

اميرياڻيءَ کي اُن ويل بہ ڪم جي آڳ ديوانو بنائي ڇڏيو. آلڊينھوفر کي اچي لڳي، تہ ھاڻ تہ پنھنجو ڀال ڀلاءِ. تنھن ڀانھيءَ جون ڀيون آسون اميدون تہ سڀ چٽ ٿيون!

آلڊينھوفر گھڻو ئي سمجھايس تہ ھھڙي نازڪ وقت تون اھي ڳھيلائيءَ جون ڳالھيون نہ ڪر. پر ھوءَ ڪم ـ وس ڪاٿي ھوڏ ڇو ٿي ڇڏي؟ ڇي، اجھا تڏھن سا ڀانھي ڪھڙي گنھگاري ڪئي؟ سا ڀانھي پنھنجي مٿي آندي کان ٻہ وچڙي، تڏھين بہ تون سندس گناہ او سراڻ نٿو ڪرين؟

آلڊينھوفر کي سندس فضوليءَ تان ھيڪاري ٻچان ويٺي. چيائينس: آءٌ بہ تنھنجي ٻولي سمجھي نٿو سگھان.

هي حادثو ڏسي، منهنجي ته زبان ئي نٿي وري. تون
ڀانئين ٿي ڇا، ته مون سان تنهنجي پرچاءَ خاطر هن
ٻالڪ جو صدقو درڪار هو؟ تنهن ۾ پنهنجي من کي
ڌيرج ڏي. ڀڳوان جو ڀاڳو مٺو ڪري ڀوڳڻ.

”آءُ هي صدقو تنهنجي ڪارڻ ئي ڪيان. سو
تون مون کي جيئدان ڏي.“

”پوءِ جنهن هيءُ پال- هچا ڪئي...؟“

آلڊينهوفر تڪ پوري ڪانه ڪئي هئي، ته هيلڊار
اندر لنگهي آيو. اکين ۾ جوت هيس ئي ڪانه، ۽
منهن مان ٻه رت ڇڙ بنهه سڪي ويو هوس. پاڻ
ته قبر مان اٿي آيو هو.

ڪارولائين نڪا ڪئي هم نڪا ڪئي تم، اچي
پاءُ جي مٿان پيئي، ۽ کيس ڪوٽ کان جهلي،
چيائين: خون اجهو هن ڪيو!

هيلڊار جو هوش جاءِ ڪونه هو. نهاريائين
وائڙن جيئن پئي.

پيٽس پڇيس: خون برابر تو ڪيو نه؟ جيئرو هو
ته وڏيهو تنهنجو ئي ٿي ويو! تو هي ڪم ورثي
خاطر ڪيو نه؟

هيلڊار ڏانهنس نهاريو ڪونه ٿي. پنهنجي روءِ سوءِ
پئي چيائين: هائو، هي ڪم مون ڪيو!

اميرياڻيءَ کي باقي ٻه ڇر لڳي ويئي واڪو واڪاڻ
اهڙي لڳائي ڏنائين، جو پاڻ ته ڦاٽي ٿي.

جي، مٿس، هي تو ڪهڙو قهر برپا ڪيو؟ ورٿي
ڪاتر ويهي تو منهنجو نچندو ٽپندو ٻچو سهسايو؟
ڪهڙي انڊ ورتءِ؟

هيلبدار بت ٿي ٿيو بيٺو هو. چيائين: هائو، هائو،
سچ ٿي چوين. مون کي انڊ الاجي ڪهڙي اچي ورتو!

هيلن جا اتي هتڪي هئي، ۽ ساهيڙيءَ سان گڏ
گوڙها پئي ڳاڙيائين، تنهن، ان تان پڇيس: تنهنجي
هٿ ڇيو ڪيئن ڪيو؟ ڪارولائين ڪان ورٺو گهرين
ها، ته ڪانءَ ڏنيئي ها ڇا؟

تنهن تي ورندي ڏنائين: ورٺو؟ مون کي ورٺو
کپيئي ڪونه! ورٺو وڃي ايڊورڊ کڻي! اتي چوڪير
نهاريندي، آلڊينهوفر تي اک پئجي ويس. تڏهن ان
کان پڇيائين: پر او هان هتي ڪيئن پيا ڏسجو؟

اهو سوال هن ڪان پڇي، وري پهر چوڪير نهار
ڪيائين، پانءَ ته ڪنهن پئي جيو ڪي به ٿي ڪوليائين،
ته مٿان اهو به نه هتي هجي. پر اتي ئي اڇانڪ ماري،
اچي پاڻيجي جي لاش تي پيو. رڙ ڪري پڇيائين:
ايڊورڊ کي ڇا ٿيو آهي؟ ڇا، ايڊورڊ مري ويو؟

آلڊينهوفر سمجهيو، ته هيلبدار پنهنجي هانءِ ۾ نه
آهي. ڏاڍو دل ۾ ڏک ٿيس. پر ڪنهن جي وس
جي ته ڳالهه ڪانه هئي.

اميرياڻيءَ سو وري اچي پاڻ کي آپري ورتو.
چي، هيڏا تهڙا، پانس پاسي وري آلي ٿو وڃين؟

هيلدار جي مٿي ۾ اچا ڳالهه چڙهي ويٺي ڪانه ٿي. اڪيون ڦاڙي، آلڊينهوفر ڪان پڇيائين: هن جو موت ٿيو ڪيئن؟

آلڊينهوفر ورندي ڏنيس: چون ٿا، ڪنهن زهر ڪارايو اٿس.

”زهر؟ زهر ڪنهن وٽ هو؟ ڪنهن جي هن ٻالڪ سان عداوت هئي؟“

”زهر تو وٽ ئي هو. تنهنجي ئي ساڻس عداوت هئي. تو ئي کيس زهر ڏنو. آءٌ ثابت ڪري ڏيکاريندس.“

پر پيٽس هيءَ ڳالهه ڪئي، ته به هيلدار تي اثر ڪين ڪو ٿيو.

اتي داڪٽر اچي آلڊينهوفر کي ٻڌايو، ته هوڏانهن جو ٻيون پيراٽي پيو آهي، جو باقي پل-اڌ مس ڪڍي، سو تو اوهان کي سڏي.

آلڊينهوفر اندر گهڙيو، ته ايوا جي اکين ۾ نئين جوت اچي ويئي. ساهه جيتوڻي آيو پئي ڪنيائين، ته به آلڊينهوفر کي ڏسي، چيائين: آءٌ پران تياڳيان، تيستائين اوهان هتي ئي ويٺا رهجو.

آلڊينهوفر کي به اکين ۾ پاڻي اچي ويو. جوان نينگر هيڏي پيڙا پئي سٺي، ته به جهڄي وجهلي ٻنهه سگهانه ٿي.

ايوا پڇيو! نيٺ خبر پيئي يا نه، ته ڪير ۾ زهر ڪنهن وڌو؟

ائنا ورندي ڏنيس: پينڙ ي، اڇا ته سڌ نه ڪانه
ني پئي. پر سون ڪير جاري تي رکيو، تنهن ويل
پرسان بيٺو رکو هيلبار ئي هو.
ايوا چپن ۾ چيو: هيلبار بيڏوهو آهي. مٿان ڪو
هيلبار کي ڏوهه ڏيندو هجي!
وري آلدينهوفر کي اشارو ڪري، پاڻ ڏانهن
سڏيائين. آلدينهوفر ويجهو آيس، ته پڇيائينس: رٽ
جي ڪا خبر؟

آلدينهوفر ورندي ڏنيس: رٽ هاڻ منهنجي آهي.
ايوا جي اکين ۾ وري چمڪاٽ ٿيو، پر ساڳيءَ
ويل ڳل تان ڳوڙها به ڪري پيس. ايوا پوءِ پل-
اڌ مس ڪڍيو. هٿ آلدينهوفر جي هٿن ۾ ئي هوس،
ته دم ڏنائين.

آلدينهوفر کي تڏهن پتو پيو، ته هن ستياڻيءَ جي
دل ۾ به پاڻ ڪهڙا نه پاوَ آٿاريا هئائين!
پيلي مان سوٽي پئي آيو، ته ساڻس گڏ داڪٽر به هو.
پاڻ ته ويچارن ۾ ئي محو هو، پر داڪٽر جي زبان
پئي هلي. چئي پيو: زهر به ڪو قاتل ئي ڏنو. ترياق
پڙيو ئي ڪونه. پر هيلبار نسبت ڇا ٿا سمجهو؟
آلدينهوفر ٺهه ٺهه ورندي ڏنيس: هيلبار بلڪل بيڏوهو
آهي. هيلبار کان اهڙي هڇا ڪڏهن ڪانه ٿي هوندي.
"اوهان ڳالهه ائين ٿا ڪريو، پاڻ ته سندس
اندر مان پيهي نڪتا آهيو. سائين، طمع ڪارڻ ماڻهو

الاجي کهڙا کهڙا کم ڪري ٿو ڇڪي! پاڻ بہ ڏٺو، ڀرپائين ڏوهہ پاڻسي، پوءِ ڪيئن الي ويو؟ خود پيٽ بہ کيس ٿي ٿي خوني ٺهرائي. ڀيون تڏهن ڪنهن ڪان هڙو هڇا جهڙو ڪم ٿيو هوندو؟ هي تہ وري بہ پاڻيجو آهي. پر اهڙا بہ قصا ٻڌا هونداسين، جو پيٽ چاون خود چٽيندڙن کي نهوڙي نيو هوندو!"

"۽ ڪڏهن ڪڏهن خود چٽيندڙن پنهنجن سڪيلڌن پيٽ چاولن کي کپائي ڇڏيو هوندو!"

"يعني تہ؟"

"هينئر انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃو. منهنجي دل ۾ تہ الاجي کهڙا کهڙا آڌماند پيا اٿن! پر چا، اوهان پائنيو ٿا، تہ هيلڊار تي تهمت ثابت ٿي سگهندي؟"

"تنهن ۾ تہ شڪ ئي ڪونهي. جاري وٽ ان ويل ڪانئس ڏاران ٻيون ڪير هئو ئي ڪو نہ. ورثي ۾ وڏ ٻپو سندس ئي ٿي ويو. باقي پاڻ ٻچاءُ ڏئي، تہ آءٌ ماڳهين سر زمين تي ئي ڪو نہ هوس، پوءِ جيڪس چئبي بہ وڃي."

"پر ڪير جو جام ائنا جاري تي رکيو تہ رٽ ڪاتر ئي هو؟"

اهو سوال پڇيائين پئي، تہ وري دل ۾ ئي غيرت آيس، پر انهيءَ کي بہ جهڙي ڇڏيائين.

"خير، پر هيلڊار صاف ائنا کي ڇيو، تہ ايڊورڊ کي آج آهي، ٻاڻي جهلو ڪرائجانس."

”ويچاريءَ جو هڪڙو پنڙيو پٽ، مُٺيءَ منيءَ جي
نشاني، چؤ ٻاڻس جو جگر، ورٺي ڪاتر ويهي جيو-
هڇا ڪئي اٿس!“

”ٻاڻس تہ آتانس گهورون پيو گهوريندو هو،
پوءِ ٿيس ڇا؟“

”اها رڳي ٻاهرين ڇٽ ڇٽ. اندر ۾ ڪي ڇريون
هيس. پٽس ماڻهيءَ تان ڪيترو جهليس، پر نيٺ
پنهنجي ڳالهہ مٿي ڪيائين. تڏهن هن بہ لاوارث
ڪري ڇڏيس!“

”هانوڙي زانا! اها الاجي ڪهڙا رنگ ڏيکاريندين!

سچ ڪنهن ڪانہ ڪئي هئي، تہ خلقون اچي
ٻيلاين جي مکان تي مڙيون هيون. پوءِ شڪارا
ڀري، اٺين ٻئي پاڻ ۾ ڏنيائون.

ٻڍڙيءَ سان گڏ رت بہ اچي ويئي هئي. تنهن جي
ڪن تي جو هيءَ پڙلاءُ پئي پيا، سا هيٺ مٿي پئي
ٿي. منجهند ڌاري سرڪاري ماڻهو بہ اچي ويا.

ٻڍڙيءَ چيس: ماڻ آءٌ تہ پاڻ بہ پٺتي ورون.

وراڻي ڏنائينس: آءٌ هينئر ڪانہ ٿي هلان.

”مون کي تاڪيد ڪري ڇڏيو اٿس، تہ اڪيلو
نہ ڇڏجانس.“

”پر آءٌ ڪيڏانهن ٻچي ڪانہ ٿي وڃان. آءٌ هتي ٿي

ٿي ٽرسان. ڏسان ڪنهن کي ٿي جرات ٿئي، جو
هيلدار تي ٿو تهمت رکي؟"

رٽ اهي اکر اهڙا زور سان چيا، جو اُنا کي ٻڌي،
ڏاڍو سراپ وٺي ويو.

ٻڍڙيءَ چيس: آءٌ تہ وڏيڪ ڪانہ ترمي سگھنديس.

ورندي ڏنائينس: تون ڀل وڃ. ماڻهو ويٺو هجي.
"ڇگڙ، ائين ٿي ڪريان."
"آءٌ ٻہ، تحقيقات ٿي رهي تہ اجها آيس."

سرڪاري ماڻهن اظهار وٺي، آ.الڪ ڪٺي هيلدار
کي گرفتار ڪيو. رٽ کي اکين اڳيان انڌ اچي ويو.
موٽي پئي، تہ سڌ ڪانہ ٿي پيس، تہ ڌرتيءَ تي ڪا
پير ڪوڙيان ٿي يا نہ. جاءِ تي پهتي، تہ ٻئي وٽ ٿي
پورهيت ٻڌايس، جو دادي ڀيڻ اچي ويئي. هن ڀانئيو
تہ ڏاڍي سرهي ٿيندي. پر هن رکو وانڱر جيئن وٺي
ڏانهنس نهاريو. اندر صفي ۾ گهڙي، تہ اُنا ٻاڪر
۾ جهلي پڇيس: آءٌ آئي آهيان، توکي سرهائي ٻہ
ڪانہ ٿي ٿئي؟ تڏهن ٻہ ڀيڻ جي گردن ۾ لٽڪي،
رکو چيائينس: هيئنر ڇڏينم. آءٌ ڇانڻ آيس.

ٻڍڙيءَ نہ تہ هيتري مهل پئي مشڪيو. تنهن جو
سندس هي حال ڏٺو، سو پڇيائينس: پر وڃين
ڪيڏانهن ٿي؟

ورندي ڏنائينس: آلڊينهوفر وٽ. ماڻس تڪڙي
ڪالهہ ڪرٽي اٿم.

ڀيٽس چيس: ٻيهہ تہ آءٌ توسان گڏ هلان.

تنهن کي جهليائين: ”چيم تون ونس پوءِ وڃ.
آءٌ ساڻس ڳالهه، پنهنجي منهن ڪنديس!“

ائنا ۽ پيڙي وائڙيون ٿيون، پر هيءَ وري بيٺي ٻه
ڪانءِ ڏاڪڻ تان ڇڻ ٽپندي ويئي.

آلدينهو فر پانهون پڌيو، سبز ڪمري ۾ بيٺو هو.
پاڻ ته چاڻ هوس، ته رت هن ٽاڻي اوس ونس ايندي.
هيءَ درو ٽ آئي، ته جيڪي سو هٿي، پر وري همٿ
جهلي، اندر گهڙي.

آلدينهو فر رکو ڪنڌ ڪٽي ڏوٽيو. اکيون آليون
۽ چهرو زرد هن مڙس جو ٻه هو.

”پوءِ اوهان ڇا ٿا پائيو؟ منهنجو مرڪ ڇا آهي؟“

واتي ويڻ ررندي وري ٻه ڪانءِ ڏٺائينس. رکو
وٺي منهن ۾ نهاريائينس. انهيءَ نهار جو بيان نه قلم
نه ڪلام ڪان پهچندو. قلب پنهنجي ڪلپنا ٻوڙائي!
ڪنڌ ائين ڪري نٽڙايائين، ڇڻ پنهنجي موت جي وارنٽ
تي صحيح ٿي وڌائين. پسي بنهه، چپ چاپ لڳي پيئي
هٿي. باقي دلين جي دڪ دڪ ما ثابت پئي پڌي.
پلا پنهنجيءَ پٽر ۾ جٽي جٽي وڏو معاملو ڪري منڊيو
هو. آلدينهو فر ته جنسي ٻنو ٿي. سڏڪا پئي پريائين،
منهن کي هٿ ڏيئي. ڪرسيءَ تي ليٽي پيو.

ڪهڙي ٿي گپ چپ ۾ هڪيئي سان سٽ سٽيائون؟
ڪهڙي ٿي ڳجهه ڳوهه ۾ منزل چتايائون؟ بنان واتي ويڻ
ڪهڙا پئي گهاٽ گهڙيائون؟

رت به پنهنجي پريتم جي پيرن ۾ ڪٺي ڪوڏا ڪوڙيا. منهن مان سنڌس ائين پئي ڏٺو، جو پاڻو مٿو ڪري ٿي پوکيائين. پر ڳالهائڻ ڪونه ٿي اڪليس. تڏهن به جيئن تيئن زبان چوريائين. چيائينس: پيارا، آسرو نام جو. آلڊينهوفر پڇيس: بس، تڏهن پئي واهه ٿي ڪانهي؟

ورندي ڏنائينس: نه، آءٌ هيئنر پرسانس هئڻ گهرجان. لوڪ آتس فتوا ڏني، هاڻ وارو منهنجو آهي.

”پر توکي جواب ته پاڻ ٿي ڏنائين؟“

”پيارا، اهو ڪالهه!“

”سچ، ڪالهوڻي ڳالهه ڪالهه هئي. اج جي آءٌ توتان آسرو نه پليان ته هن کي چڻ ڦري فقير ڪريان!“

”لو ديئر!“

”پوء جو پلا کو ويچار ڪيو ائيٿي؟“

”نه، انهيءَ لاءِ وقت ٿي ڪونه مليو اٿم. جي چئو، ۽ دل شاهدي پيئي ڏئيم ته چنڊو اوس، ته...

تڪ اٽپوري ڪيائين، باقي اکر کيهي ويهي. آلڊينهوفر سڀهي ڪيو ته مطلب چا اٿس. پنهنجي هٿن سان پنهنجي ڪنڌ تي ڪهاڙي ٿي وهايائين.

”۽ جي عدالت سزاياب ٺهرائيس؟“

”تڏهن ته هٿون منهنجي ڏي جي گهٽي گهرج ڏينديس. هرحال ۾ هاڻ آءٌ سنڌيس آهيان.“

”تنهنجو چم نڌيو، هي سفر وڏو، ان جو ڪو ويچار ڪئي ٿي ٿو، يا نه؟“

”اِمي چاڻ مون کي هن مهل ڇو ٿا وجهو؟ ڇاتو
کين ٿا، ته آءٌ هينئر مڙنديس بنهه ڪانه؟“

”توکي جس هجي! مون کان وڌيڪ همت واري
تون آهين. ڌڻيءَ جيڪس مون کي اپابوڻي انهيءَ لاءِ
ته آءٌ عمر ڇڙو ڇانڊ رهان. پر آئيندي آءٌ توکي ياد
ڪيو پاڻ کي ڏڍ پيو ڏيندس. لوڏهئر جي مڱينديءَ
جو اهوئي لائق آهي. آءٌ دل سهسايان ٿو، ته منهنجا
آنڊا منهن برابر اچن ٿا، پر تنهنجو پليدان ڏسي،
مون کي فخر ٿو ٿئي. جوانيءَ جو پور منهنجو هڪ
عياش، خودغرض عورت جي افعالن ڏکيو نبريو، پر
هي پڇاڙيءَ جو پور، جي مون کي پيون منساري
سک اصيب نه ٿيو، ته به تنهنجي برڪت سان اندر
وارو ته منهنجو اوس ترپت رهندو. هن اونداهيءَ
واٽ تي تون منهنجي لاءِ قطب ٿي آئي آهين. آءٌ
انهيءَ لاءِ تهدل تنهنجو ٿورائتو آهيان. دل جو درد
به هينئر مٺو پيو لڳندم، جو آئٽ هوندم ته تنهنجي ٿي
صدقي هي سور ويٺو سهان. هاڻ منهنجي موڪل اٿيئي!“

”چارلس! چارلس! اجها! هيڏانهن! آءٌ آهيان!“

چارلس هيلدار پڪڙيو، ته ٻه هوش اچا جاءِ ڪو نه آيو هوس، انهين ني رکو خالـگيءَ ۾ چتائي پئي نهاريائين. ماجسٽريٽ گهٽوئي اٽلايس پٽلايس، پر ان کي ٻه هڪڙي سوال جو جواب اڏ ڪيتو ڏنائين ني ته ٻئي تي ٻنهه مات ڪري ني بيهي رهيو.

هينئر رٽ سڏ ڪيس، تڏهن سو اکيون مٽي ڪنيائين. پر وري ٻه نهاريائين اُين پئي، جڻ واڻي پتر نه هجي.

رٽ ليلائي چيس: پيارا، اُيـن نـه نهاريو. آءٌ ڏچان ني.

تڏهن پڇيائينس: مون ۾ ڪهڙو ڪم اٿيئي؟

”آءٌ ... آءٌ ... اوهان ... آءٌ ڏسو ته مٺا، ڏوهيءَ کي ڪيئن نه ني کولي ڪيان!“

”اجايو پاڻي ولوڙيندينءَ، ڏوهي گرفتار ني ويو.“

”نوهان ڏوهي؟ آءٌ ويسهه چو ني ڪريان؟“

”منهنجي لوڏ لٿي آهي، تڏهن مون وٽ آئي آهين؟“

”لوڏ ويرين جي لٿي، مون ۾ مٺا مٺان اهڙو شڪ آئيندا آهيو. هاڻي اچو تـه اسان وري ٻاڻ ۾ سگ ڪنديون، ڪالهوني ڳالهه مون وساري ڇڏي. اڳي جيڪي ٿيو ثايو، تنهن کي آءٌ ياد ٻه ڪانه ڪنديس.

ھن اوسر ۾ آءٌ تنھن سر اوھان سان پيچ پائيندس.
آءٌ سمجھان ٿي تہ آءٌ اڃا اوھان سان پڌل آھيان. ھاڻ
تہ ڪونہ پڇندا، مون ۾ ڪھڙو ڪم اٿيئي؟"
ھيلڊارڊ رڪيو اٿين، ڇوڻ بت کي مروڙو ٿي آيس.
اکين ۾ ھيٺئر شعلا پئي ٻريس، اتي ٿي وٺي وڏو سارو
ٽھڪ ڏنائين. پر ڳالھائڻ ڳورو ڪري ڇيائينس: تڏھن
تون مون کي شرمندو ڪرڻ آئي آھين؟ ٻنھنجي
درياء دلي ڏيکاري، مون کي ڦڪو ٿي ڪرين؟ رٽ!
تنھنجو ويہ بڇڙو! منھنجا چڪيا چاڪ ٿو آٿاري.
ڦٽن تي لوڻ ٿو وجھي. ڇا آءٌ، جنھن تو جھڙيءَ
نازنين کي اٿي ويٺي پئي دڙيو، آءٌ جنھن سڪٽي
ڏيک ويک ۽ لوڪ مرجادا جي سانگي، تو جھڙيءَ
پريءَ رُو پيڪر سان مھل ڪمھل ڇھنگ بازي پئي
ڪئي، آءٌ، جنھن تو جھڙي بينظير جوھر جو قدرئي
ڪونہ سڃاتو، جنھن تو جھڙي سدا گلاب کي ٽاريءَ
سان ڇني، وري لوڪ نندا جي ڊپ کان ٻٽ تي
اڇلائي ڦٽو ڪيو، تنھن سان تون وري ناتو ڳنڍڻ
ٿي چاھين؟ نہ! اٿين ھرگز نہ ٿيندو، مون پنھنجي
پير تي ڪھاڙو پاڻيھي ھنيو. تنھنڪري ڇڏ، آءٌ ٿي
ان جو ڪيتو لوڙيان، آءٌ تنھنجو ھي ٻليدان قبول
ڪونہ ڪندس، تنھن ھوندي بہ آءٌ تنھنجو ٿورو
ٿو مڃان.
رٽ پيئي ھٿ ڏکاري وٺي رڙ ڪئي. ڇي،
مٺيس. اوھان تڏھن مون کان ٿھو ٿا؟

”نه! آءٌ توکي منٿ ٿو ڪريان، ته تون مون
ڪاتر پنهنجو سک نه سهساءِ. آءٌ ههڙو ذليل شخص
تنهن سان پلؤ اٽڪائي، تون پنهنجي چمار نه ڪار.”

”چارلس! هي ڇا ٿا چئو! خطائون ته انسان کان
ٿين پيئون. اوهان منهنجي ڳالهه موٽايو نه. آءٌ پلؤ
ٿي وجهانوَ، ته جيئن مون پاڻ اڳيون ڳالهيون سڀ
وساري ڇڏيون، تيئن اوهان به انهن کي وري زبان
تي ٿي نه آڻيو.

”تڏهن توکي ويساهه ڪونه ٿو اچي، ته ايڊورڊ
کي وِهه، ڪو مون ڏنو؟“

”آءٌ ساڳ پٽ سان ٿي چوان، ته مون کي اهڙي
ڳالهه دل سان ٿي نٿي لڳي!“

هيلڊار کي تڏهن وڇي سُنهؤن پاٺي وريو. ڳچ
ويرم ته وري ماٺ ڪري هو. نيٺ پڇيائينس: پوءِ
سچ پچ منهنجي ڪاتر تون پنهنجو سک سهسائي
ٿي ڇڏين؟

رٿ به ٺهه ڦهه وراڻي ڪانه ڏنيس. آلڊينهوفر جي
شڪل اکين اڳيان پٿي ڦريس. دل تي هٿ رکي،
نيٺ نهايت ڇڻي آواز ورندي ڏنائينس: پيارا! هائو.

”رٿ آءٌ وري به ٿو چوان ته تون اهڙو ڪم نه
ڪر. ڏس، تنهنجو مون سان پريم آهي ئي ڪونه.“

”پريم ڪان مٿي آءٌ ڌرم ٿي سمجهان!“

”وري به ماٺ ٿي ويئي. هيلڊار جون اکيون انا
ڀهل رٿ ڪري هيون. نيٺ اکين ۾ اوڇتو آهاءٌ آيس.

باهون کڻي، ڇاتيءَ تي ورايائين، ۽ پنهنجي منهن ۾ ئي ٻُڙي چيائين: ”سون ورني دل!“

رت اڃا منتظر ويٺي هئي. ليلائي پڇيائينس: ”پوءِ سون کي موٽايو ته ڪو نه ٿا؟ هيڏار ڪهڙو آتر ڏنئس؟“ منهن ڪري پيٽ ڏي ورايائين. هڪڙو اڻاسي امنگ دل ۾ اڀري آئس. اندر سندس روشن ٿي پيو. پوءِ اکيرو وڌي، مٿو ڪري پٽ تي نئڙايائين، ۽ رت جي ساديءَ گهگهيءَ جي ڪنار هٿ ۾ جهلي، ٻُڌيءَ کي وٺي چاهه سان چميائين.



ٻانٺيان پيئي، دوزخ جي باھ ۾ ٿي جلان. اي بيوفا آسمان! اي بيدرد فلڪ! هاڻ هڪڙي ته منهنجي به مڃ. اھڙو ڪم ڪر، جو هنن پنهنجين اکين سان آلديڻهوفر کي رت ڪاتر ڪوڙها ڳاڙيندو ڏسان! انهيءَ رت جي جدائيءَ جو اھڙو ڪو جل ڏينس، جو ڇاتي ٻنهه ڇڇي ٻويس! آءٌ، ٻوءِ جيڪا منهنجي لاءِ جوڙيئي، اها سڀ ڪري ڀوڳيندس: اھڙو تنهنجو امر ٿيو، ته جان ڇيان، تان منهن تي برقعو وجهي ڇڏيان، ته آهو به منظور، پر هيءَ منجهي آس ڪيئن به پڄاءِ. ٻين ڏوهن جو صدقو ته ولي ڇڪيم. سڀ پار ڪان ڏار ٿيس. سڪيلڏي ڏهَ ڪان وڇڙيس. هن ڏوھ جو ڪفارو، باقي پنهنجو پاڻ ٿي آڇيانءِ. مون سان اهو سڙيونئي وڙ ڪر."

پٺت کي سڀ ڏيئي، اڪيلي سر گاڏيءَ ۾ چڙهي اميريائي جاءِ تي پئي موٽي، تنهن وير واٽ تي ڏٺيءَ جسي درگاھ ۾ دعا اها پئي پنيائين!

جوت ٻري، سنجها ٿري، تنهن ڏٺي هيءَ سنهري وري گهر ڪان ٻاهر نڪتي.

آلديڻهوفر جي بنگلي تي اچي پڇيائين: رت ويئي آهي؟

ماڻهوءَ ورندي ڏنيس: جنهن ڏينهن ... نڏهانڪر رت هتي لڪي ئي ڪانه. رهي ئي پيلاين وٽ.

"۽ ٻڍڙي؟"

”آها ٻه اڄ سويرو پٽ وٽ ويٺي. انها کي سڏ ڪريان؟“

”نه. آءٌ آلڊينهوفر کي گڏبس.“

”سائين ٻن ڏهاڙن کان بيمزي آهي. مزمان مڙهي کي ڏسي ئي ڪونه.“

”تون وڃي ٻڌائينس، ته اميرياڻي گوڏرن آئي آهي، اوهان ۾ ضروري ڪم اٿس.“

”حاضر!“

ڪن پَلڪ ۾ اميرياڻيءَ کي آلڊينهوفر مٿي سڏائي ورتو. چيائينس: بس، ڏٺيءَ کي اها اڇي وٺي!

اميرياڻيءَ ڪُڇيو ڪونه.

وري چيائينس: تنهنجي لاءِ ته پڇ ۾ پڇ ٿيو!

تڏهن ٻه وٺي رڳو سرد آه ڀريائين.

آلڊينهوفر کي جو ڏٺائين، ته مُنهن اداس اٿس، سو اچرج پئي ڪاڏائين، ته ڪارڻ ڪهڙو؟

پر رکي رکي نيٺ چَلي. چي، ”مون کي ته پڇ ۾ پڇ لڳو، پر تنهنجو ته لپ ڙريو؟“

آلڊينهوفر پڇيس: سو ڪيئن؟

وراڻي ڏنائينس: ٻڌايانوَ؟ هيابدار وچاري کي ته خواب خيال ۾ به ڪونه هو، ته جنهن سَڃيءَ ٻانهن جي پٺيان پاڻ الاجي ڪيئن ڪري ولوڙيو هئائين، تنهن کي ڪو تو ڇَاي ڇڏيو هو. هن مُنِيءَ ۾ حق تي پيار ڪونه ٿي ڏنس. ڪيئن؟ ڪوڙ ٿي چوان؟ ڇو ڪڇين نٿو؟

”مون نہ ڪيو، چاڪاڻ تہ نٿي چاهيم تہ توکي ڪو ڏک پر ڏک ڏيان. تنهن ۾ وري بہ تو چيو، تہ منهنجي زبان نہ کولاءِ. ڳالهہ کي سمجهين، تہ موٽي گهر هلي وڃ.“

”آنلو ٿي چور ڪوتوال کي ڏنڊي! مون توسان ههڙو پيار پريو، تنهن لاءِ منهنجو ٿورو- شڪر تہ ڪو نہ ٿو مڃين، آنلو مون تي وريو ٿو اچين. سڌ اٿيئي، تہ چارلس جا بند انهيءَ ڪين- ٿيئيءَ ڪان آجا کنهن ڪرايا؟ مون. نہ تہ تون بہ من جي مراد چڱي پسين ها! ڪُڇ، ڪُڇ- ڪين توکي بہ ڪانئس لڄ ٿي اچي؟ تون بہ تہ ڪين منجهانس ڪٿو ٿي پئين؟“

”جيتوڻيڪ انهن ڳالهين ۾ تنهنجو وڏي ڪجهہ ڪين، تہ بہ آءٌ توکي پڌايان ٿو، تہ رت کي آءٌ برابر دليون جانيون پانئيان ٿو.“

”نيٺ پانس پانسيئي. هاڻ تہ باقي بہ تنهنجي لاءِ ڪم سولو ٿي پيو. چارلس قيد ۾، تنهنجي ساري سر! توکي تہ ڏٺيءَ ڏات ڏياريو!“

”تون پڳلي آهين! رت اڃا بہ هيلدار جي رهندي.“

”تڏهن تون ساڻس وهانوءُ ڪو نہ ڪندين؟“

”منهنجي تہ جيءَ جو جياپو آهي. پر ڏٺيءَ جي امر کي ڪير آڏو ٿري؟ پاڻ اهڙي جوڙ جوڙي اٿس، تنهن ڪارڻ اسان جو پرٽي جو سڱو نہ ٿيو. تون سمجهين ڪانہ ٿي تہ ڇو؟“

"نه! جوڙ ڏٺيءِ جي! ڪهڙي جوڙ جوڙي اٿس؟"

"هيلڊار بيڏوهو آهي، ايترو ته تون به چائين ٿي!"

"ڀلا؟"

"سو رت جي مرضي نه ٿي، ته هن اوسر ۾ اڪيلو ڇڏي ڏيانس!"

"ءُ جي ڏوهه آتس ثابت ٿئي؟"

"هيلڊار جي سچ پچ ڏوهي نڪري پيو، ته پوءِ رت به چنڊل ٿيندي. پر رت جي دل هن جي حق ۾ لوڏو..."

"جي عدالت کيس بيڏوهو ٺهرائي؟"

"تڏهن ته رت قيام ڪانٽس ڌار ڪانه ٿيندي!"

اها سڏ سٽي، ڪارولائين جي تتي هنئين تي چنڊ و پنجي وبو. آلڊينهوفر کان پڇيائين: تون چا ٿو ڀانئين؟ زهر ڪکي کي چارلس ڏنو؟

"نه، رت به ائين ٿي سمجهي."

"رت ته اڏ چري آهي. پوءِ ڀلا، تو رت کي چا چيو؟"

"سون پاڻ رت کي موڪل ڏني، ته چارلس جي وچي هنياري وٽ!"

"سچ چؤ! تڏهن اوهان به ڌڪهڻي تان آسرو پليو؟"

پر آلڊينهوفر رکو اک جي اشاري سان ئي سهم ڏنيس، ۽ چيائين: معاف ڪج، جو سون توتي ويسهه نه آندو. عاڻ پڌ ته پڌايانءِ: زهر ڪکي کي سچ پچ چارلس کو نه ڏنو؛ سو اوهان ڌڪهڻي کان ٻاروهي لاهه وچڙيا!

"پوءِ ڀ تو پاڻ اچي پاڻ کي ورائي ورتو؟"
"آءٌ تڏهن ڇا ڪريان؟ پاڻ ڪري بچاءَ ڏئي ته
"آءٌ هتي هوس ئي ڪونه."؟"
تون پاڻ ڪاتر ڪوشش ئي ڪانه ڪندينءَ؟
سڪيلڊو پاڻ اٿيئي."
"اهي ته ليڪون نه وجهينم. پر تون سچ ٿو چوين؛
چارلس جي ملاڪن کي ٻه سڏ ڪانهي، ته زهر
ڪنهن ڏنو! سچو ڏوهي ته پوءِ ٻه ڪونه پڪڙيو،
چو ته هو ڪڏهوڪو پسار ٿي ويو. پر سڏ اٿيئي ته
آنهيءَ کي ٻه زهر ڏنو ڪنهن؟ سون.- ڇيو هو مانس،
ته وڃي رت جي ڪير واري جام ۾ وجهه!"
آلڊينهوفر جي دل ۾ ٻه تنهن ڏينهن اهڙو گمان
گذريو هو، پر گمان کي هٽائي ڇڏيو هٽائين. هيئنر
اهو گمان سچو نڪري پيس. اميرياڻيءَ کي چيائين:
تون جيڪس وڦلين پيئي؛ هوش جاءِ نه اٿيئي.
اميرياڻيءَ ورندي ڏنيس: اهو آلڪو تون نه ڪر،
منهنجو هوش بلڪل جاءِ آهي: ڀورياڻين آنڊي جي
چر لڳيم، تڏهن سا ديواني ٿي ڀيس؛ پر هيئنر جيڪي
چوان ڪريان ٿي، سو سمجهان پيئي. ڏس، سون ڪان
انين منهن نه موڙ. سون ڏي ڌڪار سان نه نهار. تون
سون سان ڏاڍ نه ڪرين ها، ته آءٌ هيئن ڪاپارجان ئي
ڪانه ها. پر بس، "لڪيو جو للاٽ، سو قلم ڪياڙ ڀءَ
نه وهي!" هاڻ پلا آءٌ موڪلايان ٿي. منهنجي منو ڪامنا
سڏ ٿي، تنهن لاءِ آءٌ ڌڻيءَ جو ٿورو ٿي مڃان!

سرو جي مند-ڀنين ۽ جهنگ ۾ هوا جا گهوگهاٽ
پئي پيا. وڻن جا سڪل پن اڏامي، قبرستان ۾ به اچي
ڍير ٿيا هئا. پيرمرد پيلائيءَ گوڏا کوڙي، ڏيءَ
جي قبر وٽ دعا پئي پڙهي. آئيو، تڏهن به دل تي
اهوئي کٽڪو هوس، ته ڪنهن جي سائينءَ مت کسي،
جنهن ڌهڙن کونڊرن کي زهر ڏيئي ماريو! هيلدار
۾ ته شڪ پيس ئي ڪونه ٿي-چي، "هن ٿڙس اهڙي
هچا ڪڏهن ڪانه ڪئي هوندي"-قبرن ڏي نهاري،
هنن سرگواسين جي روحن کي آراڌيائين، ته "بابا،
اوهان به لال ته ٻڪ ٿيا، هاڻ اوهان جي پٽيان هو
ويچارو ٽيون ٻيڏوهو جيو به وڃي، سو ڪهڙو نياءَ؟
اوهان ئي ڪا هن واردات تي روشني وجهو، جو
سچو ڏوهاري سزاياب ٿئي.

اتي ئي وڻن جي پنن ۾ ڪڙ ڪڙ جو آواز ٿيو. جان
ڪنڌ ورائي، ته نظر وڃي هڪڙي نشانيءَ تي
پيس، جنهن جي وات مان ڏپ پئي آئي. هن ڏانهنس
ڇتائي نهاريو، ته هو به وڏي اڳيرو ٿيو، ۽ هٿ
ٻگهاري هٿ ۾ ٿي ڏنائينس، ته پيلائيءَ هٿ ۾ هٿ
ڪونه ورتس-دل ۾ چيائين: خدايا! ڇا، هي منهنجي
سوال جو جواب ته ڪونهي؟ شولز ۾ ته منهنجو
ڪڏهن اهڙو گمان پيو ئي ڪونه! هن جو ڪو هنن

سان وير ٿوروئي هوا! پڇيائينس، تون هتي ڪيئن پيو ڏسجين؟ اسان ته ٻڌو ته تون آمريڪا لڏي ويئين؟

"اڇا اوڏهين ويو ڪونه آهيان، سنيران پيو. هيترا ڏينهن هنبرگ ۾ موج پئي اُڏايم. ڏوڪڙ سڀ خلاص ٿي ويا. هتي آيو آهيان، ته سفر لاءِ ڪجهه ڏوڪڙ ڇڏايان."

"ڏوڪڙ ڪنهن کان ڇڏائيندين؟ هتي تنهنجو اوهي، نه واهي؟"

"ير، مات ڪيو ويٺو هج. ڏُراهڙي چتائي اٿم، جو هڪڙي اکر چوڻ سان منهنجا ڪيسا ڀرُا!"

پيلائيءَ سمجهيو ته ڦرڙبات ٿو هڻي، سو مُنهن ڦيرائي، ويو ٿي هليو. پر شولز هٿ کان جهلي ڪٺي بيهاريس. چي، "ائين وري توکي ڇڏيندس ڪيئن. ساجهر لاڪون هڪڙو پَٽُ ڪونه چاڙهيو اٿم. ميءَ ۾ بيٺي پيئي سگهي ويو آهيان. جيستائين ڪو پئسو ڏوڪڙ وچي تاڻيان، تيستائين ڪا چڱي دڪي پياري، وات ڪڙو تون ٿي ڪرائينم".

"مون وٽ چڱي دڪي آهي ٿي ڪانه. تون شهر ۾ ڇو ٿو وڃين؟"

"ير، شهر ۾ وڃان گهٽو ٿي، پر ڊپ ٿو وٺيم، متان پيچ پيچ نه ٿئي."

"تون وينڊين، ته پيچ پيچ ڇاجي ٿيندي؟ آءٌ ته سمجهان ٿي ڪونه ٿو؟"

"سچ ٿو چوين؟ پڇ پڇ ڪانه ٿيندي؟ آءٌ پيو
ڏ چان، تڏهين ته ههڙيءَ ٿڏ ۾ پاڻ اچي هتي لڪايو
اٿم. پر منهنجي وٽي ڪان پوءِ ڪجهه ٿيو ته ڪين؟
هيلڊار جي ته خبر ڪر. ڪٿي پيو وسي؟"

"هيلڊار خون جي شڪ منجهه بيدريافت قيد پيو پوئي."

"خون جي شڪ ۾؟ سچ! سو وري ڪيئن؟ آءٌ
ته ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. پر پنهنجيءَ ڪنوار تي يا
ته آجهڙيو پئي، يا ته خون ڪري ڇڏيائينس!"

"پنهنجيءَ ڪنوار کي؟"

"هائو، زهر ڏيئي ڪين ماري وڌائينس!"

"توسان ڳالهه ڪنهن ڪئي؟"

"ڇو؟ ڳالهه وسري ويئي اٿيئي ڇا؟ آءٌ جنهن ڏينهن
هتان روانو ٿيان، تنهن ڏينهن ڪين اهو قصو ٻڌيو؟"

پيلائيءَ رڳو ڪنڌ ويئي ڌوڻيو.

"هاڻ ياد آيو؟ ڏس ته سهي، ڪم ڪهڙو
ڪيائين! ويچاريءَ کي زهر ڏيئي ماري ڇڏيائين!"

پيلائيءَ سات ڪيو پئي سندس ڳالهه ٻڌي، پر
نهاريائينس منهن ۾ ائين پئي، جو ڇڄ سندس انت
ٿي سوڌيائين.

تنهن تي سياوي ڪن پلڪ زبان هن ٻه ڪري
جهلي- وري چيائين: هيلڊار کي ڇيتو ڪهڙو لڳو؟
هوءَ ڪانئس جند ڇڏائي سگهيو ڇا؟ پر ٻڌاءِ ته
سهين ته هن ڳالهه نسبت اوڪ چون ڇا پيا؟

پيلاٽيءَ جيئن پٺي ھن جي ڳالھہ ٻڌي، تيئن سراپ پٺي ورتس. نيٺ ھمت جھلي؛ ھن کي ٻانھن کان وٺي، ڦبرون ڏيکاري، چپائينس: مردود! ھيڏانھن ڏس، ٻن جيوَن جي ھچا سر تي کڻئي اٿيئي! زھر جنھن ڪاتر تو ڪير ۾ وڌو، تنھن کي تہ ڏٺيءَ ھٿ ڏيئي رکي ورتو، راھہ ويندي، اميرياڻيءَ جو پنڙيو پٽ ۽ منھنجي ايوا ٻئي صدقي ٿي ويا!

شولز کي ڏڪڻي وٺي ويئي. ڳالھايائين ٿي، تہ اکر اکر تي ٿي ھٻڪيو-چيئي، "مون ... مون ... سمجھيو ... مون ... ٻڌو ... مون پاڻئيو ..."

"تو پاڻئيو تہ خدا توکان حساب وٺندو ئي ڪونہ! مون کي ٻڌاءِ، تہ ھنن ويچارن توکي ڏک سور ڪھڙو ڏنو ھو، جو تو ڪير ۾ ڪٽي زھر ملايو؟"

"خدا جو قسم ... آءٌ ايمان سان ..."

"ھچارا! ٻي ايمان! انھيءَ ناپاڪ زبان سان خدا ۽ ايمان جو تہ نالو نہ وٺ."

"اعتبار ڪر. مون کي خبر بہ ڪانھي. مون تہ چيو، ھيلڊار کي ٿو پيئايان ..."

"ڪار منھان، ھيءَ ھچا تنھنجي ئي سر تي آھي."

"رکو منھنجي نہ، مون سان ڳڏ پيون بہ جيو آھي. خدا جو قسم، آءٌ بہ انھيءَ جي ڦند ۾ ڦاسي ويس."

"پاڻئين ٿو، تہ اٿين ٻئي کي بہ لوئيندس، تہ آءٌ چڻي ويندس؟"

”آءٌ سچ ٿو چوان، سون کي لٽ آهي، زهر اميرياڻيءَ ڏنو.“

”اميرياڻيءَ؟ ڪل ته ڪانه ٿڙڪي اٿيئي؟ پاڻ سان گڏ، چو ٿو مفت هن اشراف عورت جو نالو لوئين؟“

”چوانءَ ٿو ڳالهه ڪري مڃ: سون کي زهر ڏنائين، ته ڪير جي جام ۾ وجهي، هيلدار جي مڱينديءَ کي ڪٽپائي ڇڏ. پر تون سون کي هيئن پڪڙي چو بيٺو آهين؟ سون کي ٿاڻي تي ٿو وٺي هلين ڇا؟“

”سنهنجي ته شئي سون کي موٽي ڪانه ملندي، سو هونءَ ته جيڪر آءٌ ڇڏي ڏيانءَ؛ پر مفت ويچارو هيلدار آئيءَ ۾ ٿو اچي، تنهن جو ويچار ٿو ٿيم.“

”اچوڪو ڏينهن ترس. آءٌ اميرياڻيءَ کان رقم ڇڏائي، پسار ٿي وڃان، پوءِ تون وڃي سرڪار ۾ خبر ڏج - ائين هيلدار تي به ڇنڊو ڪو نه پوندو، آءٌ به ڇٽي ويندس.“

”اميرياڻي هتان تڏهئين هلي ويئي.“

”پلا پاڻئين ٿو، سون کي سزا ڪهڙي جڙندي؟“

”آءٌ نٿو ڇٽي سگهان. جي سچ اميرياڻيءَ توکي چيڙيو هو، ته سزا هلڪي ملندءِ.“

”پر اميرياڻي سچ هتي ڪانهي؟“

”نه.“

”آءٌ پلا پاڻهي ٿاڻي تي هلان ٿو. هيئنر توکان پاڻ ڇنائي پيچان به، پر هو دوزخي ڪتا ڇڏيندم؟ تهن کان وري به هيئن چڱو.“

خبر آسپاس ٻجليءَ جيئن ولڙي ويئي، ته زهر کير ۾ شولز وڌو هو. عدالت ۾ شولز ٻچاءَ اهو ڏنو ته "آءٌ جنهن ڏهاڙي هيلدار جي شورش تي نوڪريءَ مان موقوف ٿيس، تنهن ڏهاڙي ٽپڙ ويٺي ٻڌم، ته اميرياڻي اچي مون سان ڳالهين ۾ پيئي. مون پهرياڻين ته کيس منهن ئي ڪو نه ٿي ڏنو، جو هيلدار ۾ خار هئم؛ پر پاڻ جڏهن هڪڙي سڪٽي ڪوڪي لاءِ ڳري رقم آڇيائينم، تڏهن آءٌ ميڻ ٿي ويس. هورياڻ هورياڻ مون کي اهڙو ٻڌي ڇڏيائين، جو مون سندس لب وٺي، سانس ٻول ڪيو ته رت جي کير ۾ اڄ ئي وڃي ٿو زهر ملايان. زهر به مون کي پاڻ ئي ڏنائين، کير جو ڏس پتو به وتانس ئي پيم."

اميرياڻيءَ کان جڏهن عدالت سمجهو توگهريو، تڏهن هن سائيءَ رڳو ايترو چاتايو: "مون ته هن ماڻهوءَ کي عمر ۾ ڏٺوئي هڪ لڳا آهي."

عدالت مان نيٺ اهو فيصلو ٿيو، جو شولز کي ڏهه ورهيه جنم ٽيپ ملي، ۽ هيلدار صفا ڇٽي ويو.

---

”ڏينهن واه ڀڄڙو ٿيو آهي. غم گونڌر وسري ويو
وڃن. پر هينئر ته تون به قبول ڪندينءَ، ته اونهارو
ڇا ميارو، اسان جي جهنگ ۾ رنگ لڳيو ٿو وڃي!“
”هائو. تو اڳي سچ ٿي چيو. آءٌ هاڻ سياري ۾
به سندس اوٽ ڪانه ڇڏيندس.“
”ايوا ويچاريءَ کي اڳ ۾ ئي ڄاڻ هو، ته نيٺ
تنهنجي به جهنگ سان سياري اونهاري ڏل پڄهي
ويندي. تنهنجو ته ڏٺيءَ پيون به وارو ورايو: داديهن
به هاڻ هيت ويجهي اٿيئي. تون به اسان وٽ
ڏيـن - پيئرن جيئن پيئي گذارين.“
”پر ايوا جا ڪانهي!“
”بس، جا جوڙيائين سا واه واه.“
اتي ائنا وڏي ڪن ڦرڙايا- چي، ”ڪنهن جي ٿي گاڏي
اچي؟ آلدينهوفر جي ته ڪانهي؟ متان اُئنا آهي؟“
”نه، دادي صبوح جي پهر ۾ هيڏانهن لڙي ئي ڪانه.“
گاڏي بيٺي، ته منجهانس هڪڙو مڙساڙو لهي پيو.
اُئنا دريءَ سان نهاري، رڙ کئي چيو: هيلڊار آيو
اٿيئي، آئي گڏجينس.
”ڇو نه؟ وسري ويٺي ڇا، ته منهنجو مڱيندو ٿئي؟“
”تڏهانڪر وري سندس خبر چار پڇ جي ئي ڪانه!“
”پوءِ ڇا؟“

”آءٌ پلا وڃان ٿي. اوهان پل پاڻ ۾ اڪيلا هجو.“

هيلڊار جي منهن جو رنگ سو آباٽيو پيو هو، پر آداماڻي منجهس ڪانه، ٿي ڏٺي- رٽ چيس: آءٌ پاڻ اڪيون پايو ويٺي هيس. سمجهم پئي اڄ اوهان اوس ايندا.

هيلڊار ورندي ڏنيس: آءٌ تنهنجو تهدل شڪرگذار آهيان، جو سون کي صفا وساري ڪو نه ڇڏيو اٿيئي.

رٽ چيس: اوهان هي ڇيو چيا؟ آءٌ اوهان کي ڪيئن وساريندي هيس؟ سون پاڻ ته چنتا ٿوري پوگي آهي!

”چنتا سون ۾ ڏاڍي پوگي آهي!“

”معاف ڪجو، جو سون کي اهو فهم ئي لهي ويو! پر سون کي ته منڊ ڪان ئي پڪ هئي، ته اوهان تي تهمت ثابت ٿيندي ڪانه.“

”هائو، تهمت سون تي ثابت ڪانه ٿي، ۽ عدالت مان منهنجا بند آجا ٿيا.“

وري کن رکي، چيائينس: آءٌ ته هيڏانهن بشنچ تي ٿي ويهون.

هيلڊار جي مغز ۾ خيالن جي ڌم ڌمان پئي پيئي، پر ڪا مهل سمجهيائين ڪو نه ٿي، ته ڪيئن سندس پڌر پايان. نيٺ سندس زبان آڪلي- رٽ کي چيائين: هن پڪلڪ لاءِ آءٌ سڪيس ٿي. سچ پچ جيئن پانئيم پئي، اهڙيائي منجهانس فرحت پئي اچيم. هن گهوڙيءَ جي سڪ تان پبا سؤ سڪ گهوري ڇڏجن. هن جي سانيڙ آئيندي منهنجي جيءَ جو جيابو ٿيندي.

رت ورندي ڏٺيس: اوهان هيٺ ڳنڀير ٿي ٿا ڳالهايو،
مون کي الاجي ڇا پيو ٿئي؟
”تون پاڻئين ٿي، ته آءٌ ماڻهو ٿي ڀيون ٿي پيو آهيان؟
انهيءَ ۾ سچ پچ ذري جو شڪ ڪونهي.“
”هي سڀ چنتا جا ڪم آهن. پر رکو ڌڻيءَ تي،
هوريان هوريان من ٺهر ۾ اچي ويندو.“
”من منهنجو ڪڏهوڪو ٺهر ۾ اچي ويو. آهو
تون الڪو نه ڪر. البت مون ۾ ڀي ڦيرڦار ڏاڍي
ٿي آهي! آهو ڏينهن ياد اٿيئي، جو ساڳئي هن پنچ
تي ويٺا هئاسون، تو پنهنجي داديءَ جي ويٺي مون
سان ڳالهه ڪئي، ۽ مون پاڻ کي ساڻس پئي ڀيٽيو، ته
توکي ڳالهه نه پئي وڻي؟“
”هائو پيارا، ياد اٿم.“
”ياد اٿيئي، انهيءَ ڏينهن مون توسان انجام ڪيو
هو، ته آءٌ پاڻ پڻ توکان جدا ٿي نه وڃان؟ هائو،
اهي ڳالهيون توکي ياد پيون ٿيون- هاڻ هيڏانهن
منهنجين لوندڙين ڏي نهارا سمجهين ٿي، هي آچا
هتي ڪيئن پيم؟ حق بناحق قيد ٿيس، يا خون جو
مون ۾ ڪنهن شڪ ٿي نيو، يا سڳيءَ ڀيڻ خوني
ٺهرايم، يا نام ناموس منهنجو خاڪ ۾ ملي ٿي ويو—
انهيءَ ڪارڻ؟ نه. هي ڪم، دل ڏڪن ڏڏيءَ جو
اٿيئي! راتين جون راتيون ساڻس ويهي جهيڙيو اٿم.
نيٺ مڃايو ٿيمانس. مون هڪ لڳا تنهنجي ڳالهه ٻڌندي،
هام هڻئي هئي، ته وقت پئي، آءٌ به تنهنجيءَ داديءَ

جهڙو ٿي ٿو سگهان! ڪهڙي سُڌ، آءٌ به سندس جُتيءَ
۾ پير پائي وڃان! اڄ آءٌ فخر سان ٿو چوان ته
پنهنجيءَ ان مراد کي حاصل ڪيو اٿم. ياد هوندءِ،
ته هن هنڌ تي مون پنهنجو ڏنل وعدو توسان ٿوڙيو
هو. پوءِ ته آءٌ پيلي ۾ لنگهي ويس، پر اتان به دل
کي آٿت ڪونه آيم. اوچتو ڪَن تي ٻن پريتمن جي
ڳالهاءِ جو پڙلاءُ پيم......"

"پيارا، مون ڳالهه سمجهي..."

"نه، تو ڳالهه سچي ڪانه سمجهي. آءٌ ٿو توکي
ٻڌايان: هنن پريتمن هڪٻئي کي دل جو راز ٻڌايو،
تڏهن مون کي چاڙ ٿيو، جو مون هٿ وٺي پنهنجي
ستياناس ڪئي. منهنجو مٿو چڪر کائي ويو. سچ پچ
توسان سچي محبت منهنجي ان ڏاڍي ڪان وٺي ٿي.
پر پنهنجن هٿن سان پاڻهي پير تي کهاڙو هڻي ويٺو
هوس- چيم، "پنهنجي ڪيتي جو نڪو ويڄ نڪو
طبيب"- آءٌ جنسي ديوانو ٿي پيس! پوءِ جيڪي وهيو
واپريو، تنهن جي آپڻار آءٌ ڪانه ٿو ڪريان...... پر
تو پنهنجو پال پالائي، جڏهن وري قيد ۾ اچي،
مون کي پنهنجيءَ دريا، دليءَ سان پنهنجيءَ 'سون
ورنيءَ دل' جو پيون ثبوت ڏنو، تڏهن مون به
پاڻ سان پيران ڪيو، ته جي هيءَ آپدا مون تان ٽري،
ته آءٌ به پنهنجي دل پَلي، توسان اهڙو ني وڙ ڪندس.
انهيءَ ڏهاڙي کان وٺي دل سان ٿوري چناپيئي ڪانه

ڪاڏي اٿم. پر ٻلهار وڃان پنهنجي مالڪ تان، جو نيٺ سون ۾ اها سگهه وڌائين! اڄ انهيءَ دل ۾ آنند جون لهرون ڇوليون پيئون مارين، هاڻ ڀلا آءٌ سوڪلايان ٿو. آلڊينهوفر چاڻ آيو. سون ڇٽي ڇڏيو ٿيمانس ته هن ڏاڍي اڇچ...... آءٌ وري ٻه تنهنجو شڪر بجا ٿو آڻيان جو تو ٿي سون کي سنئين رستي لاتو!"

رٽ کي ڳلن تان لڙڪ لڙي پيا. هيلبار جو هٿ وٺي ڪري پنهنجي ڇاتيءَ تي رکيائين - رڳو چيائينس: چارلس!

"پنهنجي سک ۾ سون کي ياد ڪندي رهج، ڏٺيءَ جي درگاهه ۾ دعا پنج، ته منهنجي ٻه خير سان نبهي اچي. ائين چاڻج ته آءٌ ٻه هڪڙو جيو هوس جنهن کي..."

"سون ورني دل هئي!" ائين چئي، رٽ پنهنجو هٿ ڪري سندس مٿي تي رکيو. هن ٻه ڪنڌ ڪٺي اڳيانس نئڙايو.

هيلبار اٿي روانو ٿيو، ته آلڊينهوفر اچي انهيءَ جڳهه تي ويٺو. چيائين: ٻليدان ته هڙو!

”رت پياري! ڪن ته هيڏانهن اچجانءِ.“

”اڇها، ڪڪي کي ننڊ ڪرائي ڇاڻ آيس. دادي اڇا پيلاين وڃان موتي ڪانهي؟“

”ڇو، چارلس اڇا پيو جاڳي ڪيئن؟“

رت ويٺي ڪڪي کي ننڊ ڪرائي ته آلڊينهوفر اوچتوئي ائين سڏ ڪيس. ڪڪي پانئيو، امان اٿي آئي تنهن ساءَ کي چيو: امان تون وڃين متان!

رت ورندي ڏنيس: نه منڙا! آءٌ ويٺي آهيان. دادي اچي، پوءِ وينديس.

پر چارلس کي ننڊ آئي، تڏهن به رت اتي ئي ويٺي رهي. آلڊينهوفر تڏهن وٽس لنگهي آيو- چيائينس: ڇو، ڳالهه وسري ويئي ڪيئن؟

ورندي ورايائين: ڪڪو جيئن ننڊ ڪري، ته مون کي بي ڳالهه يادئي ڪانه پيهي.

”اڄ هڪڙو خط آيو اٿم. پڙائيندينءَ ته ڪنهن جو هوندو؟“

هيلڊار جو.

”هيلڊار جو؟“

”هائو- لکيو اٿس، وري ڪم تي چڙهيو آهيان. خير سان پيئي نبهيس. پر اپاڻڪو ٿو گذاري. پلا گهر جي سونهن اٿس ئي ڪانه پٽس به گذر ڪري ويو.

انت ويلي پٽس کوٺايو هوس، جتي پيٽ کي ٻه ڳڍيو.“

”پوءِ؟“

”پيٽس ڏوهه ٻاسيو.“

”پوءِ چارلس چا چيس؟“

”چارلس چيس: مون توکي معاف ڪيو.“

”مون ته اڳ ۾ئي ٿي چاتو، ته چارلس ائين ئي ڪندو.“

”خط ۾ اسان تي هڪڙو ڪم رکيو اٿس.“

”ڪهڙو؟“

”پٽس وٽان جيڪو ورثو مليو اٿس، سو چئي ٿو ته اٺ سمورو پيلاين کي ڏيئي ٿو ڇڏيان. اوهين آتن زور لايو، ته مون کي موٽائين نه. تون ڀانئين ٿي ته پيلائي ڳالهه مڃيندا؟“

”نه.“

”هيلدار کي ٻه جيڪس اهڙو شڪ ٿي پيو. تنهنڪري چاٺايو اٿس ته جي پيلائي پير نه کوڙين، ته ملڪيت سموري خيراتي ڪمن ۾ خرچي ڇڏجو.“

”پنهنجي لاءِ ڪجهه ڪونه رکيو اٿس؟ سڀ ڏيئي ٿو ڇڏي!“

”منڙي، وٽس اجا هڪڙي وٿ رهندي.“

”هائو: ’سون ورني دل‘!“

---

# مصنف جا ڇپيا ڪتاب

چوٽ جو چنڊ
شاهاڻو شاهه (سنڌ جا شاعر)
سچل سونهارو ( ” ” ” )
برنگي باغ جو گل سنڌي
پيراڳا ( ” ” ” )
سيڻ ڪي ويڻ (ننڍو ناٽڪ)
نقد ڌرم (ننڍو ناٽڪ)
عمر مارئي (ناٽڪ)
ڪشنيءَ جو ڪشٽ (اصلوڪي آکاڻي)
سهڻي ميهار (ناٽڪ)
سچ تان صدقي (ترجمو)
سون ورنيون دليون (ترجمو)
لڳ ننڍو، جيءَ گهڻو (ترجمو)
سدا گلاب (نظماڻي نثر)
ڦلن مٺ (مضمونن جو ڳٽڪو)
پروانو
ڏکن ڏٺي زندگي
حضرت محمد رسول الله (صلعم)
مسافريءَ جو مزو ۽ سير جو رنگ
ماتمين کي دلداري

سر ڪيڏارو

هُنرَ مڪيءَ جا

پريم جو ٻول

هندستان جي تاريخ (ڀاڱو پهريون ۽ ڀاڱو ٻيون)

هندو نارين سان ويل

لڇاوتي

شاعراڻا گل

ماڻڪ، موتي، لال

سنڌي چمن

ڀنڀور

عملدار ڪين رعيت آزار

رام بادشاهه

هي، هو، ڇا!

پرمانند

تيرٿ رس

سيران

سر ڏهر

---



سنڌ جو مشهور اهل قلم، پختو فنڪار، سليس، مٺي ۽ سلوڻي زبان لکندڙ، هڪ خاص اسلوب جو صاحب، مسٽر لالچند امرڏنومل جڳتياڻي، جنهن جا لکيل ڪتاب ٻارڙن ڪان وٺي ٻڍن تائين، سڀ پڙهن ٿا ۽ چس وٺن ٿا. سندس جنم ۲۵-جنوري ۱۸۸۵ع جي ٿيو.

هو صحيح معنيٰ ۾ هڪ 'سون ورنيءَ دل' جو صاحب هو: ٻارن سان ٻار، يارن سان يار، دشمن جو سڄڻ، حق گو، ڪلمڪ، سادو مگر خوش ذوق، حق گوئيءَ خاطر جيل کي به جنت سمجهندڙ. هو هر مذهب جي پلن ماڻهن کي عزت ڏيندڙ هو، ۽ ڪڏهين به تعصب جي تير کي به دل ۾ جاءِ نه ڏيندو هو.

سنڌ سان کا محبت هيس! ۱۸-اپريل ۱۹۵۴ع تي جڏهين وفات ٿي ڪيائين، تڏهين وصيت ڪيائين ته:

"سيائي جاءِ، جي نيو مڙهه ملير ڏي!

منهنجيون هانيون پياري سنڌو درياءَ جي سپرد ڪجو- اهائي منهنجي گنگا آهي، اهائي جمنا: جسم هتي اُٿر، روح سنڌ ۾ اُٿر- اهوئي منهنجو سرڳ آهي، اهوئي منهنجو مقصود!"





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488